# جهانيان خاندان

(سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي ۾ ايم. اي جي ڊگريءَ لاءِ پيش ڪيل ٿيسز)




وِي - جي مَلائي

[illegible]

پروفيسر مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي

۽

سيد نجف علي شاهه "ڪمتر" جهانيان پوٽو



ناشر

انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي
(اداره سنڌ شناسي)
سنڌ يونيورسٽي
حيدرآباد سنڌ

[ڪاپيون هڪ هزار

پهريون دفعو]

آڪٽوبر ١٩٦٢ع

Rs 20-00

قيمت Rs[redacted]00

Rs[redacted]00



ملڻ جو هنڌ

**ادبيات**

جيڪب روڊ، حيدرآباد سنڌ

هي ڪتاب اعجاز محمد صديقي، مئنيجر سنڌ يونيورسٽي پريس حيدرآباد ۾ ڇاپيو
انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ طرفان ڊاڪٽر غلام علي الانا، اسسٽنٽ ڊائريڪٽر، حيدرآباد سنڌ
مان پڌرو ڪيو.

# فهرست

# ناشر طرفان

انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ (اداره سنڌ شناسي) پنهنجي اشاعتي سلسلي ۾ نوان نوان ڪتاب ميدان ۾ آندا آهن. هن اداري جتي سماجي علومن تي بهترين ۽ ڪارائتا ڪتاب ڇپايا آهن، اُتي سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي ۾ ايم. اي لاءِ پيش ڪيل مونو گراف به ڇپائي پڌرا ڪيا آهن.

هن سلسلي ۾ مشاورتي بورڊ اهو به فيصلو ڪيو هو ته ايم. اي لاءِ پيش ڪيل ٿيسزن مان ڪي ڪارائتا ڪتاب ڇپايا وڃن. هي ڪتاب، "جهانيان خاندان" انهيءَ ڏس ۾ پهرين ٿيسز آهي جيڪا هن اداري طرفان ڇپائي پڌري ڪئي پيئي وڃي. هن ڏس ۾ ايترو واضح ڪرڻ ضروري آهي ته سيد نجف علي شاه "ڪمتر" نقوي جهانيان پوٽي موضوع جي لحاظ کان هن ٿيسز جي اصلوڪي متن ۾ ڪجهه ڦيرڦار آندي آهي ڇاڪاڻ ته اصلوڪي متن ۾ غير ضروري مواد تمام گهڻو هو. انهيءَ ڪري غير ضروري مواد ڪي ڪڍڻ لاءِ ۽ بزرگن جي احوال کي ساڳيءَ ريت قائم رکڻ لاءِ سيد نجف علي شاه سڄو مواد نظر مان ڪڍيو ۽ سڄي ٿيسز نئين سر فيئر ڪري ڏني.

جيئن ته هيءَ ٿيسز هڪ اهڙي موضوع سان تعلق رکي ٿي جنهن ۾ صوفين ۽ درويشن جي روزمره جي زندگي، سندن علمي ۽ ادبي حيثيت، سندن شعر و شاعري جو ذڪر گهڻو آهي، تنهن ڪري اصلوڪي ٿيسز ۽ سيد نجف علي شاه صاحب جو تيار ڪيل نسخو سنڌ جي هڪ عظيم عالم ۽ دانشور پروفيسر مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جن کي آخري نظر وجهڻ لاءِ ڏنو ويو.

ادارو هي ڪتاب پيش ڪندي فخر محسوس ٿو ڪري، ڇو جو هي ڪتاب نه فقط سنڌي ادب جي تاريخ جي هڪ باب کي مڪمل ٿو ڪري پر ساڳئي وقت سنڌ جي سياسي ۽ سماجي تاريخ تي به ڪافي روشني ٿو وجهي.

ادارو پروفيسر مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب ۽ سيد نجف علي شاه "ڪمتر" نقويءَ جو شڪرگذار آهي. ادارو محترم ممتاز مرزا ۽ شيخ محمد اسماعيل جو به ٿورائتو آهي جو هنن سچڻن هن مسودي جي پريس ڪاپي تيار ڪئي، ۽ پروف ڏٺا.

ادارو سنڌ يونيورسٽي پريس جي مئنيجر محترم اعجاز محمد صديقي ۽ سندس سيني ڪارڪنن جو به شڪرگذار آهي.

سنڌي ٻوليءَ جو فدائي
خواجه غلام علي الانا
اسسٽنٽ ڊائريڪٽر

# پيش لفظ

”اڳهيو ڪائو ڪڇ، ماڻڪن موٽ ٿي،
پلئه پايو سڇ، آچيندي لڄ مران.“

شاه ڀٽائي

### تاليف جو سبب

۴۸ ورهين جي موٽيل عمر ۾، ۽ ۲۷ ورهين جي دراز تدريسي آزمودي کان پوءِ، ”ايم.اي“ جي ڊگري حاصل ڪرڻ جو شوق دامنگير ٿيو. ڪجهه وقت انهيءَ ۾ گذري ويو ته ڪهڙي موضوع کي هٿ ۾ کڻان! آخر سوچيندي سوچيندي، سنڌي ادب جي خدمت تي وڃي بيٺس. خير سان پهريون سال ۱۹۵۶ع ۾ ته پاس ڪيم، پر وڏو ويچار رهيو، ٻئي سال جو! چاڪاڻ ته مون کي يا ته ڪو ڪتاب ترجمو ڪرڻو هو، يا ته ڪنهن موضوع تي تحقيق ڪرڻي هئي. پوئينءَ ڳالهه کي ، پهرينءَ ڳالهه تي ترجيح ڏنم. ان جا ٻه سبب ٿي سگهن ٿا: ادبي تمنا پوري ٿيڻ، يعني ڪتاب لکڻ جو زرين موقعو ملندو، جو ته بنده جي دل هميشه کوجنا ڪرڻ لاءِ مائل پئي رهي آهي؛ ۲. مختلف هنڌن تي وڃي، اصلي حقيقي مواد ڪٺي ڪرڻ ۽ فوٽن ڪڍڻ جو وجهه پڻ ملندو ، چاڪاڻ ته ٻيءَ حالت ۾ ائين هرگز ڪري نه سگهان ها.

۱۹۵۶ع جي اونهاري جي موڪلن ۾، ٻنپهرن جو درگاه شريف ٽنڊو جهانيان ۾ تنها ويٺو هوس ته پنهنجي دل ۾ پيو ته ’ايم.اي‘ فائينل لاءِ پنهنجي مرشد سائينءَ جي خاندان جي تاريخ ڪري لکان. بس ارادو اٽل ٿي ويو. ٻئي ڏينهن جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي خدمت بابرڪت ۾ حاضر ٿي، دلي آرزو پيش ڪيم. صاحب موصوف ڏاڍو خوش ٿيو ۽ فرمايائين ته، ”واه، جو ميدان خيال ۾ آندو اٿو“. انهن لفظن منهنجي مقصد کي گويا ويجهو ڪري وڌو.

محترم ڊاڪٽر صاحب منهنجي موضوع جي باري ۾ سنڌ جي جيد عالم ۽ فاضل جناب علامه آءِ - آءِ - قاضي صاحب، وائيس چانسلر صاحب سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد، سان ڳالهه ڇوري. صاحب ممدوح جن پڻ نئين قسم جو موضوع ڏسي، سَرها ٿيا ۽ بحالي ڏنائون.

هيئنئر "ڊَڏي پِنڌي هاريءَ تي" جي مصداق مون تي ڇڏيل ٿيو ته کهڙي تدبير ڪريان، جو ڪم، اهل قلم حضرات آڏو ڏسڻ جهڙو ٿئي! تڪڙ ڪرڻي ڪانه هئي، جو محض ڊگريءَ خاطر ، آڏ-ڳيڏي ڪم ڪي ساراهي وڃي پار پوان؛ تنهنڪري ويهي وسيلن جون واٽون ووڙيم ته ڀريائين ڪهڙي پيچري تي پَـڳـڙ رکان. پڻائي گهوٽ جو فرمان ته، "گهڙيا سي چڙهيا، اڻيز اٿيئي"، ياد پيو.

توڪل جي ترهي سان پهريون قدم سنڌ يونيورسٽيءَ جي لائبرريءَ ۾ وجي ڪُٽو ۽ بعد ۾ لياقت نيشنل لائبرري ڪراچي، اردو ڪاليج ڪراچي، سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي ڏي رخ رکيم. موقعي آهر خانگي لائبريرن جهڙوڪ : جناب ڊاڪٽر بلوچ صاحب، پير حسام الدين شاه صاحب راشدي، ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ صاحب ۽ سيد راشد صاحب برهانپوري جون پڻ دقيق نظر سان اٿلايم پٿلايم رَجُ جيتري مدد ملي. انهن محترم صاحبن کي بنده ڪيئن وساري، جن بزرگوارانه شفقت فرمائي دستگيري ڪئي. محترمي جناب عطا حسين شاه موسوي ۽ محبي محبوب علي صاحب چنا به جيڪي پال پلايا، سي ڳائڻ وٽان آهن.

"چڱا ڪن چڱايون، مَٺايون مَٺن،
جو وڙ جڙي جن سين، سو وڙ سيئي ڪن."

ان بعد وري درگاهن شريف جي زيارت ڪندو رهيس. سائين نَٿُو شاه ڪوٽڙيءَ واري جي درگاه جي سجاده نشين سيد جعفر شاه به ڪرم فرمائي ڪري پنهنجا فارسي قلمي نسخا وغيره بنده جي حوالي ڪيا.

درگاه شريف ٽنڊو جهانيان جي سجاده نشين ۽ مڙني صاحبزادن توڙي شاه پور جهانيان درگاه شريف وارن هن حقير پُرُ تقصير عقيدتمند مريد سان ذره نوازي ڪري، پنهنجي خاندان جي تاريخ مرتب ڪرڻ ۾ دل کولي، گهڻي مدد ڪئي، سا بيان جي محتاج نه آهي.

اڻائين اپار، مون سين پلي پال ڪئا.

شاه ڀٽائي

گهربل تحقيق جيترو ذخيرو تہ گڏ ٿي ويو، ليڪن درگاهہ جي عقيدتمندي جي نقطهءِ نگاه کان اڻ پورو سمجهيم، ڇاڪاڻ تہ پنهنجي سمجهہ موجب ڪٿي نہ ڪٿي سُجهيَلُ نسخو يا صدري خزانو ڇاٽي ٻجهي نظرانداز ڪرڻ معنيٰ امانت ۾ خيانت ڪرڻ! تنهنڪري هندوستان وڃڻ جو پڪو پَهُہ ڪيم، جو آتي گهڻو ڪجهہ سُجهيو پئي. پهريائين انجمن اسلام اردو ريسرچ انسٽيٽيوٽ بمبئي جي سربراه نجيب - اي - ندوي صاحب سان دوچار ٿيڻ جو موقعو مليو. واه جا مدد ڪيائين! اهڙيءَ طرح بمبئي يونيورسٽي، ايم-ايس يونيورسٽي ٻڙودو، گجرات ڪاليج احمد آباد، جناب پير محمد شاهہ لائبرري احمد آباد، پنڊارڪر ريسرچ انسٽيٽيوٽ پونا لائبرري، ۽ سينٽرل ٻڙودو لائبرريءَ ۾ چڱو وقت صرف ڪيم. آتان جي رهندڙ سنڌي پروفيسر صاحبان ۽ اهل قلم حضرات کان بہ دل موافق دانُ مليو.

حضرت قطب عالم جي بٽوه واري درگاه، حضرت شاهہ عالم جي رسول آباد (احمد آباد) واري درگاهہ، شاهہ محمود ٻڙوده واري درگاهہ جي آستانہ ليسي نصيب ٿي ۽ مقصد جا موتي ميڙيم، ٻڙودي ۾ آرڪيالاجيءَ جي ڇاڻ ڪي وٺي، شاهہ محمود جي مقبره تي پهچي، ڪن نتيجن تي پهتس.

هڪ فارسي قلمي بادشاهي فرمان پڙ پيو، جنهن جو فوٽو ورتو ويو ۽ ان شڪستہ خوشخطي ڪي سالم صورت ڏيڻ لاءِ جناب ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ صاحب ۽ راشد صاحب برهانپوريءَ ڪافي جدوجهد ڪئي.

ٿورا نہ ٿورا، مون تي ماروئڙن جا:
پلاڻيءَ پيرا، ڳڻي ڳڻيان ڪيترا.

شاه ڀٽائي

فقير قطب علي شاهہ صاحب جهانيان، ٽاٽي بولا خان جي پاسي، ٽڪرن جي غارن ۾ جي ڏها ۽ چِلا ڪڍيا هئا، تن هنڌن تي پڻ وڃڻ ٿيو. ان وقت جا سندن تبرڪات اجا تائين قائم آهن، جي ڏيکارين ٿا تہ ڪهڙي هنڌ ۾ ڪهڙي نموني مراقبي ۾ ويهندا هئا. غار جي مٿان هڪ نِمُ جو وڻ اجا تائين سندن يادگار طور قائم آهي، جنهن جو ٿُڙُ هڪ، سندس ڏار ٻہ. هڪ جا پن نم

جا ۽ انهن جو ذائقو نه جهڙو، پئي جا پن گدامڙيءَ جا ۽ ذائقو به گدامڙيءَ جهڙو! تحقيق فقيرن جي ڪمائيءَ ۽ منزل جا اهي ئي اهڃاڻ آهن.

نڪي اڏيائون، نڪي ڏاهي هليا،
اهڙيون آجهائون، جيجان جوڳيڙن جون.

شاه ڀٽائي

جڏهن اباڻي ڳوٺ ٽاروشاه (ضلعي نواب شاه) هاءِ اسڪول ۾ ننڍڙو شاگرد هوس، تڏهن هڪ دفعي والد صاحب جي هٿ اکرين پنا هٿ چڙهيا، جي سندم والد، مرشد سائين قطب علي شاه جي خدمت سڳوريءَ ۾ رهي لکيا هئا. هن مواد ۾ مرشد سائينءَ جي حياتي مبارڪ ۽ ارشادات تي روشني وڌل آهي. بس، پڙهڻسان ويراڳ وٺي ويو. دل ۾ پهه پچايم ته اجا به جيڪڏهن وڌيڪ مواد حاصل ٿئي ته بهتر. پوءِ وقت بوقت سندن مبارڪ حياتيءَ متعلق جو ڪجهه ملندو رهيو سو قلمبند ڪندو ويس. نتيجو اهو نڪتو، جو چند سالن بعد ڪافي ذخيرو گڏ ٿي ويو. ان وچ ۾ محترم دوست مسٽر جهامنداس ڀاٽيا (سابق پروفيسر گورنمينٽ ڪاليج شڪارپور) ڪتاب ڇپائڻ جو اشتياق ڏيکاريو، جنهنڪري بصد خوشي، سموري ذخيري ڪي، سندن سپرد ڪيم. پاڻ ٽاهي ٽُڪي ۽ سنواري سينگاري ڪتاب بنام "سائين قطب علي شاه" سنه ١٩٤٧ع ۾ شايع ڪرايو، جو عوام ۾ عموماً ۽ مريدن ۾ خصوصاً مقبول ٿيو.

هن ڪتاب تيار ڪرڻ ۾ پورا چار سال گذريا آهن، هي عرصو ڪو گهٽ عرصو ڪونهي! تڏهن به ڪتاب ڪي اهڙو ڪاميابيءَ جي ڪڙيءَ تي پهتل نٿو سمجهان، ڇاڪاڻ جو مواد هڪ هنڌان گڏ ڪيل نه آهي، جو هام هڻجي، هيءَ ته ميڙ چونڊ ڪيل آهي. جيڪڏهن پورو ۾ پاڳا مان ها ته پورو ۾ پير نه رکان ها. ڪتاب مڪمل ڪرڻ ۾ از حد جاکوڙ ڪرڻي پيئي. بهر حال "حال حبيبان پيش پريان" جي مصداق ورهين جو سانڍيل ۽ سهيڙيل قلمي ذخيره صفحهٔ قرطاس تي آڻجي ٿو. پنهنجي پڳورجي پورهئي کي پارکن آڏو رکجي ٿو، ڏسجي ته سندن ذوق چا ٿو بولي! سندن نظر، قلم جي نوڪ تي کهڙا ٿي خيال چڙهي:

محبت رکي من ۾ رنڊا روڙيا جن،
تن جو صرافن، اڻ توريوئي اگهايو.

شاه ڀٽائي

اسان جي سڳوري ۽ سڀاڳڙي سنڌ ۾ حسني، حسيني جيلاني ساداتن جي آمد جو سلسلو ڇهين صديءَ جي شروع ۾ ٿيو(١)، جڏهن اميرڪبير سيد قطب الدين مدني رحہ (حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني رحہ جو پاٽيجو) سنڌ ۾ آيو ۽ پوءِ سنڌ مان ئي هيءُ خاندان ۽ سندن طريقو هندوستان ۾ به پکڙجي ويو.

سيد علي، جنهن جي اڳواڻي هيٺ، بغداد جي خليفي عربن کي راجا ڏلوراءِ جي سامهون ٽيڻ لاءِ چاڙهي موڪليو، تنهن لکي (ضلعي دادو) وٽ مستقل سڪونت اختيار ڪئي. سيد علي جي پنيان آن شهر کي ”لڪ علوي“ ڪري سڏيائون. سيد عليءَ جو اولاد ’لڪياري سيد‘ سڏجڻ لڳا. اڳتي هلي لڪياري ساداتن مان هڪ شاخ ”راشديه“ نڪتي، جنهن جون هن وقت سنڌ ۾ ٻه گاديون آهن، هڪڙي ’ڪنگريءَ‘ واري، ۽ ٻي ’پير جهنڊي‘ واري.

سنڌ ۾ حسيني ساداتن جون ڇهہ شاخون آهن: هڪ شاخ ”رضوي سيد“ آهن: رضويہ سادات جو سلسلو سندن جد اعلیٰ سيد محمد مڪيءَ جي بکر ۾ اچڻ کان پوءِ شروع ٿيو. هو ايران کان (٢) سنہ ١٢٦٠ع ۾ آيو. پوءِ سندس اولاد اوڏ ۽ بنگال ۾ پکڙجي ويو. هن سلسلي جا سادات روهڙي، نصرپور، ٽنڊي الهيار، ٺٽي ۽ نواب شاه ضلعي ۾ پڻ آهن.

ٻي شاخ ”مٽياري“ يا ”متعلوي“ سيد آهن. هن شاخ جو بنياد هڪ سپہ سالار حيدر شاه وڌو، جو تيمور گورگان (مرزا پير محمد) سان گڏجي ملتان جي رستي هندوستان ۾ ١٣١٨ع ۾ آيو هو. پٽ شاه، اچڻ شاه، پانوٽ، خانوٽ، خيبر، آڏيرو لعل، حاجي پور، ٽکور (ٽکڙ)، بلڙي، ڏنيڏي، سيدپور ۽ ٻين ڪيترن هنڌن تي سندن سڪونت آهي.

ٽين شاخ آهي ”انجوي شيرازي“ جنهن جو بنياد سيد محمد وڌو، جو ايران مان سنہ ١٣٨٣ع ۾ ڄام صلاح الدين جي وقت ۾ لڏي اچي ٺٽي ۾ رهيو. هيءَ شاخ بدين ۽ ٻين شهرن ۾ رهي ٿي.

چوٿين شاخ ”آغائي“ سادات آهن. هنن جو بزرگ ايران مان ٽالپرن جي وقت ۾ سنڌ ۾ آيو. هي شيعا آهن ۽ سڀ ٽالپر هنن کي عزت جي نگاه سان ڏسن

(١) جنت السنڌ از رحيم داد مولائي شيدائي (١٩٥٨ع) ص٣٣٥.
(٢) سنڌ گزيٽيئر ب پارٽ پاگو ٢ حيدرآباد ضلعو (١٩٢٧) صفح ٧.

ٿا. حيدرآباد جي ويجهو ڦليليءَ تي ٽنڊو آغا اسماعيل شاهه ۾ سنڌن هڪ شاخ آهي. ٻيون شاخون به ٻين هنڌن تي پکڙيل آهن.

پنجين شاخ "شمسي سبزواري" ساداتن جي آهي. هي پنهنجو نسل حضرت امام جعفر صادق جي وڏي فرزند حضرت اسماعيل کان ڳڻين ٿا. هي سادات ٽنڊي محمد خان وغيره ۾ رهن ٿا.

ڇهين شاخ "بخاري" سادات آهن. هن جون وري ٽي شاخون ٿيون. "جهانيان پوٽا"، "وهڻائي" ۽ "معشوق پوٽا" سيد. جهانيان شاخ جو بنياد شاهه پور جهانيان (تعلقو مورو) ۾ مخدوم جهانيان جهان گشت جي اولاد مان سيد حامد عرف شاهه مراد سنه ١٥٢١ع ۾ وڌو. جهانيان پوٽا حيدرآباد ڪئنٽونمينٽ، گدو بندر ۽ شاهه پور جهانيان (مورو تعلقو) ۾ رهن ٿا؛ "وهڻائي سيد" ٽنڊي باگي وغيره ۾ رهن ٿا. "معشوق پوٽا"، بدين پاسي مهتاب علي شاهه جي ڳوٺ وغيره ۾ رهن ٿا(١).

## ڪتاب جي متن بابت

سي ٻوڇارا ٻرُ ٿيا، سمنڊ سيويو جن،
آنداﺋون عميق مان، جوتي جواهرن،
لڌاﺋون، لطيف چئي، لعلون مان لهرن،
ڪانهي قيمت تن، ملهه مهانگو آن جو.

شاهه ڀٽائي

جنهن صورت ۾ هن ڪتاب جو مقصد آهي جهانيان خاندان جو احوال، تنهن صورت ۾ بخاري خاندان جي باني، سيد شير شاهه جلال سرخ پوش بخاريءَ کان حالات جو آغاز ڪيو ويو آهي.

سڄو جهانيان خاندان، اهل الله مردن ۽ صاحب دل وارن جو آهي. فقير سيرت ۽ فقير صورت وارن سان پريل رهندو آيو آهي. منڍ کان ئي وٺي يعني حضرت سيد جلال سرخ پوش بخاريءَ کان وٺي اڄ تائين يعني سائين غلام مهدي شاهه جن تائين ڏسبو ته مرد مولا پشت به پشت ٿيندا ٿا اچن.

(١) معشوق پوٽا سادات جا ٻيا به ڪيترا خاندان سنڌ جي مختلف حصن ۾ آباد آهن.

سيڪين ڪَـدُ سلام ڪي، ڪرين ڪَـدُ نہ سلام،
پيا در تن حرام، ايءَ دَرُ جنين ديکيو.
شاه ڀٽائي

پر ادب ۽ شاعريءَ جو رنگ بہ پيڙهي بہ پيڙهي چڙهيل اٿن. حضرت جلال‌الدين مخدوم جهانيان جهان گشت ڪيترائي ڪتاب فارسيءَ ۾ قلمبند ڪيا. حضرت شاه عالم، شيخ احمد بخش مخدوم، ماه عالم، مقبول عالم (جلالي)، مقصود عالم (رضا)، بدرعالم (صفا)، محبوب‌عالم، حميد عالم وغيره گجرات ۾ وڏا شاعر ۽ مصنف ٿيا. سنڌ ۾ حضرت فتح الدين شاه فارسيءَ ۾ بلند پايہ جا شاعر ٿي گذريا آهن. سندن فرزند فقير قطب علي شاه، سنڌي، سرائيڪي ۽ هنديءَ ۾ چڱو شعر چيو آهي. سندن وڏو فرزند روشن‌علي شاهہ بہ اعليٰ درجي جو سنڌي، فارسي، سرائيڪي ۽ اردو زبانن جو شاعر هو. ٻئي فرزند، شمس الدين شاه بہ ڪجهہ ڪلام چيو آهي. روشن علي شاه جا ٽيئي فرزند، هادي‌بخش شاه مسڪين ۽ غلام عباس شاه، شاعر هئا. ٻهرئين صاحب جو ڪلام تہ اڻاه آهي ۽ سڄو قلمي آهي، جنهن کي کوجنا ڪري، سوڌي سنواري، لکي تيار ڪرڻ لاءِ سخت محنت ۽ جفا ڪشي ڪجي تہ پوءِ "ڪليات مسڪين" هڪ ناياب ڪتاب ٿي پوندو. اُميد تہ سنڌي ادب جو ڪونہ ڪو پانڌيڙو هن ڏِس ۾ توجهہ ڏيئي، پاڻ موکيندو. غلام شاه پڻ سٺو شاعر ٿيو آهي. مهدي شاه تہ هن وقت بہ اعليٰ شاعر آهي. نجف علي شاه ڪمتر ۽ لطف علي شاه منظور بہ هينَ وقت جا سٺا شاعر آهن.

هنج مڙيئي هنج، ميرو منجهن ناه ڪو،
جتي رهن سنجهہ، سو سَرُ ڪن سُرهو.
شاه ڀٽائي

اِنهن مڙني جي ڪلام وغيره جو انتخاب پيش ڪيو ويو آهي. ڪوڙئين ڪتابن مان ذخيرو گڏ ڪري، اُن کي (سلجهائي) سليس سنڌي عبارت ۾ آندو ويو آهي. هر هڪ بزرگ جي حياتي ايڏي تہ وسيع ۽ وچتر آهي، جو هر هڪ لاءِ خلاصو ڪتاب گهرجي. بنده هرهڪ جو فقط مختصر احوال ڏنو آهي.

جيئن تہ جهانيان خاندان وارن بزرگن جون سوانح عمريون ۽ ڪلام گوهرن جا گنجينا آهن، تنهنڪري انهن جي شايع ڪرڻ سان اسان جو سنڌ جو ملڪ وڏيڪ ونهيو ٿي پوندو.

هن ڪتاب ۾ فوٽا پيش ڪيا ويا آهن. ڪتاب ڇگو خاصو ضخيم ٿيو آهي، هن ڪتاب ۾ اوس ڪي غلطيون ٿيل هونديون، مگر آهي نظرانداز ڪري درست ڪرڻ ۾ ملوڪن جو مرڪ آهي.

تاڃي ڏوريائون، ته عيب نڪتا اڳيان،
ڪوڙي ڪاپائتن ڪي، پڙ ۾ پڇيائون،
اڳلڙي آئون، مون ڪان پڙا پڳا نه ٿيا.

شاهه ڀٽائي

ٻـر

جا سنهو ڪتڻ نه سکي، سا مر رنيا ئي روڙي،
سُت انهيءَ جو سڦرو، ويا ترازيءَ ڏوري،
ٿلهي ۽ ٿوري، ويچاريءَ سان وڙ ٿيو.

شاهه ڀٽائي

هن ڪتاب جي تيار ڪرڻ ۾ صحيح معنيٰ ۾ رهنمائي سنڌ جي چوٽيءَ جي اديب جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪئي آهي، جنهن صاحب هروقت خنده پيشانيءَ سان منهنجي ڪچي ڦڪي مواد کي اصلاح جي قلم سان پڪو ۽ پختو پئي ڪيو آهي. اها حقيقت آهي ته جيڪڏهن سندن رهبري شامل حال نه هجي ها، ته هھڙو ضخيم ڪتاب ڇئن سالن جي ٿوري عرصي ۾ ميدانِ عمل تي نه آئي سگهان ها. مهرباني.

لاکي لهي ڪنئي، اسان اوڏڙين جي
ڪندو ڪانه ٻي، اڳ وسوڙي آهيان.

شاهه ڀٽائي

تاريخ ۳۱ جنوري ۱۹۶۰ع

وي. جي. متائي طالب

هيڊ ماستر، ميونسپل هاءِ اسڪول

قمبر (لاڙڪاڻو)

# باب پهريون

## شجرو

جهانيان خاندان جو نسب ۽ مخدوم جهانيان جهان گشت جي وسيلي سان، سيد شير شاه جلال سرخ پوش بخاريءَ سان وڃي ملي ٿو: سيد جلال سرخ پوش بخاري جو نسب هيٺئين ريت سورهن واسطن سان حضرت علي مرتضيٰع تي پهچي ٿو:

حضرت سيد جلال سرخ پوش بخاري بن سيد ابو المويد علي بن سيد جعفر بن سيد محمد بن سيد محمود بن سيد احمد بن سيد عبدالله بن سيد علي اصغر بن سيد جعفر ثاني بن امام علي نقي بن امام محمد تقي بن امام علي موسيٰ رضا بن امام موسيٰ ڪاظم بن امام جعفر صادق بن امام محمد باقر بن امام زين العابدين بن امام حسين بن حضرت علي مرتضيٰ ع.

سيد جلال بخاري کي پنج فرزند ڄاوا(۱): پهريون سيد علي، ٻيو سيد جعفر، ٽيون سيد بهاءُالدين (معصوم)- چوٿون سيد محمد غوث- ۽ پنجون سيد احمد ڪبير.

سيد احمد ڪبير کي ٻه فرزند ٿيا: هڪڙو سيد جلال الدين مخدوم جهانيان جهان گشت ۽ ٻيو صدرالدين راجو قتال. سيد جلال الدين جهان گشت کان جهانيان خاندان شروع ٿئي ٿو. هي سيد جلال بخاريءَ جو پوٽو ۽ حضرت علي مرتضيٰع جن جي اٺيهين پيڙهي آهي.

---

(۱) فرشته جلد ۲ ص ۴۱۵ تي ٽي فرزند ڏيکاريل آهن. انهن جا نالا: ۱- سيد احمد ڪبير ۲- سيد بهاءُالدين ۳- سيد محمد. سمجهجي ٿو ته اهي ٽي نالا انهن فرزندن جا آهن، جي ڪيس هندوستان ۾ اچڻ کان پوءِ ڄاوا. سيد احمد ڪبير وڏو فرزند ڏيکاريل آهي، مگر تاريخ اچ ص ۳۹، ۹۰ ۽ ۱۰۰ تي ۽ تحفة الڪرام ۾ چار فرزند ڏيکاريل ۽ پنجون فرزند سيد بهاءُالدين (معصوم) نه ڏيکاريل آهي. ٻيو ته سيد علي وڏو فرزند ڏيکاريل آهي. تاريخ اچ ص ۱۰۰ ۽ ۱۱۳ تي ائين وڌيڪ ٻه ڏيکاريل آهي ته سيد جلال بخاريءَ جو سجاده نشين سندس وڏو فرزند سيد علي ٿيو ۽ اها گادي نشيني انهي خاندان ۾ سيد رحمت الله چاند ناچراغ تائين رهي. پوءِ سيد جلال بخاريءَ جي ننڍي فرزند، سيد احمد ڪبير جي خاندان منجهان مخدوم حسن جهانان جو مخدوم جهانيان جي ائين پڙهي ٿيو، تنهن جي حوالي ٿي.

# شجرو سيد جلال بخاريءَ کان مخدوم جهانيان تائين




مخدوم جهانيان کي چار فرزند ٿيا : سيد محمود ناصرالدين، سيد محمد، سيد علي ۽ سيد عبدالله قتال. سيد نر ناصرالدين کي ۲۵ فرزند ٿيا. ۱- سيد حامد کبير ۲- سيد برهان‌الدين قطب عالم (احمدآبادي) ۳- سيد فضل‌الله ۴- سيد علم‌الدين ۽ ٻيا ايڪيهه. هنن ايڪيهن مان ۱۰ اولاد وارا ٿيا ۽ ۱۱ بنا اولاد (۲).

(۱) سفينه‌ السادات بخاريه (قلمي) موجب سيد احمدکبير جو وصال ۱۱۳ ورهين جي عمرجي ورهين ڪ ۾ ۵ محرم سنه ۷۵۶هه آڌي رات ٿيو. (۲) مخدوم محمود ناصرالدين جا ۲۱ فرزند : ۱. صفي‌الدين ۲. شمس‌الدين ۳. علاوالدين ۴. شهاب‌الدين ۵. سراج‌الدين ۶. نظام‌الدين (لاولد) ۷. اسدالله ۸. اسماعيل ۹. شرف‌الدين ۱۰. عبدالوهاب ۱۱. عبدالله ۱۲. شيخ شادن (لاولد) ۱۳. شيخ محسن جهانيان (لاولد) ۱۴. قطب‌الدين (لاولد) ۱۵. ڪمال‌الدين (لاولد) ۱۶. جلال‌الدين (لاولد) ۱۷. صلاح‌الدين (لاولد) ۱۸. زين‌العابدين (لاولد) ۱۹. عبدالحق (لاولد) ۲۰. رڪن‌الدين (لاولد) ۲۱. بهاوالدين (لاولد).

سيد ناصرالدين ٢٢ رمضان المبارڪ سنہ ٨٠٠ھ ۾ ٦٠ سالن جي عمر ۾ وصال ڪيو(١).

وڏو پٽ سيد حامد ڪبير گادي نشين اُچ ۾ ٿيو. سيد برهان الدين گجرات (هندوستان) ۾ وڃي رهيو، جنهن جو سلسلو اتي ٻڌيو(٢). سيد فضل الله قطب مدار جو سلسلو پڻ جدا ٻڌيو ۽ هن سلسلي کي اُچ ۾ ديوان صاحب جي لقب سان ڪوٺيو وڃي ٿو. سيد علم الدين جو سلساو جدا ٻڌيو، جو بٽالي ۾ آهي. مخدوم جهانيان جي اُچ شريف جي گادي نشينيءَ جو سلسلو هيٺئين نموني هلي ٿو(٣).

١- سيد محمود ناصرالدين ٢- سيد حامد ڪبير ٣- سيد رڪن الدين ابوالفتح ٤- سيد محمد فتح ڪيميا نظر ٥- سيد حامد ٻيو عرف شاه مراد.

سنہ ٩٣٦ھ ۾ شاه حسين ارغون اُچ تي حملو ڪيو هو ۽ اُچ برباد ٿي ويو هو، تنهنڪري سيد حامد اُچ ڇڏي، عيسيٰ خيل (ضلعي ميانوالي) هليو ويو، جتان سنڌ ۾ آيو(٤).

سنڌي جهانيان پوٽن جو شجرو هتان شروع ٿيندو.

سيد حامد جي سنڌ ڏانهن وڃڻ بعد، اچ جو سجاده نشين، سندس فرزند مخدوم محمد علي راجن سدا پاڳ ٿيو. هن مبارڪ خان لانگاه جي نياڻي سان نڪاح وڏو، جنهن سان سيد زين العابدين شاه فرزند ڄايس، مگر پنهنجي والد صاحب جي جيئري انجو انتقال ٿيو، تنهنڪري پوءِ سيد زين العابدين شاه جو فرزند سيد حسن جهانيان جــاءِ نشين ٿيو. تنهن کان پوءِ سندس فرزنـد سيد محمود ناصرالدين ثاني (ٻيو)، ۽ بعد ۾ سندس فرزند مخدوم نوبهار ڪلان، گادي سنڀالي؛ پوءِ سندس فرزند مخدوم حسن جهانيان ثاني (ٻيو) سجاده نشين ٿيو. جيئن تہ هــن حضرت کي اولاد ڪونہ ٿيو، تنهنڪري سندس ڀاءُ مخدوم ناصرالدين ثالث (ٽيون) جاءِ نشين ٿيو. ڪجهہ وقت کان پوءِ هن سجاده نشيني ڇڏي، پنهنجي ننڍي ڀاءُ مخدوم راجوءَ کي سپرد ڪئي. هن کي ڇهہ پٽ ٿيا. سندس وڏو پٽ مخدوم ناصرالدين رابع (چوٿون) گادي نشين ٿيو. هن کي چار فرزند ٿيا. سندس وفات کان پوءِ، وڏو پٽ مخدوم راجن ڪنگني والا، جنهن کي اولاد ڪونہ ٿيو، ۽ تنهنڪري پوءِ سندس ڀائيٽو مخدوم حامد نوبهار ثاني

(١) تاريخ اُچ ص ١١٠ (٢) تاريخ اُچ ص ١٢٠ (٣) تاريخ اُچ ص ٨٦ ۽ ١١٠ کان ١١٨
(٤) تاريخ اُچ ص ١١٢

(پيو). هن کي ٻه پٽ ڪونه ٿيو. هن ۱۱۵۸ھ ۾ وفات ڪئي (۱). تنهنڪري مخدوم نوبهار ڪلان جي اولاد مان مخدوم محمود ناصرالدين خامس (پنجون) بن غلام شاه ڪلان بن سيد امير شاه بن سيد غلام علي شاه بن مخدوم نوبهار ڪلان، سجاده نشين ٿيو ۽ بعد ۾ پٽس مخدوم نوبهار ثالث (ٽيون). هن کي پاءُ قلندر بخش شاه زهر ڏياريو ۽ سندس هڪ ننڍي پٽ غلام‌شاه کي نظربند ڪرايو، ۽ سندس ننڍڙو پٽ جندڙو شاه سنڌ ڏي ڀڄي ويو. هو وڏو ٿي سنه ۱۲۲۴ھ ۾ موٽي آچ آيو ۽ مخدوم ناصرالدين سادس (ڇهون) جي لقب سان سجاده نشين ٿيو (۲). هن کي ڇهه فرزند ٿيا: ۱- محمود شاه، جو سنڌ ۾ چائو هو. ۲- غلام راجن شاه ۳- ڪريم حيدر شاه. ۴- الله بخش شاه. ۵- فتح شاه. ۶- نبي بخش شاه. وڏو پٽ محمود شاه، مخدوم حامد نوبهار رابع (چوٿون) جي لقب سان، پيءُ جي وفات جي تاريخ ۹ ربيع‌الاول سنه ۱۲۶۶ھ بروز خميس سجاده نشين ٿيو. خميس رات تاريخ ۲ ذوالقعده سنه ۱۲۸۱ھ شهيد ٿيو. هن کي نرينو اولاد ڪونه ٿيو، تنهنڪري سندس ڀائيٽو مخدوم ناصرالدين سابع (ستون) پٽ غلام راجن شاه ڪانئس پوءِ گادي نشين ٿيو. هو سنه ۱۲۶۴ھ ۾ ڄائو ۽ ۱۳۲۲ھ ۾ وفات ڪيائين. کيس هڪ فرزند هو، جنهن جو نالو حضور بخش شاه هو، جو مخدوم نوبهار خامس (پنجون) جي لقب سان گادي تي ويٺو. ۶ شعبان سنه ۱۳۴۰ھ را بقا ڏي ويو. کيس ٻه فرزند، حسين بخش شاه ۽ غلام عباس شاه هوا. سيد حسين بخش شاه، مخدوم ناصرالدين ثامن (اٺون) جي لقب سان ۱۵ شعبان سنه ۱۳۴۰ھ ۾ سجاده نشين ٿيو.

---

(۱) تاريخ اچ سيد جلالي، مصنف فيض محمد (۱۳۵۳ھ ملتان) (۲) تاريخ اچ صفحي ۱۱۴ لکيل آهي ته "مخدوم ناصرالدين سادس اچ ۾ اچي شيعي مذهب جو بنياد وڌو ۽ پنهنجي جو سهروردي طريقو ترڪ ڪيائين، جو ته سنڌ ۾ ٽالپر مير سهراب خان ٽالپر جي اثر هيٺ شيعي مذهب اختيار ڪيو هوائين". هي درست نه آهي، جو ته خود حضرت پير پير جلال سرخ بخاري جي هن خاندان جا پاپو وجهندڙ هوا، سي شيعي مذهب جا هوا ۽ محرم جو ماتم سندن وقت چالو ٿيل آهي.

# شجرو سنڌي جهانيان پوٽا

سيد مخدوم حامد شاهه عرف شاهه مراد بن سيد محمد فتح ڪيميا نظر
(سنڌ ۾ اُچ شريف کان آيل ۾ اتان ڪڇ ۾ بڙودي پوءِ روانو ٿيل)
از بطن دختر سردار غفور خان ٻُگو

سيد شاهه محمود (اول)
(پوءِ بڙودي روانو ٿيل)

از بطن دختر ناصر شاهه لڪياري

- شاهه حامد
  - شاهه محمود (دوم) (شاهه پور جهانيان تعلقه مورو سنڌ ۾)
    - حامد شاهه
      - بلند شاهه
      - بهاول شاهه
      - اسحاق شاهه
      - دين شاهه
    - دين شاهه
      - قادر بخش شاهه
        - صاحبڏنو شاهه
        - ڏنل شاهه
          - ڪوٽ ٻُگا
            - ڪوڙل شاهه (لاولد)
            - صوفن شاهه (لاولد)
            - تقي محمد شاهه
        - مراد شاهه
          - محمد شاهه
            - مراد شاهه (لا ولد)
            - غلام علي شاهه
              - مراد شاهه (لا ولد)
      - بقا شاهه
        - ڳوٺ ٻُگا (شاهه پور جهانيان)
          - خير شاهه
            - بچل شاهه (لا ولد)
            - ابراهيم شاهه
              - علي قاسم شاهه
          - نبي بخش شاهه (لا ولد)
          - چڱل شاهه (لا ولد)
    - اسحاق شاهه
      - غفور شاهه
      - نجف علي شاهه
      - ويڌل شاهه (اولاد جو شجرو ڌار ڏنل)
    - حسن شاهه (لا ولد)
    - باقر شاهه (لا ولد)
    - جعفر شاهه (لا واولد)
    - غفور شاهه
    - موج دريا
    - اميرعلي شاهه
  - شاهه حسن جهانيان (پٽ جو اولاد ڪونهه)
- شاهه مراد قلندر (معصوم)

ـــــ هلندڙ

—اڳئين صفحي تان هلندڙ

صاحبڏنہشاه بن قادربخش شاه

آميد علي شاه (لاولد) | آندل شاه

حيدرشاه

(گدوبندر اچي رهيل)

عباس علي شاه | غلام مصطفیٰ شاه (لاولد) | قادربخش شاه (لاولد)

حيدرشاه | ڏتل شاه (حيات) | علي بخش شاه (حيات)

ڪلب حسين شاه | شوڪت علي شاه

تقي محمدشاه بن ڏنل شاه

پيرل شاه

تقي شاه عرف جهوڙل شاه (لاولد)



ويڌل شاه بن اسحاق شاه

پهرئين گهر شاه پورجهانيان جي قاضي خاندان جي بيبي حيات خاتون مان

بهاول شاه ٽنڊوجهانيان ۾ | اسحاق شاه (نرينواولاد ڪونہ ٿيو)

پريل شاه

ٻئي گهر شاه صدر پوٽا ٽنڊي چام واري خاندان جي بيبي لطيف خاتون مان

ڪامل شاه | بلند شاه | شيرمحمدشاه | فتح الدين شاه (جاڙا ڀائر ڪڇ ۾ چاول)

غفور شاه (گدو بندر)

شاه پور جهانيان ۾

امام بخش شاه (لاولد) | چنل شاه (لاولد) | گنج بخش شاه (لاولد) | حامد شاه | الله رکيو شاه (لاولد)

ٽئين گهر بيبي صالحہ خاتون مان

حامد شاه (لاولد) | غلام شاه (لاولد)

چوٿين گهر مهران خاتون مان

قمرالدين شاه (لاولد)

—هلندڙ

اڳئين صفحي تان هلندڙ

پريل شاه بن بهاول شاه

محمدعلي شاه | اسحاق شاه | بهاول شاه (لاولد) | حسن علي شاه

اسحاق شاه: بهاول شاه | نياز حسين شاه (لاولد)

حسن علي شاه: عبدالحسين شاه | غلام رسول شاه | علي ڏنہ شاه (لاولد)

عبدالحسين شاه: فدا حسين شاه

محمدعلي شاه: امداد علي شاه عرف دادن شاه (حيات) | جعفرعلي شاه | سلطان شاه (لاولد)

جعفرعلي شاه: علي حيدر شاه | جهانيان بخش شاه عرف سلطان علي شاه | محمد علي شاه | منظور علي شاه

حامدشاه بن ڪامل شاه

چنل شاه (لاولد) | امام بخش شاه

امام بخش شاه: ڪامل شاه (لاولد) (وڏو درويش هو، چوڌڳي شهدادپور واري رستي تي، قاسم ٻنگي جي ڳوٺ ۾ "ونگي" نالي جوءِ ۾ مدفون) | هادي بخش (حسن جهانيان سان مدفون) | غلام مهدي شاه (حيات) | ڏني بخش شاه (حسن جهانيان سان مدفون) | رسول بخش شاه لاولد (درگاه "سانڌم" تعلقہ ڳنبٽ) اُتي پراڻي درياه جي ڍوري ۾ ڍنڍ جو نالو "سانڌم".

ڏني بخش شاه: گنج بخش شاه (حيات) | علي نواز شاه (حيات)

هادي بخش: مولابخش شاه عرف علي گل شاه | ڪامل شاه | علي رضا شاه | شهاب الدين شاه | سيد علي شاه



## ويڌل شاه بن اسحاق شاه



—اڳين صفحي تان هلندڙ






# باب ٻيو

## اُچ

ساري رات سبحان، جاڳي جني ياد ڪيو،
ان جي، عبداللطيف چئي، مٽيءَ لڌو مان،
ڪوڙين ڪن سلام، اچي آڳهه ان جي.
شاه ڀٽائي

اُچ، جتي جهانيان خاندان جي وڏن اچي ڏيرو ڪيو، سو هڪ قد
۽ مشهور شهر آهي. جڏهن حضرت سيد جلال بخاري اتي آيا، تڏهن ترڪست
جي شهرن جي نالن جي نموني تي، ان تي ”اُچ“ نالو پاڻ رکيائون: جيئن و
ترڪستان ۾ ”اُچ ڪرخان“ ۽ ”اوچڪ“ نالي شهر آهن(۱).

موجوده زماني کان اڳ واري زماني جي احوالن ۾ اُچ بابت پڻ ذڪر م
ٿو. هيءُ ياڏيوا آرين جو تختگاه هو. قديم زماني ۾ راوي ۽ ستلج هت مه
۾ پونديون هيون. مهاڀارت جي ڏينهن ۾ سندس نالو اسڪلنده (Askalanda) هو(
سڪندر اعظم جي هندوستان تي حملي واري وقت ۾ پڻ هن شهر جي وجود
ثابتي ملي ٿي. سڪندر اعظم جي وقت ۾ مٿس ”سڪندريه“ نالو رکيل
سنڌ جي هندو، جيني ۽ ٻڌ راجائن جي حڪومتن جي وقت ۾ پڻ هي
موجود هو.

راجا ساهسي جي ڇهه قلعا سنڌ ۾ تيار ڪرايا هوا، تن ۾ هڪ
اچ جو ٻه هو؛ مگر هن بستيءَ تي جدا جدا نالا پيل هوا. ڪننگهام پنهن
قديم جاگرافيءَ ۾ جو نقشو ڏنو آهي، تنهن ۾ هن جو نالو ”اسڪالنده آ
ڏيکاريو ويو آهي. ”گزيٽيئر بهاولپور“ ۾ ڏيکاريل آهي ته سنه ۷۷ع ۾
هوڊ- جو هن علائقي جو حڪمران هو- اتي هڪ قلعو ٺهرايو هو،

(۱) تاريخ اُچ (اردو) ص ۷ کان ۱۷.
(۲) تاريخ سنڌ (اردو) ص ۲۹۳. تاريخ تمدن سنڌ ص ۷۳.

جو نالو ”هوڊ“ رکيو ويو. اهو لفظ آهستي آهستي بدلبو ”هوچ“ ۽ ”اُچ“ ٿي ويو.

ڪرنل منچن، جو ڪنهن وقت بهاولپور رياست جو ايجنٽ هو، تنهن هن جو نالو ”تلواڙا“ ۽ ”چاچ پور“ لکيو آهي، ۽ ڏيکاريو اٿس ته: چچ، جو سنه ٦٣١ع ۾ تخت تي ويٺو، تنهن (١) جي ڏينهن ۾ جيڪو راڻي جو تلاءُ ٺهيو هو، تنهن جو نالو چچ رکيو ويو هو، جو پوءِ ڦري اُچ ٿي پيو آهي.

راجا ديوسنگهه پڙهيءَ جي وقت ۾، يعني سنه ٥٧٠ھ ۾، هن جو نالو ’ديوگڙھ‘ هو. چچنامي ۾ هن اچ جي ٻاگي کي ”اشعر“ جي نالي سان سڏيل آهي(٢). ساڳئي چچنامي ۾ مولف اچ کي ’بابيڙا‘ (ٻاٽيا) جي نالي سان پڻ سڏيو آهي (٣). مير معصوم بکريءَ هن جو نالو ”تلواڙا“ لکيو آهي.

اچ جو احوال سنڌ جي تاريخ تي گهڻي روشني ٿو وجهي. قديم زماني ۾ اچ سنڌ جو هڪ حصو هو. نه فقط اچ، مگر پنجاب، بلوچستان ۽ اتر هندوستان جو ڪيترو حصو پڻ سنڌ ۾ شامل هو. جتي جتي سنڌ جي حاڪمن جو قبضو وڃي ٿي پهتو، تتي اهو سڄو ملڪ سنڌ ٿي سڏجڻ ۾ آيو. سنڌ جي هندو راجائن جي وقت ۾ سنڌ جون حدون هڪ طرف ڪشمير ۽ قنوج تائين، ته ٻئي طرف سليمان جبل، مڪران، ديبل، قندار ۽ سيوستان تائين وڌيل هيون. راجا ڏاهر (جو پڇاڙيءَ وارو هندو راجا ٿيو) جي زماني ۾ سنڌ جي حد هيٺين هئي: اتر ۾ جهلم نديءَ تائين، جنهن ۾ ڪشمير جا هيٺانها ضلعا اچي وڃن ٿا، ڪابل جي جبلن تائين حد هئي. اتر اولهه ۾ هيلمند نديءَ تائين. ڏکڻ اولهه ۾ ايران تائين حد هئي، جنهن ۾ مڪران به اچي وڃي ٿو. ڏکڻ ۾ عربي سنڌ تائين. ڏکڻ اوڀر ۾ ڪڇ جو رڻ. اوڀر ۾ راجپوتانا ۽ جيسلمير جي سرحد تائين(٤).

قديم زماني ۾ اچ جي مشهور درسگاهن ٻري جي ماڻهن کي علم لاءِ پاڻ ڏي ٿي ڇڪيو. اچ ۾ هزارين علم جا پانڌيڙا تعليم حاصل ڪندا رهندا هئا. سنه ٦١٣ھ (١٢١٧ع) ۾ علي بن ابوبڪر ڪوفي اچ ۾ اچي رهيو هو. اتي سنڌ جي تاريخ ”چچ نامه“ لکڻ شروع ڪيائين. تڏهن شهر تي پيا

---

(١) انگريزي ڪتاب Sind and its sufis (جيٺمل پرسرام) (٢) آئينهٔ قديم سنڌ، شمس الدين رڪن الدين قريشي (١٩٥٦) ص ٢٠١ (٣) تاريخ اُچ (اردو) ص ١٤-
(٤) تاريخ سنڌ (اردو) مولينا سيد ابوظفر ندوي، (١٩٤٧) ص ٢

نالا رکيل هوا، جيئن مٿي ڏيکاريل آهي. پوءِ پنهنجي تاريخ کي مکمل ڪرڻ جي ارادي سان الور ۾ بکر ويو هو.

هيءَ ڳالهه دلچسپيءَ کان خالي ناهي ته هندوستان جو مشهور تاريخ نويس منهاج السراج، جنهن ”طبقات ناصري“ لکيو آهي، سو سنه ١٢٢٧ع ڌاري اُچ جي درسگاه ۾ پروفيسر هو. قاضي قطب الدين ڪاشاني، جو رسالي ”قاضي قطب“ جو مولف آهي، سو هت اُچ ۾ ئي رهندو هو ۽ سندس مزار به اتي ئي آهي.

سيد باقر عرف شيخ پميو، اُچ جي سيدن مان هو، جنهن ”باقر الاطوار“ لکيو. محمد علي بن شيخ عبدالواسع، جو وڏو بزرگ ۽ شاعر هو، سو هتي ئي ويٺل هو. ان اُچ جي سيدن جو شجرو نظم ۾ لکيو.

مولوي عبدالحڪيم صاحب به اُچ جو باشندو هو، جنهن بهاولپوري زبان ۾ يوسف زليخا جو قصو لکيو. هو پاڻ لکي ٿو:

”اچان وچ مصطفیٰ لائي ميري پاڙ مين عباسي قريشي شيخ هان لاڙ
اچان وچ هي ميرا اصلي ٺڪانه وچ احمد پور دي مشهور تاڻه“

اُچ ۾ بيشمار بزرگن جون مزارون موجود آهن. هيءُ شهر حسني ۽ حسيني ساداتن جو جنم آستان ۽ مدفن آهي. حضرت سيد صفي الدين ڳاذر واڻي، حضرت سيد جلال بخاري، حضرت مخدوم جهانيان جهان گشت، سيد راجو قتال، حضرت بندگي محمد غوث، حضرت شيخ عبدالقادر ثاني (حضرت پيران پير جو اولاد) وغيره هستيون هتي ئي ٿيون. مخدوم عبدالقادر ثاني وڏو عالم ۽ فاضل هو. هن جو هڪ مشهور خليفو شيخ ابراهيم (خليل خدا)، مرزا شاه حسن بيگ ارغون جو همعصر هو. هن جو فرزند گنج بخش شاه پڻ مشهور ولي ٿيو. سيد اسماعيل بخاري، شيخ يحيیٰ اُچي، شيخ ضيائي، شيخ فضل الله، شيخ حماد قريشي ۽ شيخ جمال درويش، هتي جا ڪامل بزرگ هوا. قاضي ابوالخير ۽ قاضي عبدالرحمان اُچ جا مشهور قاضي ٿي گذريا آهن. شيخ شجاع بخاري، ميان سجن صديقي (پٽس)، مخدوم بهاءُالدين (ان جو پوٽو)، مخدوم عثمان، سيد نصيرالدين، شيخ جمال ڪوري، شيخ محمد بن بازيد ڪمال وارا بزرگ به هتي ئي رهيا آهن.(٥)

آچ گهڻين گردشن ۽ انقلابن مان لنگهيو آهي (۱). محمد غزنويءَ ان کي سنه ۴۱۶ھ (۱۰۲۵ع) ۾ فتح ڪيو هو ۽ خليفه قادر بالله جي طرفان مقرر ٿيل حاڪم کي اتان پڇائي ڪڍيو(۲). سنه ۵۷۶ھ ۾ محمد غوريءَ پڻ اتي ٿي قدم ڄمايو. ناصرالدين قباچه (۶۰۲ھ کان ۶۲۵ھ) جي حڪومت آچ تي هئي(۳). تاريخ ۲۸ جماديالاول سنه ۶۲۵ھ (۱۲۲۸ع) اڳاري ڏينهن سلطان شمس‌الدين جي وزير نظام‌الملڪ محمد بن اسد اچ فتح ڪري، ان کي بکر سان ملايو (۴). سنه ۶۴۳ھ (۱۲۴۵ع) ۾ چنگيزي مغل آچ تي ڪاهي آيا ۽ سڄيءَ سنڌ کي لٽيائون. مسعود شاه ولد فيروزالدين شاه کي جڏهن معلوم ٿيو ته مغلن جي لشڪر اچ تي قبضو ڪيو آهي، تڏهن هن اتي پهچي، مغلن کي پڇائي ڪڍيو ۽ قلعو بچائي ورتو. سنه ۶۴۴ھ ۾ ناصرالدين محمود تخت تي ويٺو. هن سنه ۶۴۸ھ ۾ بلبن کي تڙي ڪڍيو ۽ پاڻ اچ ۾ اچي جنگي ڪارروائين ۾ مشغول رهيو. سنه ۶۴۹ھ ۾ شير خان ملتان جي حاڪم کي بلبن جي مقابلي ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو. دهليءَ جي طرفان بلبن اچ جو قلعو، شير خان جي حوالي ڪيو. سنه ۶۴۹ھ ۾ ناصرالدين بن التمش، سنجر کي اچ جو حاڪم مقرر ڪيو(۵). شوال سنه ۶۵۰ھ ۾ خود ناصرالدين اچ ۽ ملتان طرف روانو ٿيو ۽ وري واپس دهليءَ موٽيو. سنه ۶۵۳ھ جي آخر ۾ تاتاري مغلن اچ تي حملو ڪيو ۽ لٽي واپس وريا. سنه ۶۵۶ھ ۾ مغلن وري اچ تي شورش ڪئي، پر سلطان ناصرالدين اچي انهن کي پڇائي ڪڍيو.

بلبن جي وقت کان وٺي، اهو دستور هو ته سنڌ جا اصل حاڪم ديبالپور (ديو پالپور) ۾ رهندا هئا ۽ ان جي هيٺان ملتان، اچ ۽ سيوستان جا حاڪم هوندا هئا.

آچ ۽ سيوستان جا حاڪم صرف شهر ۽ قلعي جي حڪمراني ڪندا هئا، ۽ باقي سڀ علاقا سومرن جي قبضي ۾ هوندا هئا، مگر جلال‌الدين خلجيءَ پنهنجي وڏي پٽ ارڪلي خان کي سنه ۶۹۱ھ ۾ ملتان جو حاڪم مقرر ڪيو،

(۱) تاريخ معصومي (۲) قديم سنڌ (مرزا قليچ بيگ). (۳) تاريخ معصومي (مترجم مخدوم امير احمد) ص ۴۴؛ تاريخ اچ ص ۷۰، آب ڪوثر ص ۱۳۳. (۴) تاريخ معصومي ص ۴۴. (۵) قديم سنڌ (مرزا قليچ بيگ).

چنهن پاڻ کي خود مختار ظاهر ڪيو ۽ سنہ ٦٩٣ھ ۾ اچ ، بکر ، ٺٽي ۽ سيوستان ۾ پنهنجا حاڪم مقرر ڪيائين . سنہ ٦٩٦ھ ۾ علاوالدين خلجيءَ نصرت خان کي سرڪش قومن جي سمجهائڻ لاءِ ، اچ ۾ مقرر ڪيو. علاوالدين خلجي جي حڪم سان غازي ملڪ ، چنگيز خان مغل جي لشڪر سان آچ مقابلو ڪرڻ لاءِ نڪتو. اچ ۽ ٻيو سڄو انهيءَ پاسي جو ملڪ فتح ڪري اتي ئي ويهي رهيو.

پوءِنگر سومري جي حڪومت سنہ ٧٤٧ھ تائين هئي. ان وقت ۾ سومرن ڪافي ترقي ڪئي ۽ اچ تائين قبضو ۽ اقتدار هون. سنہ ٧٤٧ھ ۾ اچ جو حاڪم نصرت خان ٿيو(١) .

سنه ٨٠٠ھ ۾ مرزا پير محمد جهانگير (امير تيمور جي پوٽي) اچ جي قلعي تي چڙهائي ڪئي. هن کي تيمور گورگان سڏين ٿا . هو تاريخ ١٢ محرم سنہ ٨٠٠ھ تي سندو ندي پار ڪري، اچ کان لنگهي ملتان پهتو.

سنہ ٨٧٤ھ ( ١٣٦١ع ) کان پوءِ اند ڏند جو زمانو اچي ويو. سنڌ ۽ پنجاب ۾ خود مختار ٿيڻ جي نشي ۾ اچي ويا، ۽ اچ جي رهاڪن شيخ يوسف قريشيءَ کي پنهنجو حاڪم مقرر ڪيو(٢) .

سنہ ٩٣٢ھ (١٥٢٤ع) ۾ مرزا شاه حسين ارغون ، اچ ۾ لڙائي ڪري قلعو پنهنجي هٿ ڪيو ۽ اچ کي برباد ڪري سمورو اسباب ٻيڙين ۾ آڻي ، بکر کڻي ويو . جڏهن مرزا جي ماڻهن اچ کي برباد پئي ڪيو ، تڏهن زين العابدين بخاري ، شيخ ابراهيم ، شيخ اسماعيل جمالي ، قاضي ابوالخير ۽ قاضي عبدالرحمان گڏجي مرزا شاه حسين جي خدمت ۾ ويا (٣) ، تنهن تي مرزا پنهنجن ماڻهن کي وڌيڪ ڦرلٽ ڪرڻ کان منع ڪئي .

سنہ ٩٤٧ھ (١٥٤٠ع) ۾ همايون بادشاه اچ ۾ آيو ۽ اچ جي سردار بخشو لانگاه جي خدمتن تي خوش ٿي ، ان کي ”خان جهان“ جو لقب ڏنائين .

”آئين اڪبري“ ۾ هڪ لنبي فهرست ملي ٿي ، جنهن موجب اڪبر بادشاه جي وقت ۾ اچ کي بکر جو هڪ پرڳڻو ڏيکاريو ويو هو. انهيءَ بکر جي حڪومت ۾ اچ کان سواءِ ماٿيلو ، اباوڙو ، الور ، در ٻيلو ۽ سيوستان شهرن جا نالا پڻ اچن ٿا. انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته اچ، انهيءَ وقت ۾ ماٿيلي ، اباوڙي ۽ سيوستان جي برابر هڪ شهر هو.

(١) (٢) (٣) تاريخ معصومي ص ١٤٤، تاريخ آچ ص ٧٠ ۽ آب ڪوثر ص ١٣٣

هاڻي اچ، بهاولپور ڊويزن ۾ آهي. اچ ٽن حصن ۾ ورهيل آهي: (۱) اچ گيلاني، جو سنه ۳۷۰هه (۹۸۰ع) ۾ حضرت سيد صفي الدين گاذر جي ڏينهن ۾ هستيءَ ۾ آيو ۽ جتي قادريه طريقي جا بزرگ رهن ٿا. (۲) اچ بخاري، جو بخاري سادات جي اچڻ تي هستيءَ ۾ آيو ۽ جو سهروردي سلسلي جو مرڪز آهي. (۳) اچ مغلي، جو مغل بادشاهن جي رهڻ ڪري نالو پيو. ان ٽئين حصي کي اچ جمالي به چوندا آهن، جو اتي حضرت جمال درويش (مخدوم جهانيان جهان گشت جي استاد) جي مزار آهي. اچ هن وقت ويرانيءَ جي حالت ۾ هڪ ڳوٺ آهي، جو درياه ستلج ۽ ملتان جي ڏکڻ ۾ آهي.

اچ نالو ٻين هنڌن لاءِ پڻ اچي ٿو، جيئن ته اچ بلوٽ (ضلع ديرو اسماعيل خان) جتي سيد جلال بخاريءَ جي فرزند سيد عليءَ جي خاندان مان سيد رحمة الله چاندنه چراغ پنهنجو ڏيروڪيو ۽ جتي ان جو اولاد رهندو اچي ٿو، جتي هڪ وڏي درگاه سيد محمد راجن بخاريءَ جي آهي. ضلع پشاور ۾ پڻ هڪ ڳوٺ 'اچ' نالي آهي. ضلعي مظفرگڙهه ۾ دين پناه دائري ويجهو، هڪ هنڌ "اچ" نالي آهي. ڪپور ٿالا جي تعلقي ڦڳواڙه ۾ هڪ ڳوٺ "اچ پنڊ" نالي آهي. تاريخن مان پڌرو آهي ته "اچ" (بهاولپور ڊويزن) مان جن جن ساداتن لڏي جت پنهنجو ڏيرو وڃي ٺهيو ڪيو، تن پنهنجي صدر اچ جي نالي کي عزت ڏيڻ خاطر انهن هنڌن کي پڻ "اچ" نالو ڏنو.



# باب ٻيون

## اُچ جا ٻهريان ٽي بخاري اولياء

وحده جي ويڙيا، اِلا الله سين اوريـن،
هنئون حقيت گڏئو، طريقت توريـن،
معرفت جي ماڻ سين، ڏيساندر ڏورين،
سڪ نہ ستا ڪڏهين، ويهي نہ ووڙيـن،
ڪلهنئان ڪورين، عاشق عبداللطيف چوي.

### سيد شير شاه جلال سرخ بخاري

سندن ولادت باسعادت ۵ ذوالحج سنہ ۵۹۵ھ بروز جمع بخارا ۾ ٿي (۱) ننڍيءَ عمر ۾ ئي سندن دل جو ميل رياضت ۽ مجاهدي ڏانهن هو. هن بزرگ جي طبيعت ۾ رياضت ۽ مجاهدي جي رغبت گويا امانت رکي ويئي هئي، ستن سالن جي عمر ۾ ظاهري درسي تعليم پرائي، پوري ڪيائون ۽ پوءِ رياضت ۾ لڳا رهيا. سترهن سال مجاهدي ۾ رهيا. ننڍي هوندي ئي مڪاشفا ۽ مشاهدا ماڻڻ لڳا. مادرزاد ولي هئا. سندن والده ماجده توران جي حاڪم سلطان محمود جي دختر نيڪ اختر هئي. سندن لقب گهڻا ئي آهن، جن مان ڪي ٿورا هتي ڏجن ٿا: شير شاه، مير سرخ، شريف الله، ابوالبرڪات، ابو احمد، مير بزرگ، مخدوم اعظم، جلال اڪبر ۽ عظيم الله (۲).

بخارا ۾ پهرين شادي، بخارا جي سلطان چنگيز خان جي ڌيءَ سان ڪئي هوائون(۳)، ان مان اولاد ڪو نہ ٿين. ٻي شادي سيد قاسم حسين بخاريءَ جي ڌيءَ مسمات فاطمه سان ڪيائون، جنهن مان ٻہ فرزند سيد علي ۽ سيد جعفر ٿين.

---

(۱) تاريخ اُچ (اردو) ص ۹۶، تاريخ تمدن سنڌ ص ۲۶۳. (۲) خزينة الاصفيا، ص ۳۵.
(۳) تاريخ اُچ (اردو) ص ۹۸ تي نالو ٻيبي زينب ڏيکاريل آهي ۽ تاريخ تمدن سنڌ ص ۲۶۳ تي نالو ٻيبي ظهيره ڏيکاريل آهي.

بخارا چنگيز خان جي زيادتين ڪري برباد ٿي چڪو هو. هن جو ٻپ اتي جي ماڻهن جي دلين تي ويٺل هو، تنهنڪري وڏا وڏا عالم انهن فتنن کان بچڻ يا سير سياحت جي خيال کان هندستان اچڻ لڳا. افغانستان، ترڪستان ۽ ايران مان قافلا ملتان ۽ اُچ جي طرف کان اچڻ لڳا. ملتان ۽ اُچ جي رونق گهڻي هئي. انهيءَ وقت دهليءَ جي تخت تي سلطان شمس الدين التمش هو ۽ سنڌ فتح ٿي غلام گهراڻي جي هٿ آئي هئي.

سلطان شمس الدين التمش جي حملي وقت سنڌ ۾ ناصرالدين قباچه حڪمران هو، جنهن جي گاديءَ جو هنڌ اُچ هو. هن جي حڪومت ٦٠٢ ھ کان ٦٢٥ ھ تائين ٿي. التمش سنه ٦٣٣ ھ ۾ وفات ڪئي (١). ان وقت اُچ ۽ ملتان سنڌ جي حدن اندر هئا، ۽ سنڌ جي گورنر جي سنڀال هيٺ هئا. انهيءَ وقت حضرت سيد جلال بخاري هندستان ۾ آيا ۽ التمش کين چڱي عزت ڏني (٢). هن مان چئي سگهبو ته پير جلال سنه ٦٣٢ھ ۾ هندستان ۾ آيا هوندا (٣). انهيءَ وقت سندن عمر ٣٧ ورهيه هئي. پهريائين پنجاب ۾ وارد ٿي جهنگ سيال جو شهر تعمير ڪرايائون (٤). پوءِ ملتان اچي شيخ بهاءُ الدين زڪريا وٽ مهمان ٿيا (٥) ۽ سندن هٿ تي بيعت ڪري، سلسلي سهروردي ۾ داخل ٿي غوث بهاءُ الدين زڪريا ملتاني جا طالب بڻيا، ٿوريءَ ئي وقت ۾ خلافت جو خرقو به حاصل ڪيائون.

---

(١) آب ڪوثر (اردو) شيخ محمد اڪرام (١٩٥٢ع). ص ١٣٣، ١٣٤، ١٣٩. تاريخ معصومي (سنڌي) ص ٤٣ - ٤٥. مگر تذڪره اوليائے هند (اردو) (تاليف مرزا محمد اختر دهلوي) جلد ١ ص ١٤ تي لکيل آهي ته التمش ٢ شعبان سنه ٦٣٤ھ ۾ وفات ڪئي، هو ١٢١٠ عيسويءَ ۾ دهليءَ جي تخت تي ويٺو هو ۽ ٢٦ سال حڪمراني ڪيائين.

(٢) آب ڪوثر ص ١٣٩.

(٣) تاريخ اُچ ص ٦٠ تي لکيل آهي ته پير جلال، التمش جي پوٽي علاءَالدين جي ڏينهن ۾ بخارا کان ملتان پهتو ۽ ٦٤١ھ ۾ اُچ ۾ آيو. مگر تاريخ معصومي ص ٤٧ تي ڄاڻايل آهي ته التمش جو پٽ ناصرالدين سنه ٦٦٤ ۾ گذاري ويو ۽ کيس اولاد ڪونه هو، پيو ته ص ٥١ تي اهو به ڄاڻايل آهي ته علاءَالدين سنه ٦٩٥ ھ ۾ تخت تي ويٺو. تنهنڪري ظاهر آهي ته تاريخ اُچ جو احوال درست نه آهي. تاريخ معصومي ص ٤٤ تي به انهيءَ سنه ٦٣٢ ھ جو اشارو اچي ٿو.

(٤) تاريخ تمدن سنڌ ص ٢٦٣، آب ڪوثر ص ٣١.

(٥) تاريخ تمدن سنڌ ص ٢٦٣، آب ڪوثر ص ٣١٠.

پوءِ ملتان مان بکر (١) ۾ ڪجهه وقت اچي رهيا. بکر ان وقت سنڌ جو
گادي هو. اتي سيد محمد مڪي مشهدي (٢) جا فرزند سيد شعبان الملت شيخ
صحرائي، سيد صدرالدين ۽ سيد بدرالدين اڳئي رهندڙ هوا. پير جلال جي مرضي
تي تہ سيد بدرالدين جي دختر سان شادي ڪجي. سيد بدرالدين کي بہ ڪجهه
اشارو ٿيو. نيٺ سيد بدرالدين پنهنجي دختر نيڪ اختر مسمات زهره سان سندس
نڪاح ڪيو. ان مان ٻہ فرزند سيد صدرالدين (محمد غوث) ۽ سيد بهاءُالدين
ڄائن. ان بيبيءَ جي وفات کان پوءِ سيد بدرالدين پنهنجي ٻي نياڻي بي بي فاطمہ
کين نڪاح ۾ ڏني. ان مان احمد ڪبير فرزند ڄائن (٣).

ان وقت بکر سنڌ ۾ علم جو مرڪز هو. سنڌ جا اوائلي مدرسا هتي بہ هئا
هتي جي ادبي ادارن کي پهرين شيخ نوح، هيخ الشيوخ شهاب الدين سهروردي
جي مريد، رونق وڌائي. پوءِ شيخ محمد مڪي بکريءَ جي فرزند شعبان الملت
شيخ صحرائي ۽ سيد جلال سرخ بخاريءَ جي فيض ڪري اداري رونق ورتي
پوءِ بہ سلطان قطب الدين ايبڪ جي ڏينهن ۾ سيد حامد البخاري، جو سيد جلال
سرخ بخاريءَ جي اولاد مان هو ۽ وقت جو جيد عالم هو، تنهن قطب الدين
مدني رحہ جا ملفوظات قلمبند ڪيا هئا (٤).

دهليءَ جا سادات سندن بخارا واري اولاد جي نسل مان هئا. هندستان

---

(١) قديم سنڌ (ميرزا قليچ بيگ) ديباچو ص٤، ٥ ۽ ص ٨. هندو راجائن جي ڏينهن ۾ هن
جو نالو ٿي ڪوٽ هو. ان وقت الور (هاڻوڪو اروڙ) وڏو شهر هو. جڏهن اهو ڦٽو تڏهن
بکر آباد ٿيو. پهريائين هن جو اصلوڪو نالو فرشتہ هو. جڏهن سيد محمد مڪي مشهدي
اتي آيو، ۽ الهي فرشتہ شهر ۾ پير پاتو، تڏهن کان وٺي فرشتہ کي بکر (برڪت وارو
شهر) سڏڻ لڳا، جو پوءِ بکرسڏجڻ لڳو. تاريخ معصومي ص ١٦ تي لکيل آهي تہ سلطان
محمود خان بکريءَ جي وفات کان پوءِ سنہ ٩٨٢ هہ ۾ بکر جي حڪومت ڦري اڪبر بادشاهہ
جي گورنرن حوالي ٿي.

(٢) فارسي قلمي نسخو سيد محمود شاه بخاريءَ بن سيد امير شاه بخاريءَ حيدرآباد وارو،
سنہ ١٢٥٠ هہ ۾ لکيل آهي، سو ڏيکاري ٿو، شجرو: محمد مڪي بن سيد محمد شجاع بن
ابراهيم بن سيد امير قاسم بن سيد ابوالمڪارم بن سيد حمزه بن سيد امير هارون بن
عقيل ملڪ بن سيد اسماعيل بن سيد علي اصغر بن سيد جعفر ثاني بن حضرت امام علي نقي

(٣) تاريخ اچ (اردو) ص ٩٩ ۽ خزينة الصفيا ص ٣٦.

(٤) تاريخ تمدن سنڌ ص ٣٣٨.

پاڪستان جي بخاري سادات جو سلسلو ڪانئن شروع ٿئي ٿو (۱). حضرت جن پنهنجن ٻنهي وڏن صاحبزادن، سيد علي ۽ سيد جعفر کي بخارا ڏي پوءِ موڪليو. سيد جعفر آتي ئي سڪونت پذير ٿيو، مگر سيد علي موٽي آيو (۲).

هاڻي بکر ڇڏڻ جو ارادو ڪيائون. اتي جي ماڻهن، خاص ڪري سيد بدرالدين جي عزيزن کي حسد ٿيو ته هن نئين آيل ماڻهوءَ کي ايڏو وڏو مرتبو ڇو مليو؟ تنهنڪري آهي ساڻن جهڳڙا ۽ تڪرار ڪندا رهيا. تنهنڪري سنه ۶۴۱ھ (۱۲۴۴ع) ۾ بکر مان اچي، اُچ ۾ محلي بخاريان جو بنياد وڌائون. انهيءَ وقت سنڌ ۾ سومرن جي حڪومت جو زمانو هو ۽ دهليءَ جي تخت تي سلطان رڪن‌الدين هو. حضرت جن پهريان سهروردي بزرگ هوا، جن اُچ کي شرف ڏنو. انهن ڏينهن ۾ اُچ هڪ وڏو شهر هو ۽ ان کي 'ديوگڙھ' ڪري سڏيندا هوا. پاڻ ان تي نالو 'اُچ' رکيائون. پوءِ عمر جو باقي عرصو يعني ۹۴ سال اُچ ۾ گذاريائون.

همعصر. جنهن وقت ۾ حضرت جن رهندا هئا، تنهن ساڳئي وقت ۾ ٻيا به وڏا اوليا ۽ درويش رهندڙ هئا. هڪڙو شيخ بهاءُالدين زڪريا ملتان وارو، جنهن ڏانهن اشارو مٿي ڏنو ويو آهي. هو سنه ۵۷۸ھ (۱۱۸۲ع) ۾ ڄائو هو ۽ تاريخ ۷ صفر سنه ۶۶۶ھ ۾ ۸۸ ورهين جي عمر ۾ رحلت ڪيائين (۳). سنڌ ۾ هباري (عرب) خاندان سنه ۲۴۰ھ کان حڪمران هو. انهن جو ظاهري يادگار هميشه لاءِ ميٽجي ويو، مگر روحاني يادگار شيخ بهاءُالدين زڪريا هميشه لاءِ رهيو. شيخ بهاءُالدين اصل سنڌ جو رهاڪو هو ۽ سکور (موجوده سکر) ۾ رهندو هو. هباري خاندان جي سلطنت وڃڻ کان پوءِ انهيءَ خاندان جا ڪيترا ماڻهو ملتان ويا ۽ انهن مان شيخ بهاءُالدين پڻ هو (۴).

ٻيو ولي شيخ فريدالدين شڪرگنج پاڪ پٽڻ وارو. هن جي ولادت سنه

(۱) تاريخ تمدن سنڌ ص ۶۶۳.

(۲) خزينة الصفيا ص ۳۶.

(۳) فرشته ج-۲، ص ۴۰۴. راحت القلوب ۾ سنه ۶۵۶ھ، اخبارالاخيار ۾ سنه ۶۶۱ھ، سفينة الاوليا ۾ سنه ۶۶۶ھ، مراة الاسرار ۾ سنه ۶۶۵ھ ڏيکاريل. سفينة الاوليا ۾ ولادت جو سنه ۵۶۵ھ ڏيکاريل آهي.

(۴) عرب و هند ڪے تعلقات (سيد سليمان ندوي) ص ۳۰۰، ۳۸۵، تاريخ تمدن سنڌ ص ۲۵۱ تي، سيرالعارفين ص ۱۷ جي حوالي سان ڏيکاريل آهي ته هو ملتان ۾ ڄائو هو.

٥٨٤ﻫ ۾ ٿي هئي (١). سندس رحلت سنه ٦٧٧ﻫ ۾ ٩٣ سالن جي عمر ۾ ٿي (٢).

ٻيون ولي سيد عثمان مروندي قلندر شهباز بن سيد احمد ڪبير، جو سنه ٦٦٢ﻫ ۾ پنهنجي وطن مروند کان حاڪم محمد بن غياث الدين بادشاهه (سنه ١٢٦٥ع) جي عرض ڪرڻ تي ملتان ۾ آيو هو (٣) ۽ جنهن ٢١ شعبان سنه ٦٧٣ﻫ ۾ سيوهڻ ۾ وفات ڪئي (٤).

هي چارئي اوليا چار يار سڏبا هئا، جن گڏجي سفر ڪيو آهي ۽ سيوهڻ شريف ۾ پڻ جبل ۾ اچي رهيا هئا (٥).

ڪراچيءَ جي پرسان منگهوپير جو ڳوٺ آهي. ان کي 'مگر پير' به چوندا آهن، اتي مگر پير ستين صدي هجريءَ ۾ (تيرهين عيسوي صدي) ۾ ٿي گذريو آهي. هي چارئي يار انهيءَ وٽ پڻ ملاقي ٿيندا هئا ۽ رهاڻ ڪندا هوا. چون ٿا منگهي پير وارو ٽڪر ان کان اڳ ويرانيءَ جي حالت ۾ هو، مگر هنن چئني يارن جي برڪت ۽ دعا سان آباد ٿيو، گرم چشمو پيدا ٿيو ۽ کجين وغيره جا وڻ اپرڻ لڳا.

حضرت جن آچ ۾ تاريخ ١٩ ماه جمادي الاول سنه ٦٩٠ﻫ (١٢٩١ع) ۾ وصال ڪيو. سندن عمر ٩٥ سال ٿي. سندن مزار آچ ۾ آهي. مفتي غلام سرور جيڪو قطع چيو آهي، سو هت ڏجي ٿو (٦):

"سال توليد او بخوان و ببين - يزدان آفتاب اهل يقين
شيخ ذي رتبه بادشاه ڪمال - نيز عاشق جلال والي جود
شاه دنيا و دين جلال الدين - هم بخوان آفتاب والي دين
آفتاب جلال والا جاه - متقي و سليم وصلش بگو."

---

(١) خزينة الاصفيا ج ١، ص ٢٨٨. سيرالاوليا ۾ ٥٦٩ﻫ ڏيکاريل.

(٢) فوائد الفواد ص ٥٣. مگر سيرالاوليا، اخبار الاخيار ۽ سفينة الاوليا ۾ ٥ محرم سنه ٦٦٤ ڏيکاريل. تاريخ فرشته ج ٢، ص ٣٨٣ تي سنه ٦٦٠ﻫ، سيرالاقطاب ۾ سنه ٦٦٩ﻫ ۽ خزينة الاصفيا ۾ سنه ٦٧٠ﻫ. تذڪره اوليا ص ٨١ تي ٥ محرم سنه ٦٦٦ﻫ.

(٣) انگريزي گزيٽيئر سنڌ پرڳڻي جو (اينڪن) ياگو الف (١٩٠٧) ص ٩١٥.

(٤) قديم سنڌ مرزا قليچ بيگ ص ٣٠، مگر تذڪره اولياء هند ص ١٤٢ تي سنه ٦٢٤ﻫ ڏيکاريل. سمت جي سنڌ گزيٽيئر ٣ جلد (انگريزيءَ) ۾ قلندر شهباز جي ولادت ٥٣٨ﻫ، وفات ٦٥٠ﻫ (١٣٥٠ع)، عمر ١١٢ سال ڏيکاريل.

(٥) تحفة الڪرام (علي شير قانع) جلد ٣

(٦) خزينة الصفيا.

پهريائين سندن مزار هاڪ سندن قيام گاه تي ئاهي ويئي هئي ، آتي درياه سنه ٩٤٨ هه ۾ (١) ٻاڏي آيو. اتان سندن جسد اطهر کي ڪڍي ٿورو دور مزار ٺاهي ويئي، وري به درياه جي ٻاوڪ اتي ٿي ۽ آتان به جسد اطهر کي ڪڍي، انهي جاه تي دفن ڪيو ويو ، جتي حضرت سيد صدرالدين راجو قتال (سندن پوٽي) جي مزار آهي.

مزار جي مٿان موجوده عمارت سنه ١٢٦١ هه ۾ نواب بهاول خان ثالث (ٽئين) بهاولپور جي حاڪم ٺهرائي ۽ حاطي اندر هڪ کوه ۽ هڪ تلاءُ پڻ ٺهرايو. وري سنه ١٣٠٠ هه ۾ نواب صادق محمد خان رابع (چوٿين) ان جي سٺي مرمت ڪرائي خوبصورت بڻايو. خانقاه تي هيءَ رباعي لکيل آهي (٢):

"يا رب برسالت رسول الثقلين. يا رب بغزا کننده بدر و حنين
عصيان مراد و حصه کن در عرصات. نيمے به حسن بخش و نيمے به حسين."

حضرت جن جو سجاده نشين سندن وڏو فرزند سيد علي ٿيو. ان جي خاندان ۾ سندس فرزند سيد رحمت الله چاندنه چراغ تائين سجاده نشيني هاي ، پوءِ وري مخدوم جهانيان جهان گشت جي خاندان ۾ آئي.

حضرت پير جلال سرخ بخاريءَ جي ننڍي فرزند سيد احمد ڪبير جو سلسلو جدا بڻيو. آن جا فرزند مخدوم جهانيان جهان گشت ۽ سيد صدرالدين راجو قتال تمام ناليرا درويش ٿيا:

"ٿيا رسيلا رحمان سين ، سگهر سونهين جي ،
آئيون تني کي ، واڌايون وصال جون." ـــ شاه ڀٽائي

## مخدوم جهانيان جهان گشت

"صوفي سالم سي ويا ، جي اکثر سين اڏيار ،
بازي بازندن کي ، آهي اويسار ،
پريان سين په ڪار ، رنديءَ رسائيءَ ڪيا."

شاه ڀٽائي

سندن اسم مبارڪ جلال الدين هو ، ۽ لقب مخدوم جهانيان. پنهنجي ڏاڏي

(١) سفينة السادات بخاريه (قلمي) ص ٢٠٣.
(٢) تاريخ آچ ص ٩٨.

پير جلال جي ننڍي فرزند سيد احمد ڪبير جا وڏا فرزند هوا. تاريخ ١٤ شعبان
سنه ٧٠٧هه (١٣٠٧ع) شب برات، جمعي جي رات سندن ولادت ٿي (١).
ابتدائي تعليم اُچ ۾ پنهنجي چاچي سيد صدرالدين محمدغوث کان ورتائون. جڏهن
ستن ورهين جا ٿيا تڏهن تربيت واسطي کين حضرت شيخ جمال درويش (جنهن جو
مزار اُچ مغليه ۾ آهي) جي حوالي ڪيو ويو (٢). جنهن وقت ٻالڪ کي درويش
جي اڳيان آندو ويو، تنهن وقت درويش ڪجور پٽي ورهائي. جڏهن ننڍڙي ٻال
کي ڪارڪون مليون، تڏهن هو ڪکڙين سوڌيون ڪارڪون کائي ويو. تنهن
درويش مُرڪي پڇيس ته، "ابا، ڪارڪون ڪکڙين سوڌيون ڇو ٿو کائين؟"
تنهن تي جواب ڏنائين ته "سائين، ڪارڪون، اوهان جهڙن خدا شناس بزرگن
جي هٿان عنايت ٿيون آهن، تن جون ڪکڙيون پڻ فيض ۽ برڪت کان خالي نه
هونديون؛ تنهنڪري انهن کي اُڇلائي ڇڏڻ واجب نه ٿو سمجهان" — ننڍي
ٻالڪ جي واتان اهڙا لفظ ٻڌي، درويش ڏاڍو خوش ٿيو ۽ سندس حق ۾ دعا
گهريائين ۽ فرمايائين ته، "پٽ، تون اهو ڇوڪر آهين جو پنهنجي خاندان ۽ بزرگن
جو نالو روشن ڪندين". کين تمام سٺي تربيت هن جي هٿان نصيب ٿي.
بهاءُ الدين علامه آچيءَ جي خدمت ۾ پڻ علم حاصل ڪيائون؛ جتي
وغيره پڙهيائون.

قاضي بهاء الدين جي وصال کان پوءِ آن جي والد ماجد کان اجازت وٺي
۾ شيخ رڪن الدين عالم(٣) جي خدمت ۾ پهچي، روحاني فيض ۽ باطني علم
ڪيائون. مولانا موسىٰ ۽ مولانا مجدالدين کي شيخ رڪن الدين سندن
لاءِ مقرر ڪيو. ڪلام الله جون ستئي قرائتون سکيا. پهريائين پنهنجي
سيد احمد ڪبير جا مريد ٿيا، پوءِ پنهنجي چاچي سيد صدرالدين محمدغوث کان

(١) سفينة الاوليا (نولڪشور) ص ١١٦. اُچ شريف ۾ سندن درگاه تي هڪ هنڌ سندن
جي تاريخ ڏيکاريل (خادم لبي سنه ٧٠٧ هه.)
(٢) تاريخ اُچ (اردو) ص ١٥ جي حاشيه ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته شيخ جمال درويش
سنه ٧٠٠ هه ۾ ٿيو. هوڏانهن ساڳئي ڪتاب ص ١٠١ تي ڏيکاريل آهي ته مخدوم
شيخ جمال درويش وٽ ستن سالن جي عمر ۾ ويو. هوڏانهن مخدوم جهانيان جي
جي تاريخ سنه ٧٠٧هه سڀني ڪتابن ۾ تورڙي تاريخ اچ، ص ١٠١ تي ڏيکاريل آهي.
اُچ ۾ شيخ جمال درويش جي انتقال جو سنه ٧٠٠ هه ۾ ڏيکاريل آهي جو درست
(٣) شيخ رڪن الدين حضرت غوث بهاؤالدين جو پوٽو هو.

جو خرقو حاصل ڪيائون. بعد ۾ شيخ رڪن الدين ابوالفتح ملتاني سهروردي جا معتقد ٿيا ، جتان پڻ خلافت جي خلعت کين عطا ٿي (۱). کين مخدوم جهانيان هن سبب ڪري چوندا آهن، جو کين غوث بهاوالحق ۽ ان جي فرزند مخدوم صدرالدين ملتاني جي روحانيت کان اهو لقب عطا ٿيو هو . ان جو اهو اثر ٿيو جو ماڻهو به کيس ’مخدوم جهانيان‘ سڏڻ لڳا. سندن والد سيد احمد ڪبير به مخدوم ابوالفتح رڪن الدين سهروردي ؒ جو مريد هو(۲) .

هن وقت سلطان فيروز تغلق دهليءَ جو بادشاه هو. سلطان سان سنڌ جي جام بابه جو صلح ڪرايائون، هي واقعو سنه ۷۵۲هه (۱۳۶۱ع) جو آهي (۳). سهران ۽ سندس فرزند سلطان ظفر خان جنهن پوءِ گجرات ۾ سنه ۱۳۹۱ ع ۾ راڄ ڪيو ، سي سلطان فيروز تغلق شهنشاه دهليءَ (۱۳۵۱ع - ۱۳۸۸ع ) جي دربار ۾ مخدوم جهانيان جا ڏاڍا عقيدتمند ٿيا . مخدوم جهانيان، ظفر خان کي دعا ڪئي ته غريبن تي هٿ رکڻ ڪري توکي گجرات جي سلطنت عطا ٿيندي (۴). سلطان فيروز تغلق کين ’شيخ الاسلام‘ جو درجو عطا ڪيو ۽ سيوستان جي علائقي خانقاه محمديءَ وغيره جي سند عطا ڪيائين. خواب ۾ پنهنجي پير ۽ مرشد حضرت شاه رڪن الدين کي ڏٺائون، جنهن چيو ته ” هيءُ درجو اختيار ڪري توهان پاڻ کي تڪليف ۾ وڌو آهي، تنهن ڪري بهتر آهي ته توهان حج تي وڃو . . . حج تي ويا ، جتي ڇهه سال رهيا .

مڪه معظم ۾ شيخ عبدالله يافعي، جو ان وقت حرم جو شيخ اڪبر هو، مدينه منوره ۾ شيخ عفيف الدين عبدالله المطريءَ کان صحاح سته ۽ عوارف المعارف پڙهيا. ٻه سال شيخ عفيف الدين جي خدمت ۾ رهيا ۽ ڪيترا سلوڪ جا ڪتاب تي مطالعو ڪيائون . طريقت جي حاصلات ۽ ذڪر جي هدايات آتان حاصل ڪيائون . خلافت جي خلعت پڻ آتي حاصل ڪيائون. مدينه منوره ۾ کين هيٺيان برڪات پيش ڪيا ويا : ۱- چادر پنج تن پاڪ، ۲- پيغمبر صلعم جو متبرڪ

---

(۱) اخبار الاخيار ۽ خزينه الاصفيا ص ۷۵.
(۲) سندن ملفوظات جو اردو ترجمو، ” الدرالمنظوم “ ، ص ۶۰۵ دهلي.
(۳) فرشته ، ج ۲ ، ص ۳۱۷ .
(۴) تاريخ گجرات (ڪميزرٽ) ( انگريزي ) ص ۱۰۴ ۽ تاريخ ڪاٺياواڙ (ولبرفورس بيل ، لنڊن ۱۹۱۶)

عمامو، ۳- حضرت خاتون جنت بيبي فاطمه جي چادر مبارڪ، ۴- حضرت امام حسن ۽ حضرت امام حسين جون ٻه تلوارون (۱).

تنهن کان پوءِ شوستر ۾ حضرت شهاب‌الدين سهروردي؟ جي خليفي شيخ محمود شوستري؟ جي خدمت ۾ رهي، شيخ شهاب‌الدين سهروردي؟ جو مشهور ڪتاب ”عوارف المعارف“ آتي مطالعو ڪيائون. اجازت، بيعت ۽ خرقه خلافت حاصل ڪيائون.

پوءِ شيخ بصال عدني؟ جي خدمت ۾ رهيا. پوءِ گازرون، مصر، شام، بخارا، عراق، بلخ ۽ خراسان جو سفر ڪيائون ۽ بزرگن کان فيض حاصل ڪيائون اتڪل ويهن بزرگن ۽ مشائخن کان خلافت جا خرقا حاصل ڪيائون (۲).

’جهان گشت‘ لقب ڪين انهي؟ ڪري ڏنو ويو، جو پاڻ بي شمار ملڪن جو سفر ڪيائون ۽ هر هڪ مقام تي باطني نعمتون حاصل ڪيائون. ۳۶ حج ڪيائون، جن مان ڇهه حج اڪبر هوا:

” عاشقن آرام، ڪڏهن تان ڪونه ڪيو.“ شاه

هڪ ڏينهن حضرت امام عبدالله يافعي کين چيو ته، ” اوهان کي دهلي جي چراغ، خواجه نصيرالدين جي صحبت ۾ وڃڻ گهرجي.“ تڏهن دهلي؟ ۾ حضرت خواجه نصيرالدين چراغ دهلي؟ جو ارادو ڪيائون. سنه ۷۷۳ هه ۾ حضرت خواجه نصيرالدين چراغ دهلي؟ جي ارادت رکيائون ۽ آتي خلافت جو خرقو ملين. حضرت جن جي حڪم سان پوءِ اچي مقيم ٿيا.

مخدوم جهانيان چوڏهن خانوادن جو خليفو هو. ٻه دفعا زمين جي چوڌاري حصي جو سفر ڪيو هوائون. سندن عمر جو گهڻو حصو سير ۽ سياحت ۾ گذريو (۳). اڄ ۾ سندن قيام مسجد حاجات ۾ ٿيندو هو (۴). هڪ دفعي پاڻ انهي؟ مسجد ۾ پنهنجي مريدن سان ويٺا هوا. سندن جنهن جي حد ۾ اڄ

---

(۱) هي تبرڪات اڄ تائين سجاده نشين اڄ بخاري جي قبضي ۾ رهندا اچن ٿا (جن جي زيارت ذوالحج مهيني جي نائين تاريخ سندن عرس مبارڪ جي موقعي تي ڪرائي ويندي آهي) ڏسو تاريخ اڄ اردو ص ۱۰۳.

(۲) خزينة الاصفيا ص ۵۷ ۽ اخبار الاخيار

(۳) ايضا

(۴) خزينة الاصفيا ص ۵۷.

هو، تنهن جو حاڪم سومرو پونگر ٿيون (سنہ ۷۵۰ھ) ۾ سندن زيارت لاءِ ايندو هو.

سندن ڪرامتون اڪيچار آهن. سيد اشرف جهانگير سمناڻي، جو مخدوم جهانيان جو خليفو هو ۽ سندن خدمت ۾ رهيو هو، سو پنهنجي ڪتاب ”لطائف اشرفي“ ۾ لکي ٿو ته، ”مخدوم جهانيان کان ايتريون ڪرامتون صادر ٿيون، جو متاخرين صوفين مان ڪنهن کان به صادر ڪو نه ٿيون.“

## اولاد (۱).

چار فرزند ۽ هڪ نياڻي هئن. بيبي فردوس، دختر سيد صدرالدين محمد غوث مان هڪ فرزند ناصر دين محمود ٿين. روم جي بادشاه جي دختر مان ٻيو فرزند سيد محمد اڪبر ڄائن. دهليءَ جي هڪ سيد جي دختر بيبي لکميءَ مان ٽيون فرزند سيد عبدالله ٿين، جو دهليءَ ۾ مدفون آهي. چوٿون فرزند سيد علي ننڍي ئي عمر ۾ فوت ٿيو. دختر جو نالو بيبي ساران هو، جا سيد شرف الدين مشهديءَ جي نڪاح ۾ آئي.

## ملفوظات ۽ انهن تي ٿيل ڪم

حضرت جن جي مختلف ملفوظات تي هيٺيان ڪتاب لکيل آهن:

۱. خزانہ جلالي، جنهن جو قلمي نسخو سجاده نشين اُچ وٽ محفوظ آهي.

۲. سراج الهدايہ، ۳. جامع العلوم جلالي. سراج الهدايہ جو قلمي نسخو رامپور لئبرريءَ ۾ آهي، جو احمد برنيءَ جو مرتب ڪيل آهي، تنهن ۾ ۹ باب آهن(۲). اُن ۾ سنہ ۷۷۲ھ جي ڏهن مهينن جا ملفوظات ڏنل آهن. سڀ کان دلچسپ ۽ جامع ”جامع العلوم“ آهي. مخدوم جهانيان جو هڪ مريد شيخ جمال، جو پنهنجي وقت جو عالم هو، سو جيڪي ڳالهيون مخدوم جهانيان کان ٻڌندو هو، سي قلمبند ڪندو ويندو هو. هن جو اردو ترجمو ”الدرالمنظوم“ نواب سيد نورالحسن جي فرمائش مان مولوي ذوالفقار احمد نقوي ڪري، انصاري پريس دهليءَ مان شايع ڪيو. منهنجس ۸۵۵ صفحا آهن. ان ۾ ۸ ربيع الاخر سنہ ۷۸۱ھ کان ۱۷ محرم ۷۸۲ھ تائين ملفوظات ڏنل آهن.

---

(۱) سفينه السادات بخاريہ (قلمي)

(۲) بزم صوفيہ اردو مرتبہ سيد صباح الدين عبدالرحمٰن (۱۹۴۹ع)

سفر نامہ جهانيان جهان گشت. هن ۾ سندن ڪيل سيرن جو بيان، درياهن جهنگلن، پهاڙن ۽ عجيب ۽ غريب شهرن جو بيان، جو پنهنجي اکين سان ڏٺائون، سو فارسي زبان ۾ قلمبند ڪيائون. هن ڪتاب جو اردو ترجمو لکيل پواني پرشاد دهلي ۾ ڇپايل سيد محمد بريلوي تاجر ڪتب طرفان شايع ٿيل آهي.

وفات (١).

حضرت مخدوم جهانيان جهان گشت، ٧٧ سال، ٣ مهينا ۽ ٢٦ ڏينهن جي عمر ۾، اربعا ڏينهن ١٠ ذي الحج (عيدالضحىٰ ڏينهن) سنہ ٧٨٥هہ (١٣٨٣-٨٤ع) سج لهڻ وقت وفات ڪئي. سندن مقبره اُچ شريف ۾ آهي، جتي سندن ولادت توڙي وفات جي تاريخن جا ڪتبا لڳل آهن، جي هي آهن:

ولادت: "خادم نبي"

٧٠٧هہ

وفات: "مخدوم اهل جهان"

٧٨٥هہ

هن مقبري جي تعمير سندن پوٽي سيد حامد ڪبير جي وقت ۾، ديري غازي خان جي والي، سنہ ٨٥٧هہ ۾ ڪرائي (٢). مقبري تي هيٺ ڄاڻايل هي ڪتبو لکيل آهي:

"تاريـڪ گشت جملہ جهان بي جمال شاه
تاريخ رحلت بود هفت صدوهشتاد پنج سال"

خليفا (٣).

سيد اشرف جهانگير سمناني، شيخ اخي راجگيري، سيد علم الدين ترندي شيخ ڪبيرالدين، شيخ سراج الدين، سيد اشرف‌الدين مشهدي، شيخ بابو تاج الدين بکري، سيد محمود بکري، سيد محمود شيرازي، سيد سڪندر بن مسعود، سيد علاوالدين بن سيد حسيني (مرتب جامع العلوم)، سيد شرف‌الدين سامي، مولانا عطاءالله، شيخ محمودقطب‌الور وارو.

## سيد عبدالله قطب شڪارپوري

مخدوم جهانيان جي چوٿين پيڙهي هو. اُچ مان پهريائين دهليءَ ويو هو. عمر هڪ سو ورهيہ ٿيس. سندس مزار شڪارپور ۾ آهي.

(١) سفينة الاوليا (منشي نولڪشور) ص ١١٦ (٢) تاريخ اُچ سيدجلال، مصنف فيض محمد (٣) بزم صوفيہ (اردو) مرتبہ سيدصباح الدين عبدالرحمن ص ٤٣٩ (١٩٤٩ع)

## سيد راجن قتال

”صوفي سير سين ۾، جيئن رڳن ۾ ساءِ
سا نہ ڪري ڳالهڙي، جيئن پويون پروڙي پساهہ.
آهس اي، گناهہ، جيڪا ڪري پڌري“ (شاه ڀٽائي)

سندن اسم مبارڪ سيد صدرالدين هو. قتال لقب انهيءَ ڪري پين، جو نفس جا مڪمل نهوڙيندڙ ۽ قاتل هئا. مخدوم جهانيان جهان گشت جا سڳا ڀاءُ هئا. سندن ولادت باسعادت ۲٦ شعبان سنہ ۷۲۰ ھ ۾ ٿي. هميشه استغراق ۾ رهندا هوا. ڏاڍيءَ جا دادلا وري اهڙا جو جيڪي زبان مبارڪ مان فرمائيندا هئا، سو ائين ئي ٿيندو هو. مخدوم جهانيان پنهنجي زبان مبارڪ سان پنهنجي ڀاءُ سيد راجن قتال لاءِ فرمائيندا هئا تہ ”حق تعالیٰ اسان کي خلق ۾ مشغول رکيو ۽ شيخ راجوءَ کي پاڻ سان.“ چار فرزند ٿين: سيد جلال خواجہ، سيد شيخ روح الله، سيد ابوالخير ۽ سيد ابو اسحاق. سيد جلال خواجہ کي هڪ فرزند سيد دائود هو، جو سيدپور جي نزديڪ احمد آباد وڃي رهيو ۽ اتي مدفون آهي.

سيد راجن قتال جي وفات ۱٦ جمادي الاخریٰ سنہ ۸۲۷ ھ ۾ ٿي. سندن مزار اُچ ۾ آهي.

قاضي علم الدين شاطبي سندن خليفو هو، جنهن سنہ ۸٦۰ھ ۾ وفات ڪئي.

## سيد ابراهيم ٺٽي وارو(۱)

جن کي عشق اندر ۾، تن کي اُج نہ بک،
وحدت منجهہ وصال جي، ٿا سدا ماڻن سک،
ڏور ٿنين تون ڏک، جي روحل رتا روح ۾.“ (روحل فقير)

هيءُ بزرگ وڏو صاحبدل ٿي گذريو آهي، پر افسوس جو سندس وڌيڪ احوال ڪتابن ۾ ملي نہ سگهيو آهي. سندس مزار ٺٽي جي ڪشمشين جي محلي ۾ الهندي پاسي آهي.



(۱) قديم سنڌ از مرزا قليچ بيگ ص ۲۲۴.

# باب چوٿون

## جهانيان خاندان گجرات ۾

"ڪاڻان تن ڪتيو، آجهاڻن اوندا،
جن اندر ٻري باهه، سڌ سيڪا آن ڪي" (شاهه ڀٽائي)

هن خاندان(۱) مان جنهن بزرگ ٻهريائين ڀهريائين گجرات ۾ پير رکيو، هو سيد شرف الدين مشهدي. هيءُ مخدوم جهانيان جو نياٽو ۽ خليفو هو. بروچ ۾ اچي رهيو، جتي هن سنه ۸۰۸هه ۾ وفات ڪئي.

سيد يحيٰ بن علي ترمذي اچي ٻڙودي ۾ قيام ڪيو. هن سيد شرف الدين مشهدي کان تربيت حاصل ڪئي. هن ٻڙودي ۾ سنه ۸۵۰هه ۾ وفات ڪئي، جتي سندس مزار آهي. سيد يحيٰ اچي ڪامل بزرگ ۽ مخدوم جهانيان جو مريد هو.

سيد برهان‌الدين قطب عالم (۲) سيد محمود ناصرالدين جو پٽ ۽ مخدوم جهانيان جو پوٽو هو ۽ جو ٻارنهن سالن جي عمر ۾ اُچ ڇڏي گجرات (هندستان) ۾ وڃي رهيو. تنهن جي گادي نشينيءَ جو سلسلو جدا ٿيو. قطب عالم کي ٻارنهن پٽ ٿيا ڪائن پوءِ سندن فرزند سيد محمد (شاهه عالم) گادي نشين ٿيو. شاهه عالم جو فرزند راجو ٿيو، آن جو فرزند سيد مخدوم احمد (گنج‌بخش) ٿيو. آن جو فرزند عبدالغفور ٿيو، پوءِ آن‌جو فرزند سيدحسن (سيدخان)، پوءِ آن جو فرزند سيدجلال (شاهه عالم)، پوءِ سيد محمد (مقبول‌عالم جلالي)، پوءِ جلال الدين (مقصود عالم) پوءِ سيد جعفر (بدر عالم صفا)، پوءِ سيد محمد(محبوب عالم)، پوءِ سيد جلال (حميد عالم)، پوءِ سيد جعفر (مجيد عالم) پوءِ سيد محمد (محمود عالم).

## حضرت برهان الدين قطب عالم

"جن کي دور درد جو، سبق سور پڙهن،
فڪر ڦرهي هٿ ۾، مات مطالعو ڪن،
پنو سو پڙهن، جنهن ۾ پسڻ پرينءَ کي". (شاهه ڀٽائي)

پاڻ(۳) حضرت مخدوم جهانيان جا پوٽا ۽ سيد ناصرالدين جا فرزند هئا.

(۱) ياد ايام تاريخ گجرات (اردو)، مصنف حڪيم سيد عبدالحي، شاهي پريس لکهنو.
(۲) نوائي ادب (اردو) جنوري ۱۹۵۱ع ص ۵۶
(۳) ياد ايام تاريخ گجرات مصنف مولانا حڪيم سيدعبدالحي. خزينه الاصفياء ص ۷۰.

ڪنيت ابو محمد، نالو عبدالله ۽ برهان الدين ۽ قلب عالم لقب هو. گهڻن ڪتابن جي اتفاق موجب سندن ولادت ١٤ رجب سنه ٧٩٠ هه، سومر رات برابر سنه ١٣٨٨ع ۾ ٿي(١). پنهنجي ڏاڏي سڳوري کان ظاهري توڙي باطني علم حاصل ڪيو هئائون، ۽ پنهنجي والد بزرگ کان پڻ ظاهري توڙي باطني علم حاصل ڪيو هئائون ۽ ان جا مريد هئا(٢) حضرت جن جڏهن ڏهن ورهين جا هئا، تڏهن سندن والد صاحب وصال ڪيو، تنهنڪري سندن (ڏاڏي جي پاءُ) شاهه راجُو قتال سندن سنڀال ڪئي ۽ کين ڀن سالن تائين تربيت ڏيئي، هدايت جي مرتبي تي پهچايائون. علم پورو ڪري پنهنجي وڏي پاءُ سيد حامد ۽ سيد صدر الدين راجو قتال کان خرقو ۽ خلافت حاصل ڪيائون. هو حال و قال جا صاحب هئا.

سندن مرشد شاهه راجو قتال کين فرمايو ته، "جنهن صورت ۾ گجرات جي رهاڪن جي هدايت توهان جي حوالي آهي، تنهنڪري توهان اوڏانهن وڃو." تنهن کان پوءِ غلاف، ترار وغيره تبرڪات، جيڪي سندن ولادت کان به اڳ سندن نالي ٿيل هئا، سي سندن حوالي ڪري کين رخصت ڏنائون ۽

پاڻ پنهنجي والده سڳوري بيبي حاجره (جنهن جو لقب بيبي سعادت خاتون هو) سان گڏ سنه ٨٠٢ هه ۾ اڇي پٽڻ شهر (گجرات) ۾ پهتا(٣) تڏهن سندن عمر ١٢ ورهيه هئي. سيد راجوءَ جي اشاري موجب حضرت شيخ فريد شڪر گنج جي پوٽي شيخ رڪن "ڪان شڪر" (٤) جي صلاح سان ان وقت اتي رهي، ظاهري خواهه باطني رياضت ۾ مشغول ٿيا. پٽڻ شهر ۾ سنه ٨٠٦ هه (٥) مولانا علي شير وٽان علم جي تحصيل پڻ ڪيائون. ان وقت جيڪي مشايخ چشتيه، قادريه ۽ نقشبنديه جيئرا هئا، تن مان هر هڪ کان فيض حاصل ڪيائون. اهڙي طرح جدا جدا نعمتن سان مالا مال ٿي، پوءِ ٻين کي فيض رسايائون. ان وقت وجيه الملڪ سنه ١٣٧٦ع

---

(١) تحفة الڪرام (سنڌي) مترجم مخدوم اميراحمد ص ٢٩٩. تاريخ گجرات انگريزي ڪميزريٽ جلد١ (١٩٣٨) ص ١٥٤.

(٢) تاريخ گجرات انگريزي، ڪميزريٽ، جلد ١، ص ٥٦٥.

(٣) مراة احمدي ۽ رساله نوائي ادب (اردو) جنوري ١٩٥١ ص ٥٩.

(٤) شيخ رڪن الدين، شيخ فريد گنج شڪر جي پنجين پيڙهي هو. هن ٨٠٢ هه ۾ وفات ڪئي ۽ پٽڻ ۾ مدفون ٿيو. هن جو گهرو رشتو شيخ احمد کٽوءَ سان هو.

(٥) سفينة السادات بخاريه (قلمي) ص ٦٢٥

کان ۱۴۰۳ع، دهليءَ جي بادشاه فيروز تغلق پاران گجرات جو گورنر مقرر ٿيو. جنهن جو پٽ ظفرخان، جو سنه ۷۴۳ هه (۱۳۴۲ ع ۾) ڄائو هو ۽ جو ۱۴۰۳ع ۾ دهليءَ کان خود مختيار ٿيو، سو مظفرشاه پهرئين جي لقب سان ۱۴۰۷ع ۾ گجرات جو سلطان ٿيو. هن حضرت جن جي ڏاڏي سرحبا ڪئي، ڇاڪاڻ ته سلطان مخدوم جهانيان جهان گشت (۱۳۰۷ ع - ۱۳۸۴ ع) جو مريد هو.

سلطان احمد شاه پهرئين، جو سنه ۷۹۳ هه (۱۳۹۰ ع) ۾ ڄائو هو ۽ (۱۴۱۱ع) کان ۸۴۶ هه (۱۴۴۲ ع) تائين پنهنجي ڏاڏي مظفر پهرئين کانپوءِ گجرات جو سلطان هو، پنهنجي روحاني رهبر شيخ احمد کاٽو جي صلاح سان اساول قصبي جي لڳ سنه ۸۱۳ هه(۲) احمدآباد شهر جو پايو وڌو. هن حضرت قطب عالم کي پٽڻ شهر کان احمدآباد ۾ تشريف فرمائڻ لاءِ عرض ڪيو. سلطان احمد شاه کي شعر ۾ ملڪو هو، تنهن سندن تعريف ۾ هڪ قصيدو تيار ڪري درباري شاعرن وانگر، سندن خدمت ۾ حاضر ٿي پڙهيو. قصيدي جو مطالع آهي:

قطب زمانهٔ ما برهان بس است مـــارا
برهان او هميشه چون نامش آشکارا (۳).

سلطان احمد شاهه جي سائن ڏاڏي عقيدت هئي. قصيدو پوري ڪرڻ بعد پوءِ سلطان احمد شاه عرض ڪيو ته "دعا جي انعام جو اميدوار آهيان." حضرت فرمايائون ته "توهان جي خاندان کي ڏاڏي مخدوم جهانيان دعا ڪئي آهي." سلطان عرض ڪيو ته "پاڻ اسان جي ڏاڏي سلطان مظفر جي اولاد کي بادشاهيءَ جي دعا ڪئي اٿن. توهان شهر جي آبادي لاءِ دعا فرمايو". بادشاهه جي عرض ڪرڻ کان پوءِ، حضرت قطب عالم جي زبان مان هي لفظ نڪتا "احمدآباد ابدالاباد انشاءالله الرؤف بالعباد" (جيڪڏهن پانهن تي پاڄهه ڪرڻ واري الله چاهيو ته احمدآباد سدائين قائم رهندي.)

---

(۱) گجرات جي تاريخ (انگريزي) (ڪيمبرج) ج ۱، ص ۵۶۵ ۽ ڪاٺياواڙ جي تاريخ (انگريزي) ولبر فورس.

(۲) نوائے ادب (جنوري ۱۹۵۱) ص ۵۹ مگر سفينة السادات بخاريه (قلمي) ص ۱۹۵ سنه ۸۳۴ هه لکيل آهي.

(۳) نوائے ادب (اردو) ۽ تحفة الڪرام ص ۳۰۰.

جلالي شاعر (احمد آبادي)، جو سندن خاندان ۾ پوءِ ٿيو، تنهن پڻ هڪ قصيدو سندن ساراهه ۾ چيو آهي. جيئن ته:

”ازو بسيد برهان و قطب عالميان    که بود منبع انوار و مجمع اسرار“

حضرت جن سابرمتي ندي جي ڪناري تي اساول نالي قصبي ۾ رهڻ لڳا. اتي ڪجهه وقت رهڻ کان پوءِ بٽوه جو شهر، جو احمدآباد کان ٽن ڪوهن جي پنڌ تي آهي، اتي وڃي رهڻ لڳا.

هي صاحب گجرات جو هڪ زبردست صوفي هو. گجرات جا ماڻهو توڙي سلاطين سندن قدمن جي خاڪ کي جواهري ڪجل ڪري سمجهندا هئا. هن جي خاندان جي هدايت، بزرگيءَ ۽ علميت جو سلسلو گهڻو وقت قائم رهيو. ان خاندان گجرات ۾ شاه عالم، سيد محمد زاهد، سيد جلال (ماه عالم)، سيد محمد(جلالي)، سيد جلال ثاني (مقصود عالم)، سيد جعفر (بدر عالم) وغيره ناليرا ٿي گذريا آهن.

سن ۱۴۵۱ع ۾ سلطان محمد خلجيءَ، گجرات جي سلطان قطب الدين تي چڙهائي ڪئي. سلطان، حضرت قطب عالم کي عرض ڪيو ته ”سائين مهرباني ڪري اوهان جنگ جي وقت ۾ اسان سان گڏ هجو، مگر جيڪڏهن ائين نه ٿي سگهي ته پنهنجي فرزند شاه عالم صاحب کي اهڙي اجازت ڏيو، جو ته مون کي يقين آهي ته اهڙي سگهوري حاضريءَ ۾ فتح ضرور اسان‌جي ٿيندي.“ حضرت قطب‌عالم فرمايو ته ” جيئن ته محمد خلجيءَ توهان سان ذاتي ڪيو آهي، تنهنڪري شاه عالم کي اهڙي اجازت ڏيون ٿا.“(۱)

هڪڙي ڏينهن حضرت جن جي مڪان تي گهڻا غريب ماڻهو اچي ڪٺا ٿيا. وجيه‌الملڪ (۲) سلطان گجرات جي فرزند ظفر خان کي اها خبر پئي.

ظفر خان دهليءَ ۾ سن ۷۴۳ هه ۾ ڄائو ۽ حضرت قطب عالم جو مريد هو. هو هڪدم اتي ڪڙو ٿيو ۽ پنهنجي گهران توڙي بازار مان کاڌو ۽ مٺائي هڪدم گهرائي، انهن غريبن کي کارايائين. جڏهن حضرت قطب عالم کي هن ڳالهه جي سڌ ملي، تڏهن ظفر خان کي گهرائي چيائينس ته ”مان تنهنجي حوالي ساري گجرات جي حڪومت سونپيان ٿو“. حضرت جن کيس ڪارڪن جو هڪ پيري ڏنو ۽ فرمايائونس ته ”هنن ڪارڪن جي انداز جيترين اوهان‌جون پيڙهيون گجرات تي راڄ ڪنديون“.

---

(۱) مراة سڪندري (انگريزي ترجمو) ص ۱۳۲.
(۲) مراة سڪندري (انگريزي ترجمو) ص ۷۰

سيد قطب‌عالم کي ۱۲ فرزند ۽ ۱۷ ڌئر هيون. فرزندن جو احوال ڏجي ٿو:

۱- سيد نصيرالدين ابوالحسن محمد عرف شاه بارا. هي ۲۳ رمضان سنه ۸۱۰ ه پٽڻ ۾ ڄائو هو. خداوند خان جي نياڻيءَ سلطان خاتون سان نڪاح ڪيائين. والد صاحب جو سجاده نشين ٿيو ۽ شاه راجو قتال کان خرقو حاصل ڪيائين. ۱- ذوالقعد سنه ۸۸۴ه (۱۴۷۹-۱۴۸۰ع) ۾ وفات ڪيائين ۽ والدصاحب‌جي روضي اندر مدفون ٿيو. هن کي ۵ فرزند هئا: شاه پيارا، سيد ذاڪر محمد، سيد شير محمد، سيد جلال دين شاه عرف شيخ جيو ۽ شاه عطاءُ الله.

۲- سيد شاه عالم جنهن جو احوال جدا ايندو. ۳- سيد احمد عرف شاه ... جو پٽڻ ۾ سنه ۸۱۹ه ۾ ڄائو هو ۽ سنه ۸۸۲ ه ۾ ۶۳ ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين ۽ حضرت قطب عالم جي روضه مبارڪ ۾ اوپر پاسي مدفون ٿيو. ۴- شاه حامد: ۴ شعبان سنه ۹۰۹ ه وفات ڪيائين ۽ حضرت قطب‌عالم جي روضه اندر اولهه پاسي مدفون ٿيو. ۵- سيد صالح: ۲۹ ذوالحج وفات ڪيائين. حضرت قطب عالم جي روضه مبارڪ اندر اولهه پاسي مدفون ٿيو. ۶- بندگي شاه امين ... ۷- بندگي سيد محمد زاهد ۸- سيد محمد اصغر عرف شيخ شاه محمد، جنهن ... رمضان وفات ڪئي ۹ - سيد محمد صادق، جنهن ۲۱ رجب ۲۶ ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪئي ۱۰- سيد محمد راجو. هيءُ سنه ۸۳۵ ه ۾ ڄائو هو. سنده ... جو سنه ” وارث حسين“ مان نڪري اچي ٿو. ڪيس بارهن پٽ ٿيا. هن ۱۷ ... وفات ڪئي. ۱۱- شاه عالم (ٻيو). هي راڳ جو شوقين هو. ۱۲- سيد سليم الله جو ننڍي ئي فوت ٿيو. حضرت قطب‌عالم بٽوه ۾ تاريخ ۷ ذوالحج سنه ۸۵۷ (۱۰ ڊسمبر ۱۴۵۳ ع ) ۾ ۶۷ ورهين جي عمر ۾ وفات ڪيائين ۽ اتي مدفون ٿيو(۲). هن سنه ۸۵۷ جو عدد ” مطلع يوم‌الترويه “ مان نڪري ٿو.

---

(۱) مراة احمدي (انگريزي ترجمو) ص ۱۴۰.

(۲) رسالہ نوائے ادب (اردو) جنوري ۱۹۵۱ع ص ۵۹ ۽ خزينة الاصفياص ۷۰ ۽ تاريخ گجرات انگريزي (ڪميزرٽ) ص ۱۰۰ مگر معراج‌الولايت ڪتاب موجب سنه ۸۵۶ه ۽ اخبارالاخيار ص ۱۰۶ موجب ۸ ذوالحج- مراة احمدي ( انگريزي ترجمو ) ص ۲۴ موجب ۸ ذوالحج جي صبح وقت.

سندن وصال تي، گجرات جي سلطان قطب الدين، جنهن کي جلال خان سڏيو ويندو هو، جو ٨٣٥ هه (١٤٣١ ع) ۾ ڄائو هو ۽ جنهن ١٤٥١ ع کان ١٤٥٨ع تائين راڄ ڪيو، تنهن جي اميرن سندن مٿان هڪ ننڍو روضو ٺهرايو. پٺي سلطان محمود بيگرا (فتح خان)، جو ٨٤٩ هه (١٤٤٥ ع) ۾ ڄائو هو ۽ جنهن ١٤٥٨ ع کان ١٥١١ع تائين راڄ ڪيو، تنهن هڪ شاندار وڏو روضو ٺهرايو. عرس ٧، ٨ ۽ ٩ ذوالحج لڳندو آهي.

روضي جي ساري جائداد ۽ ٻالري ۽ شيڪري جا ڳوٺ، حضرت جن جي پوين سنڀال ۽ گذر لاءِ سندن حوالي ٿيا (١). روضو سڄو پٿر جو ٺهيل آهي. ٻاهر هڪ پٿر تي اُڪريل آهي:

قطب عالــم کــہ هست شاہ افلاک
از روضــه او فــزود جــاہ افلاکـــ
زين پيش کلاہ آسمان بــي ســر بود
شد گنبذ او ســر کــلاہ افلاک(٢)
خــانــزاد ايــن درگـــاہ
جلال بن محمد بــن جلال شاهي گفتم

## حضرت قطب عالم جا خليفا

## سيد عثمان "شمع برهاني"

هي حضرت قطب عالم جو هڪ خليفو ۽ مريد هو. حضرت جن کيس "شمع برهاني" لقب عطا ڪيو. هو ننڍڙي هونديئي قطب عالم جو مريد ٿيو. هو هميشه غربت ۾ گذارڻ پسند ڪندو هو(٣).

حضرت قطب عالم جي فرمودي موجب، هو برهاندين پور ۾ وڃي رهيو، جتي سوين ماڻهو هن جي قدمن ۾ ويهي تربيت وٺڻ لڳا. جڏهن ته اتي جي رهاڪن کي اِنهيءَ ڪري تڪيف محسوس ٿيڻ لڳي، تنهن ڪري درياه جي ٻيءَ پر عثمان پور ۾ وڃي رهيو. هن ڪيترا ڪتاب تصنيف ڪيا، جن مان هڪڙو

---

(١) مراة احمدي (انگريزي ترجمو) صفحه ٢٤.

(٢) مولف پاڻ ٻتوه (احمدآباد هندستان) وڃي زيارت ڪري سڀ روبرو ڏسي احوال ۽ فوٽا وٺي آيو آهي.

(١) تاريخ گجرات انگريزي (ڪميزرٽ) ج ا، ص ١٥٨.

آهي ” مدارج المعارف“ هن ڪيترو شعر چيو، جو اڪثر وجد جي حالت ۾
اٿس. هن جو عرس ۱۵ جمادي الاوليٰ تي عثمان پور (احمدآباد) ۾ ملهايو ويندو آهي.

## سراج الدين ابوالبرڪت سيد محمد

گجرات جي سلطان جي امير خداوند خان جـو ڏوهٽو هو. سومر رات
ذوالقعد ۸۱۷ ھ ۾ ڄائو هو. هي سنہ ” وارث علي “ لفظ مان نڪري اچي ٿو.
هو وڏو صوفي ٿي گذريو آهي ۽ شيخ احمد کاٽو گنج بخش کان
ٽيس. ۶۳ ورهين جي ڄمـار ۾ ڇنڇر رات ۲۰ جمادي الاخريٰ سنہ ۸۸۰ ھ
وفـات ڪيـائين .

## حضرت شاه عالم

”سرها ڏنم سي، جن جي سـاڄاءِ سرائين سين
تيغ تني جي ڪي، ڪٽ نہ لڳي ڪڏهين“ (شاه ڀٽائي)

هي صاحب ۹ ذي القعد سنہ ۸۱۷ ھ (۱۸ جنوري ۱۴۱۵ ع) ۾ ڄائو هو(۱)
سندن ڪنيت ابوالبرڪات ۽ نالو محمود هو. پنهنجي والد بزرگ جا خيفا
حضرت جن جو حليہ مبارڪ گهڻي قدر سرور ڪائنات جن جي حليي مبارڪ
مشابهت رکندڙ هو. سندن والدين ۽ دائيءَ جو اسم شريف سرور ڪائنات
والدين ۽ دائيءَ جي اسم شريف مطابق هو(۲). سندن والده جو نـالو بيبي
(سلطانہ خاتون) هو. گجرات جي سلطان جي امير خداوند خان جي پوٽي هئي
سندس والد بزرگوار جي ٻارهن پٽن مان پيو نمبر فرزند هئا، پنهنجو

(۱) نوائے ادب رسالہ (اردو) جنوري ۱۹۵۱، ص ۶۷ ۽ حزينہ الاصفياء ج ۲، ص
مذڪرہ الاوليا هند، ج ۳ ص ۵۳، اتي ولادت جـي تاريخ سنہ ۸۰۷ ھ ڏيکاريل
وصال جي تاريخ ساڳي ڏيکاريل. سفينہ الاوليا ص۱۱۸ اتي ولادت جي تاريخ ۷ ذوالقعد
۸۱۸ ھ ڏيکاريل ۽ وصال جي تاريخ ڇنڇر رات تاريخ ۲۰ جمادي الاخر سنہ ۸۸۰ ڏيکار
انگريزي گجرات (ڪيمزريٽ) ج ۱، ص۲۰۸ تي ڄمڻ جي تاريخ ۹ ذوالقعد ۸۱۷ ھ (۱۸
۱۴۱۵ع) ۽ وصال جي تاريخ ۲۰ جمادي الاخر سنہ ۸۸۰ ھ (۲۱ آڪٽوبر ۱۴۷۵ ع) ڏيکار
پيو ڏيکاريل تہ وصال وقت عمر ۶۰ سال هئن. هيءَ احوال آئين اڪبري ڀاڱي ۳ ص
تان ورتل آهي. سفينہ السادات بخاريہ (قلمي) ص ۱۲۷ تي ڏيکاريل ۲۷ ذي القعد ۸
پڻ ۾، مراة احمدي (انگريزي ترجمي) ۾ سومر رات تاريخ ۱۷ ذي القعد ۸۱۷
”وارث علي“ مان نڪري اچي ٿو.
(۲) مراة سڪندري (انگريزي ترجمو).

رسول آباد (احمد آباد) ۾ ڪيائون ۽ گجرات جي بخاري سيدن جا وڏا بڻيا, سندن وڏي هلندي هئي ۽ وڏي اثر و رسوخ وارا هئا, ڪين"ميان منجهلو" ۽ "ميان جيو" ڪري سڏيندا هئا (١).

گجرات جو سلطان قطب الدين جنهن ١٤٥١ کان ١٤٥٨ع تائين راڄ ڪيو, شروع ۾ سندن ڏاڍو معتقد هو, پر پوءِ هلي مخالف ٿي پيو. حضرت شاه عالم جي ايڏي ته هلندي ۽ مريدي هئي, جو سلطان کين ڪجهه به نه ڪري سگهيو (٢).

ٺٽي جي ڄام ننده (نظام الدين), جنهن سنه ٩١٤ھ تائين حڪومت ڪئي, تنهن کي ٻه ڌيئر هيون, جن جا نالا هئا: بيبي مرڪي ۽ بيبي مغلي. بيبي مرڪي گجرات جي سلطان محمد ٻئي, جنهن ٨٤٦ھ (١٤٤٢ع) کان ٨٥٥ھ (١٤٥١ع) تائين حڪوت ڪئي, تنهن سان مڱائي. بيبي مغليءَ کي حضرت شاه عالم سان مڱايائين (٣). ڪجهه وقت کان پوءِ سلطان محمد کي خبر پيئي ته سندس مڱ بيبي مرڪيءَ کان بيبي مغلي گهڻو وڌيڪ حسين آهي, تنهنڪري سلطاني زور تي ڄام کي قبول ڪرايائين تہ بيبي مغلي کيس ڏني وڃي ۽ بيبي مرڪي حضرت شاه عالم کي. حضرت شاه عالم کي جڏهن اها خبر پئي, تڏهن ڏاڍي ڏک مان پنهنجي والد حضرت قطب عالم سان ڳالهه ڪيائون. حضرت قطب عالم جن فرمايو ته "ابا, ائين امر ٿيل آهي, تنهنجي شادي پنهي سان ٿيندي." حضرت شاه عالم جي شادي بيبي مرڪيءَ سان تي گذري ۽ سلطان محمد جي

---

(١) تاريخ گجرات مصنف ڪيمزريٽ.

(٢) مرآه سڪندري (انگريزي ترجمو) ص ١٣٨.

(٣) انگريزي تاريخ گجرات (ڪيمزريٽ) ص ١٢٩ ۽ ص ١٧٣ ۾ ڏيکاريل آهي ته "ٺٽي جي ڄام ننده (نظام الدين) جي هڪ ڌيءَ گجرات جي سلطان محمد سان پرڻي." اهو سلطان محمد پيو هو. شاه عالم ٨١٧ھ (١٤١٥ع) ۾ ڄائو هو ۽ ٨٨٠ھ (١٤٧٥ع) ۾ وصال ڪيائين. سلطان محمد ٻئي جي حڪومت جو وقت ٨٤٦ھ (١٤٤٢ع) کان ٨٥٥ھ (١٤٥١ع) آهي. انهيءَ وقت ۾ سمن جو ڄام سنڌ ۾ ڄام ننده (نظام الدين) هو. ڄام نظام الدين جي حڪومت جو عرصو, تحفة الڪرام ص ١٣٦ موجب ٤٧ ورهيه هو. ڪتاب عرب و هند کے تعلقات (اردو) از مولانا سيد سليمان ندوي ص ٣٨١ موجب ٦٢ سال سندس حڪومت هئي ۽ ڄام نندي (نظام الدين) جي زماني ۾ سنه ٨٩٠ھ ۾ شاه بيگ ارغون قنڌار مان اچي سنڌ تي حملو ڪيو هو پر فتحياب نه ٿيو هو. مراه سڪندري (انگريزي ترجمي) جي ص ١٠٦ تي ڏيکاريل آهي ته "ڄام جوناه کي ٻه ڌيئر هيون, جن مان بيبي مرڪيءَ کي سلطان قطب الدين بن سلطان محمد سان مڱايو. سلطان محمد بيبي مغليءَ جي سونهن جي هاڪ ٻڌي, پاڻ زوريءَ ڪئي."

بيبي مغليءَ سان. بيبي مغليءَ کي هڪ پٽ ڄائو. سلطان محمد جلدئي گذاري
ويو. سلطان محمد کان پوءِ سندس پٽ سلطان قطب الدين تخت تي ويٺو، جنهن
۸۵۵هه (۱۴۵۱ع) کان ۸۶۳هه (۱۴۵۸ع) تائين حڪومت ڪئي. بيبي
مغليءَ کي اچي خوف ورتو ته سلطان قطب الدين پنهنجي ماٽيجي ڀاءُ (بيبي مغلي
جي پٽ) شهزادي فتح خان، جنهن پوءِ محمود بيگرا ڀهرئين جي لقب سان ۱۴۵۸ع کان
۱۵۱۱ع تائين حڪومت ڪئي، تنهن سان سٺا پير نه هلندو، تنهنڪري وڃي
پنهنجي ڀيڻ بيبي مرڪي جي گهر، پٽ سوڌي رهڻ لڳي. بيبي مرڪي ستت ئي
گذاري وئي، پوءِ حضرت شاه عالم بيبي مغليءَ سان نڪاح ڪيو. ٻنهي جون قبرون
احمدآباد جي ماڻڪ چوڪ ۾ "راڻيءَ جي حاضرا" ۾ ٺهيل آهن. بيبي مرڪي
جي قبر سهڻي ڪاري سنگمرمر جي ٺهيل آهي ۽ بيبي مغليءَ جي اڇي
سنگمرمر جي.

حضرت جن جا پويان ۱۷ سال سلطان محمود بيگري ڀهرئين جي وقت ۾
گذريا. ان وقت ۾ سندن رسوخ چوٽيءَ تي چڙهيل هو ۽ جت ڪٿ سندن
ڈاڪو ڄميل هو.

جمعي کان سواءِ ٻئي ڪنهن به ڏينهن تي، ڪوبه ساڻن ملاقات ڪري
سگهندو هو. ٻيا ڇهه ئي ڏينهن حجري ۾ بند رهي، عبادت ۾ مشغول رهندا
هئا. جمعي ڏينهن ماڻهن کي هدايت ڪندا هئا ۽ روحاني فيض ڏيندا هئا. جن
کي دنيوي تڪليفون ۽ شڪايتون هونديون هيون، تن جون اهي حل ڪندا
هئا. جمعي نماز کان پوءِ وري حجري ۾ هليا ويندا هئا. جيڪڏهن اينڈڙ جمعي
کان اڳ خود سلطان سندن ملاقات جو خواهان ٿيندو هو ته ان کي به ملاقات
نصيب نه ٿي سگهندي هئي (۱).

چون ٿا ته هن کي طريقت جي سلوڪ ۾ عجيب و غريب نمونو هو
ڪڏهن ملامتين جي مشرب تي به هلندا هئا. مگر هنن جي ولايت جو نشان روشن
هو ۽ هنن جي خاص هجڻ جي نشاني ظاهر هئي. نهايت رحمدل، عابد ۽ زاهد هئا (۲)

**تصانيف:-** جناب محمد مقبول عالم جلالي احمدآبادي، جو حضرت جن جو

(۱) مراة سڪندري (انگريزي ترجمو) ص ۱۹۸
(۲) اخبار الاخيار ص ۱۵۶

چهين پيڙهي ٿيو، تنهن پنهنجي ڪتاب ” لطائف شاهيہ “ جي چاليهين لطيفہ ۾ سندن رسالہ ” مفاتيح الخزائن “ نقل ڪيو آهي. شاه عالم هيءُ رسالو سنہ ٨٥١هہ (١٤٤٧ع) ۾ لکڻ شروع ڪيو. جلالي لکي ٿو تہ ”حضرت شاه عالم ٻارنهن سال ان رسالہ جي تاليف ۾ مصروف رهيو ۽ ٢٧ رجب سنہ ٨٦٣هہ (١٤٥٨ع) تي ڪن خاص ماڻهن اڳيان انهيءَ ڳالهہ جو اظهار ڪيائين. انهن خاص ماڻهن ۾ خليفو شيخ احمد مخدوم پڻ هو. هن ۾ شاه عالم جو نسب نامہ پڻ بيان ٿيل آهي“. جلالي لکي ٿو: ”بتاريخ بيست و هفتم رجب سنہ ثلث و سين و ثمانايہ کہ باظهار آن مامور شدند بر بعضي اصحاب خلوت مثل شاه‌محمد زاهد و مريد و برادر و پيش نماز و ميان محدوم کہ از سائر خلفائي ممتاز بودند املا فرمودند“ (١).

” لطائف شاهيہ “ جلاليءَ جي فارسي ڪتاب مطالع ڪرڻ مان پتو پوي ٿو تہ حضرت شاه عالم گهڻا رسالا لکيا هئا، مگر ڪن ٿورڙن کان سواءِ ٻيا هٿ نٿا اچي سگهن.

حضرت سيد جعفر بدرعالم، جلاليءَ جي فرزند پنهنجي ڪتاب ”روضات شاهيہ“ جي ڏهين جلد ۾ حضرت شاه عالم جي رسالي ” لتکون اعتمادالمريدين“ جو ٽيون فصل نقل ڪيو آهي.

حضرت شاه عالم جو ٽيون ڪتاب،” زينت المفاتيح“، جلاليءَ ”لطائف شاهيہ“ جي اوڻيهين لطيفي ۾ نقل ڪيو آهي. هن ۾ پڻ شاه عالم پنهنجو سلسلہ نسب بيان ڪيو آهي.

چوٿون ڪتاب ”مناجات العاشقين“، جلاليءَ جي ”لطائف شاهيہ“ جي اوڻهٺ لطيفي ۾ نقل ٿيل آهي. سيد محمد گيسو دراز جو ڪتاب خاتم الاداب (ڪتاب خاتم) هميشه سندن زير مطالعہ هوندو هو.

چنچر ڏينهن تاريخ ٨ جمادالاول سنہ ٨٨٠ هہ (١٤٧٥) ۾ ٦٣ ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪيائون. وفات جي تاريخ اخبارالاخيار مطابق ”فخر“ لفظ مان ملي ٿي ۽ معراج الولايت ڪتاب موجب ”شمع عشق“ لفظ مان ملي ٿي. مراة سڪندري ص ٦٣ موجب ”آخر - ال - اوليا“ مان پڻ ملي ٿي(٢).

رسول آباد، جو احمد آباد جي ڀرسان هڪ بستي هئي، اتي دفن ڪيا ويا.

(١) نواءِ ادب رسالہ (اردو) جنوري ١٩٥١ ص ٦٧.
(٢) - مراة احمدي (انگريزي ترجمي) ۾ ٢٠ تاريخ چنچر رات ڏيکاريل.

سندن روضو احمد آباد کان هڪ ميل پنڌ تي، ڏکڻ طرف رسول آباد ۾ آهي جتي هر هڪ جمعي تي ميلو لڳندو آهي. رسول آباد کي اڪثر ڪري شاه عالم ڪري سڏيندا آهن. سندن وفات بابت لکيل آهي :-

شاه عالم بادشاه اهل دين - مقداي دين اميرالمومنين
گفت هاتف شاه عالم شاه‌دين- نيز سيد شاه عالم رهنما
گشت سال انتقالش جاوه گر - از امين الله امام المقين
شاه عالي شان ولي الله گو - انتقال آن شدي روي زمين

پهرين پيءُ بوا خندا، جا ننڊود (نڙياد) جي حاڪم، ملڪ اشتياق ڪوڪ جي دختر هئي، تنهن مان هيٺيان ٽي فرزند ۽ ٻه ڌئر ٿين. ١- سيد راجو ٢- سيد ٣- سيد شيخ محمد ٤- بيبي راجي ٥- بيبي امت الله. ٻيءَ بيبي مرڪيءَ مان هڪ فرزند ۽ ٻه دختر ٿين: ١- سيد بيگ محمد (شاه بيکڻ) ٢- بيبي امان ٣- بيبي منجهلي ٽئين بيبي مغليءَ مان هڪ فرزند سيد سلطان محمد ٿين(١).

شاهه عالم (رسول آباد) ۾ ڪوٽ اندر ٻه سهڻا روضا، هڪ مسجد ۽ جماعت خانو ٺهيل آهن. هڪڙو روضو حضرت شاه عالم جو آهي، جو ڪوٽ اندر وچ ۾ ٺهيل آهي. ٻئي روضي اندر حضرت شاه عالم جا پويان مدفون آهن (٢). حضرت شاه عالم جو روضو سندن وصال کان ٥٨ ورهيه پوءِ، سنه ٩٣٨ هه (١٥٣١-١٥٣٢ع) ۾ گجرات جي سلطان بهادرشاه، جنهن ٩٣٢ هه (١٥٢٦ع) کان ٩٤٣ هه (١٥٣٧ع) تائين راڄ ڪيو، تنهن جي ڏينهن ۾ ٺهيو. تاج خان، جو بهادر شاه جي دربار ۾ هڪ امير هو، تنهن ٺهرايو. ٻئي روضي، جنهن ۾ حضرت شاه عالم جا پويان مدفون آهن، تنهن ۾ وچون مقبرو حضرت مقبول عالم (جلالي شاعر) جو آهي، جو شاه عالم جي ڇهين پيڙهي آهي.

حضرت جن کي پنج فرزند ۽ چار ڌئر ٿيون (٣). بيبي مرڪيءَ مان هڪ پٽ نالي شاه بيکڻ ٿين، جو ننڍي هوندي ئي فوت ٿيو. ٻين ڇئن فرزندن جا نالا آهن: سيد عشق‌الله، سيد محمد، سيد اڪبر ۽ سيد احمد (٤).

(١) مراه احمدي ص٣٥ ۽ تاريخ گجرات انگريزي ,ڪيمز زيٽ) ص ٢٠٨.
(٢) تاريخ گجرات انگريزي (ڪيمزريٽ) ص ٢٠٨
(٣) تاريخ گجرات انگريزي (ڪيمزريٽ) ۽ مراة احمدي ص ٣٥
(٤) تاريخ گجرات انگريزي (ڪيمزريٽ) ص ٢٠٨

حضرت شاه عالم جا پويان "شاهيا سيد" سڏجڻ ۾ آيا. سندن پائرن جا پويان "قطبيا سيد" سڏجڻ ۾ آيا. مغلن جي گجرات فتح ڪرڻ کان پوءِ، حضرت شاه عالم جا پويان، جيتوڻيڪ شيعه مذهب جا هئا، تڏهن بہ اڪبر بادشاه کان وٺي شاه جهان بادشاه تائين، سڀ کين وڏي عزت ڏيندا هئا (١).

حضرت شيخ احمد گنج بخش مخدوم، جنهن جي خانقاه تاجپور (احمد آباد) ۾ آهي، هڪ وڏو شاعر ٿي گذريو آهي ۽ جنهن جا هندي دوها ۽ فارسي غزل چيل آهن، سو حضرت شاه عالم جو پوٽو، مريد ۽ خليفو هو. هن ٻارنهن سالن جي عمر ۾ حضرت شاه عالم کان طلب ورتي هئي. رسول آباد ۾ شاه عالم جي خدمت ۾ ٻارهن سال رهيو. حضرت شاه عالم جي وصال کان پوءِ هو آن جو جانشين مقرر ٿيو ۽ ڏهن سالن کان پوءِ يعني سنه ٨٩٠هه (١٤٨٥ع) ۾ وفات ڪيائين.

شاه عالم جو ٻيو شاهه محمد زاهد هو، جو سندس مريد هو. پيش امام پڻ هو. سندس خليفو بہ هو. سنہ ٨٩٢هه (١٤٨٦ع) ۾ وفات ڪيائين.

احمد آباد جي سلطانن طرفان، حضرت سجاده نشينن، صاحبزادن، مقبرن ۽ عرسن جي خرچن لاءِ چڱيون امدادون پئي عطا ٿيون آهن. سنہ ١٦٧٠ع ۾ اورنگزيب بادشاه طرفان هڪ سند عطا ڪئي ويئي، جنهن ۾ ڪيتريون ديهون بٽوه جي سيدن جي حوالي ڪيون ويون. سنہ ١٧٢٣ع ۾ ترمبڪراءِ گائڪواڙ ڪيترائي ڳوٺ ساڳئي مطلب لاءِ سندن حوالي ڪيا. سنہ ١٨٦٧ع ۾ بمبئي سرڪار پڻ چڱي وڏي رقم شاهه عالم (رسول آباد) جي روضن ۽ جاين جي مرمت لاءِ خرچ ڪئي.

تازو هڪ پارسيءَ ۾ لکيل فرمان هٿ آيو آهي، جو بٽوه جي سجاده نشينن وٽ محفوظ آهي. آن جو فوٽو شامل رکجي ٿو.

آهو ڏيکاري ٿو تہ گجرات جي سلطان محمود ٿئين، بٽوه جي بخاري سيد صالح محمد جي سجاده نشينيءَ کي برقرار رکي، کي ديهون آن جي حوالي ڪيون آهن. آن فرمان تي مُهرَ جي تاريخ ٩٥٥ هه (١٥٤٨ع) آهي.

---

(١) مراة احمدي ص ٣٧

# فرمان جو متن

۱- بحکم فرمان کامگار همایون اعلیٰ لامیران عالیشان
۲- این پروانۂ اصدار یافت و فرموده آید تا ساکنان قصبہ قطب آباد
۳- عرفہ بتوه و سایرایہ و قضاة و کارکنان شهر معظم احمد آباد (مستلزم)
۴- دانند کہ بندگی حضرت شاه شیخ جیو منصب سجاده نشینے برائی فرزند
۵- سید محمد المعروف شاه منجهلہ سرحمت فرموده بودند و سید مذکوره را
۶- برادر او باسمه سید بدا بناء برهمین امر بقتل رسانید و از سادات عظام
۷- و خلفاء این سلسلهٔ معلوم شد کہ بعد ازان شاه شیخ جیو تربیتِ علم
۸- مشخیت را برائی نبیرهٔ خود اسم سید صالح محمد نمود و خرقۂ خلافت
۹- و اجازت کہ از بزرگان خود یافتہ بودند پوشانیده اند بناء علی ذالک
۱۰- بموجب........ سائرباجها بدو دادند با صاد تبلیغ مسند عالی خان اعظم
۱۱- آصف خان رسانیده مجلس اشرف خان اعظم خداوند خان وزیر ممالک
۱۲- استقبال شهور اثنی عشر جلوسیہ منصب تولیت را باسم سید صالح محمد
۱۳- معین داشته حسب الشرح کہ در ذیل تفصیل یافتہ در وجہ خرج اعراس
۱۴- لنگر روضات متبرکات تسلیم سید محمدصالح نمایند و دیگر برادرین امر دخ
۱۵- ندهند و بر حکم برادر روند م موضع کها [دوپشت] و موضع کنچ [دوپشت
۱۶ و موضع درارود [ودم‌زیست] موضع نالول [نۂ زیست] و بستي و موضع بتو
۱۷- آلسابع فی شهر شوال سنہ خمس و خمسین و تسعمأة ...... خیر الاول ء
اثنی عشر جلوسیه .

مراة احمديء ( انگريزي ترجمي ) ۾ شاه عالم جي احوال ۾ اچي ٿو ته
هيٺيان ڳوٺ شاه عالم جي پوين جي حوالي ڪيا ويا :

باسنا ، عيسانپور ، سارسا ، دارود ، وٽشالي ۽ باڪرول پرڳڻا حويليءَ ۾
امبريلي ، جلاپور وغيره ڇهه ڳوٺ ڍولڪا ۾ ؛ متر باسنا ۽ منڊا باسنا پڻ شاهي‌سيد
جي خاص حوالي آهن .

هن فرمان ۾ مراة احمدي موجب ، بتوه جي ڪن بخاري سادات جو سلسلو
هن طرح ملي ٿو :

بشو سمندر ساکن آتش مدام ورنه اینجا ساکنی آنجا چکار

مرد را باید که دارد همتی غیر همت زینت زیبا چکار

مرگ یکی زینت و زیبا برو زینت قایم نشد زیبا چکار

همچو عنقا می پرم بر آسمان طیرانی دیگران طیران چکار

آنچه فتح الدین دارم از پی اصل خویش فارغ غم اسباب کلی منصب بالا چکار

(۱۴)

سر معنی نشنیده ام که مپرس جوش وحدت چشیده ام که مپرس

آنکه سریست در جهان پنهان وحدت خویش دیده ام که مپرس

سائين فتح الدين شاهه

جي ڪلام جي قلمي نسخي جو هڪ صفحو

سيد برهان الدين (قطب عالم)
(وصال ١٤٥٣ع)

سيد نصير الدين شاه بادا
(وصال ١٤٧٩ - ١٤٨٠ ع)

سيد جلال الدين عرف شاه شيخ جيو
(چوٿون فرزند)
(وصال ١٥٢٤ - ١٥٢٥ع)

سيد محمد عرف شاه منجهلا — سيد بادا

سيد محمد عرف شاه منجهلا
سيد صالح محمد

شاه عالم جو فقط هڪ هندي دوهڙو ملي سگهي ٿو(١). سمجهجي ٿو ته سندن پيا هندي دوها به ضرور چيل هوندا، جي هٿ نه ٿا اچن -

من نه مَسُلِي، بي [نه] آچُلِي، آتَتُ نه لاگي بَار
مَتِيَنُ سُهاگن جهونُپڙا چونُتُ اَت کَرتي ٿار

(منهنجو) مَنُ نه مُنجهي، محب نه وچڙي، ۽ ملڻ ۾ مشڪلات نه ٿئي. (انهيءَ ڪري) مون سهاڳڻ پنهنجي جهوپڙي (سندس در جي) چائنٺ تي اڏي آهي.]

روضي جي وڏي شاهي مسجد جي پٽ تي سنگمرمر جي هڪ سر لڳل آهي جنهن تي انگريزيءَ ۾ هيٺيون مضمون لکيل آهي. مولف آگسٽ ١٩٥٨ ع ۾ پاڻ آتي وڃي نقل ڪري آيو:-

**Rouza of Hazrat Shah Alam at Rasul abad, near Ahmed abad, A.D. 1531-1541.**

This mausoleum ouer the grave of Hazrat Shah Alam was erected by one Jaj Khan Nopali, a noble-man at he court of the 9th Gujarat, Sultan, Bahādur Shah (1526-1537). Hazrat Shah Alam was a son of Hazrat Qutab Alam of vatwa and was like his father a gret saint. He died in 1475, but the tomb was constructed more than

(١) احمد آباد جي پير محمد شاه لئبرري جي قلمي نسخي سفينة السادات بخاريه مان مولف جورو پرو آگسٽ ١٩٥٨ع ۾ ڳولي ڪڍيل.

## حضرت شاهه عالم جا فيض يافته شاگرد ۽ خليفا

## حضرت شيخ جيو

حضرت شاهه عالم جو پوٽو شيخ جيو، جنهن کي پڻ حضرت قطب عالم جيان مخدوم جهانيان سڏيندا هئا، سو بخاري سيدن جو سرڪردو ٿيو. هيءُ اساول ۾ سنه ٨٥٣ هه ۾ ڄائو هو ۽ علم جو پيندار ٿي گذريو آهي. جڏهن هن جي ڄمڻ جي خبر سندس ڏاڏي حضرت قطب عالم کي پڌايائون، تڏهن ٻار جي والد ڏانهن منهن ڪري فرمايائون "مخدوم جهانيان جي نسل ۾ تمام وڏيءَ عظمت وارو صاحب آيو آهي". حضرت شاهه عالم سندس چاچو، کيس گود ۾ کڻي فرمائيندو هو "جيڪي مون وٽ آهي، سو هن کي سپرد ڪيان ٿو"(١). سلطان مظفر پيو ١٥١١ع ۾ گجرات جي تخت تي ويٺو. جڏهن هن کي شيخ جيو سان رغبت ٿي، تڏهن هن جي صحبت ۾ بدلجي نئون انسان ٿي پيو ۽ چڱي روشني حاصل ڪيس. شيخ جيو ١٧ ربيع الاخر سنه ٩٣١ هه (١٥٢٥ع) ۾ وفات ڪئي ۽ حضرت قطب عالم جي روضي جي پرسان مدفون آهي. پوءِ سندس فرزند شيخ بادا سرڪردو ٿيو. سلطان سڪندر ١٥٢٦ع ۾ گجرات جي تخت تي ويٺو. هن جي ساڻس ناسازي ٿي پئي. ٻتوهه هيل تائين بخاري سادات جي سرڪردي جي جاگير جو هڪ حصو ٿيندو پئي آيو، مگر هاڻي سلطان سڪندر، شيخ بادا کان کسي، شاهه عالم جي فرزند سيد محمد جي حوالي ڪرڻ چاهيو، پر سيد محمد انڪار ڪيو.

## ديوان سيد محمد زاهد

هيءُ پنهنجي والد، حضرت قطب عالم جو ستون فرزند هو ۽ شاهه عالم جو ننڍو ڀاءُ هو. هن جي ولادت ٩ رجب سنه ٩٢٨ هه ۾ ٿي. شاهه عالم پنهنجي وصال جي وقت کيس سڏائي چيو ته "غيبي خزانا جيڪي اسان جي قدمن کي چهٽل آهن، سي اوهان جي حوالي ڪري ٿا وڃون." سندس وصال ٦ شعبان سنه ٩٩٢ هه ۾ ٿيو، جو "قرة عين- نبي" مان نڪري ٿو. لفظ "جلوه" سندس عمر ٣٩ ورهيه ڏيکاري ٿو. ٻتوهه ۾ مدفون آهي.

(١) مراة سڪندري (انگريزي ترجمو) ص ٢٨١ ۽ ٣٠٧

## مولانا شيخ احمد (ميان مخدوم)

سلطان محمد غوريءَ جي خاندان ۾ برهان (نالي بزرگ) ٿيو آهي. هيءُ انجو فرزند هو. هو حضرت شاهه عالم جو مريد ٻارهن ورهين جي عمر ۾ ٿيو ۽ ساري عمر رسول آباد ۾ رهي، مرشد جي خدمت ڪيائين. شاهه عالم جي وصال کان ۱۰ سال پوءِ، ۶۵ ورهين جي عمر ۾ ۲۲ ربيع الاخر سنه ۹۹۰هه ۾ وفات ڪيائين. تاجپور (احمدآباد) ۾ مدفون آهي.

"عاشق ائين گم ٿين، سچو جين قطره وچ سمندر دي."

## سيد جلال‌الدين (ماه عالم)

هي بزرگ حضرت سيد محمود شاهه عالم بن حضرت برهان الدين قطب‌عالم جي پنجين پيڙهي ۾ سنه ۹۵۹ هه ۾ ڄائو (۱). سندن والد جو نالو سيد حسين ۽ والده جو نالو "بيبي خندا گوهر" هو، جا ملڪ خضر جي نياڻي هئي. ظاهري تعليم حضرت شاهه وجيهه الدين علوي صاحب جن کان پرايائين. "مراة احمدي" جو مصنف ماه عالم جو حوالو ڏيندي لکي ٿو ته "درس از ميان مولوي وجيه‌الدين هم گرفته‌اند"(۲). باطني تعليم حضرت شير محمد کان حاصل ڪري، ان جو مريد ۽ خليفو ٿيو. سنه ۹۸۰هه مطابق سنه ۱۵۷۲ع ۾ اڪبر بادشاهه احمدآباد فتح ڪئي. ان وقت حضرت ماه عالم "آستانه شاهيه" جو سجاده نشين مقرر ڪيو ويو. پاڻ هڪ سنو شاعر به هو. سندس فرزند، گجرات جو مشهور شاعر (۳) جلالي احمد آبادي پنهنجي تصنيف "لطائف شاهيه" جي ۶۳ لطيفي ۾ اهڙو ذڪر ڪيو آهي ۽ سندس هڪ رباعي به نموني طور ڏني اٿس، جا هيٺ لکجي ٿي:

"اے دست زده بذيل پيغمبر و آل — از دست بده ياد خدائے متعال
در راه طلب مصلي و تالي شو — زاکم بذي و باش مراقبه هم حال"

---

(۱) مراة احمدي ۾ ۶ ذوالقعد سنه ۹۵۰هه ڏيکاريل
(۲) خاتم مراة احمدي ص ۱۰۸
(۳) رسالہ نواء ادب (اردو) اپريل سنه ۱۹۵۱ ص ۶۹

# جلالي احمد آبادي

”جو مون پڙهيو پاڻ لئي، سبق سابق جو
پهرين سڃاتم پانهنجو، نفس جو نهو
جت عرفان اصل ۾، تي روحن روز ڪيو
وري ورق پيو، ڳڌيم وَڏِ وصال جو“ (شاه ڀٽائي)

جهانيان خاندان مان جيڪي شاعر احمدآباد ۾ ٿي گذريا آهن، تن مان هڪڙو نالي وارو شاعر ٿي گذريو آهي.

سندس نالو محمد، لقب نظام الدين، ڪنيت ابوالفتح خطاب مقبول عالم ۽ تخلص جلالي هو. سندس والد جو نالو جلال الدين ماه عالم هو. والده جو نالو آمنه، جا سيد نصرالله جي نياڻي هئي.

جلالي جو سلسله نسب پنجن پيڙهين تائين گجرات جي مشهور بزرگ حضرت شاه عالم بخاري (جهانيان) سان وڃي ملي ٿو. پنهنجي ڪتاب ”لطائف شاهيه“ جي چاليهين لطيفي ۾ لکي ٿو ”سيد نظام‌الدين محمد مقبول عالم بن سيد جلال‌الدين حسين شاه عالم“. پنهنجي ڏاڏي سيد حسن، جنهن جو لقب ڪمال‌الدين هو، جو سيد خان جي نالي سان مشهور هو، تنهن جي عرس جي تاريخ، پنهنجي ڪتاب ”لطائف شاهيه“ جي ۹۷ لطيفه ۾ هن طرح بيان ٿو ڪري: ”عرس سيد ابي الحسين سيد خان بن عبدالغفور نهم ربيع الاول“. پڙس ماه عالم پنهنجي وفات کان ۾ سال اڳ جلاليءَ کي پنهنجو جاء نشين مقرر ڪيو، جڏهن سندس عمر ۱۲ سال هئي. ۽ اها به خبر پوي ٿي ته، فلسفو پڙهندو هو. جيئن ته:

روشني بخش و دانش آموزم - شيخ هاشم سراج انجمن است،
آنکه آموخت علم فلسفه ام - هادي وادي ضلال من است.

سندس مطالع تمام گهرو هو. فارسيءَ ۽ عربيءَ جا مشهور ڪتاب ان جي نظر مان گذريا هئا. سندس ديوان ۾ ابن العربي، فصوص الحکم ۽ لمعات جا حوالا اچن ٿا. جلالي، حضرت سيد محمد گيسو دراز جي ڪتاب ”خاتم الآداب (ڪتب خاتم)“ پڙهڻ جي خاص طرح هدايت ڪندو هو.

ڪيس نه صرف فارسيءَ ۾ مگر عربيءَ ۾ پڻ سٺي مهارت هئي. هن جي ديوان ۾ عربي مصرعن کان سواءِ عربي شعر پڻ اچن ٿا. مثال طور،

تشنه بودم اے جلالی ناگهان آبم نمود - چون دویدم گشت پنهاں واهم یکن الاتراب، لولاک لما خلقت الافلاک - نیوش که رمز را ازو ناز است سر به عالم چو نهم از دست هجر- لیس في العالم سواک اي احد از را مي العشاق تمشی جافیا قالوا ازا - من یمینک من شمالک لیتنا کنا کتاب

پنهنجي فرزند سيد جلال مقصود عالم (رضا) جي محبت ۾ هڪ رباعي چئي اٿس :

از کسب هنر مراد مالست اے دل - وز علم و عمل غرض کمالست اے دل
مطلوب ز عاشقي وصالست اے دل - مقصود زهستیم جلالست اے دل

هن رباعي ۾ "مقصود" ۽ "جلال" تي ايهام آهي.

**اخلاق:** جلالي هڪ صوفي ۽ خدا ترس انسان هو. نهايت نيڪ ۽ سادي زندگي گذاريندو هو. خود جهانگير بادشاه پنهنجي ڪتاب "توزڪ جهانگير" جي صفحه ۲۴۴ تي لکي ٿو:

"نفس الامر آنکه مير بغايت نيک نهاد و مغتنم است بانجابت ذاتي و فضائل کسبي باخلاق حميده و اطوار پسنديده آراسته بسيارشگفته رو و کشاده پيشاني است واز مردم اين ملک بخوش ذاتي مير کسي ديده نشد".

**صوفين سان عقيدت:** جلاليءَ کي صوفين سان بيحد عقيدت هئي. هن جي ديوان ۾ اسان کي گجرات ۽ هندستان جي مشهور صوفين جي تعريف ۾ صرف شعر نٿا ملن، مگر پورا پورا غزل ملن ٿا. خواجه فريدالدين شکرگنج جي تعريف ۾ هڪ غزل لکي ٿو، جنهن جو ٿورو ٽڪر هت ڏجي ٿو:

او گنج شکر بوده و ما خاک خرابيم - او بحر محيط آمده و ما عين سرابيم
در باده کشي او همه خم خانه تهي کرد - مابي خبر از بوے سفالي ز شرابيم
او سينه سپر ساخته شمشير بلارا - بگريخته از تير بلا ماچون غرابيم
او ساخته چون گنج بويرانه وطن را - مادر پئے تعمير عمارات ترابيم
مقصود ازين گنج فريدالحق حسني است - کو گنج شکر بوده و ما خاک خرابيم

حضرت شيخ احمد گنج بخش مخدوم جي تعريف ۾ پورا غزل چيا اٿس.

**جهانگير بادشاه سان ملاقات:** جهانگير سنه ۱۰۲۷ هه (۱۶۱۷ع) ۾

گجرات آيو ۽ جلاليءَ جي ملاقات وقت قرآن شريف جو قلمي نسخو، سيد صاحب جي خدمت ۾ پيش ڪيائين.

جهانگير بادشاه سان ملاقات ڪان پوءِ جلد ئي جلالي آگره ويو، جو ان وقت هندوستان جي گادي هو. اتي ئي پنهنجي تصنيف "جمعات شاهيه" جو هڪ جلد، عيد الفطر سنه ١٠٢٨ هه (١٦١٨ع) ۾ پورو ڪيائين.

**شاهه جهان سان ملاقات:** شاهه جهان ٻه دفعا گجرات (هندستان) ۾ آيو. پهريون دفعو شهزادي هجڻ جي وقت ۾ يعني سنه ١٠٢٧ هه (١٦١٧ع) ۾ پنهنجي والد جهانگير بادشاه سان گڏجي آيو ۽ ٻيو ڀيرو سنه ١٠٣٧ هه (١٦٢٧ ع) ۾ شاهه جهان ٻنهي ڀيري جلالي سان ملاقات ڪئي، جنهن جو ذڪر "تحفته الکرام" جلد ٻئي جي صفحه ٣٠-٣١ تي ۽ "ماثر الامراء" جي جلد ٢ جي صفحه ٤٤٨ ۽ "عمل صالح" جي جلد ٣ جي صفحه ٣٥٩ تي اچي ٿو.

**تصانيف:** هن ڪيترائي ڪتاب تاليف ۽ تصنيف ڪيا. مراة احمدي ڪتاب جي خاتمه جي صفحه ٤١-٤٢ تي لکيل آهي "تواليف و تصانيف بسيارانذ". پر افسوس جو هن جا ڪيترا ڪارناما هٿ نٿا اچي سگهن. جن جو پتو پوي ٿو تن جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:

**احصاءُ الاسماء:** جلاليءَ جو پوٽو سيد جعفر "بدر عالم" پنهنجي ڪتاب "روضات شاهيه" جي ڏهين جلد ۾ شاهه عالم جي "لتکون اعتماد المريدين" جو ٽيون فصل نقل ڪري، پوءِ لکي ٿو "چون آنحضرت را باسم 'الاخر' مناسبتي بود تام و بسورة ق نسبتي تمام اول شرح اسم مي نويسد حضرت جدي مقبول عالم (جلالي) در احصاء الاسماء فرمايد الآخر منتهي و آنکه هميشه باشد و وجودش اورا نهايتي نبود". هن ڪتاب ۾ اسمائے الهي جي تشريح بيان ڪئي وئي آهي.

**جامع المني:** هي ڪتاب به هٿ اچي نٿو سگهي. هن جو ذڪر "روضات شاهيه" ۾ اچي ٿو. هن ۾ پڻ احصاء الاسماء وانگر "اسمائے الهي" جي شرح بيان ٿيل سمجهجي ٿي. هن ۾ تفاوت رڳو ايترو آهي، جو پهريائين ذڪر فارسي زبان ۾ ڪيل آهي ۽ پوءِ وري عربيءَ ۾. اهڙيءَ طرح "روضات شاهيه" ۾ "اسماء الهي" جي شرح "جامع المني" جي حوالي سان نقل ڪئي ويئي آهي ۽ هر جڳهه تي "جامع المني" کي پنهنجي ڏاڏي مقبول عالم (جلالي) سان منسوب ڪيو ويو آهي.

**اذڪار الاطهار:** هيءُ ڪتاب پڻ هٿ اچي نٿو سگهي. هي ڪتاب جيڪڏهن هٿ اچي وڃي ته اسان جي تاريخي ۽ ادبي معلومات ۾ تمام گهڻو اضافو ٿي وڃي. "روضات شاهيه" ۾ هن جو ٿورو حصو ڏنو ويو آهي، جنهن مان پتو پوي ٿو ته هن ڪتاب ۾ پنهنجي خاندان جي بزرگن جي حالات ذڪل آهي. جيڪڏهن هن تذڪره جو پتو لڳي وڃي ته بخاري خاندان جي بزرگن جي احوال تي ڪافي روشني پئجي وڃي.

**ترجمه القرآن:** جهانگير بادشاه جڏهن جلاليءَ وٽ آيو هو، تڏهن جلاليءَ کي عرض ڪيو ويو هو ته سولي فارسي زبان ۾ قرآن شريف جو ترجمو ڪريو، جيئن "توزڪ جهانگيري" جي صفحه ۲۴۴ تي ذڪاريل آهي. "ماثرلامراء" ڪتاب جي جلد ۳ جي صفحه ۴۴۸ تي لکيل آهي "ترجمه قرآن شريف بعبارت خوب ترتيب داده". بٽوه (احمدآباد) ۾ حضرت قطب عالم صاحب جي درگاه تي قرآن شريف جو هڪ مڪمل ۽ سليس فارسيءَ ۾ لکيل قلمي نسخو رکيل آهي، جنهن تي نه لکندڙ جو نالو ۽ نه سنه لڳل آهي. چيو وڃي ٿو ته اهو جلاليءَ جو لکيل آهي.

**لطائف شاهيه:** هيءَ قلمي نسخو مولانا غلام محي الدين احمدآباد واري جي ڪتب خانه ۾ رکيل آهي، جو نهايت سٺي حالت ۾ آهي. ان ۾ ۱۱۴ ورق آهن، هرهڪ صفحه تي سراسري اٽڪل تيرهن سٽون لکيل آهن. هرهڪ لطيفه جو عنوان ڳاڙهن لفظن ۾ لکيل آهي.

هن لطائف جا ٻه قمي نسخا، قاضي نورالدين صاحب جي ڪتب خانه (بروج) ۾ ٻه موجود آهن پر رڳو ۱۳ ورق موجود آهن.

هن ۾ سيد شاه عالم جون صلاحون، اوراد، وظائف ۽ دعائون وغيره بيان ڪيل آهن. هن جو احوال گهڻو مٿي اچي چڪو آهي. جيئن ته حضرت شاه عالم جي عمر ٦٣ سال ٿي، تنهنڪري ڪتاب کي ٦٣ لطيفن ۾ ورهايو ويو آهي. ۲۹ لطيفه ۾ شاه عالم جو رساله "زينت المفاتيح"، چاليهين لطيفي ۾ ان جو رسالو "مفاتيح خزائن" ۽ ۵۹ لطيفي ۾ ان جو رسالو "مناجات العاشقين" نقل ڪيل آهي.

**اولاد:** ڪيس ڇهه پٽ ۽ چار نياڻيون هيون. وڏو پٽ سيد جلال الدين مقصود عالم رضا هو، جو ڪانئس پوءِ گادي نشين ٿيو.

وصال (١) : ١٢ رجب سنہ ١٠٤٥ ھ ۾ وصال ڪيائين ۽ سندس مقبره سيف خان
ٺهرايو. جلاليءَ جي پوٽي سيد جعفر بدر عالم (صفا) ، "سيد محمد آخرلاولياء"
مان سندس وفات جي تاريخ ڪڍي آهي.

نہ سي تڙ هوڙاڪ ، نہ وايون وڻجارن جون
سرتيون ! سامونڊين جا، اڄ پڻ چڪيم چاڪ
مارينم فــراق ، پاڙيچيون ! پرين جا." (شاه ڀٽائي)

## سيد جلال الدين مقصود عالم (رضا)

"سمنڊ جي سيوين ، تنين ماڻڪ ميڙيا." (شاه ڀٽائي)

هيءُ سيد محمد مقبول عالم جلاليءَ جو وڏو پٽ هو. جلاليءَ ڪان پوء
گادي نشين ٿيو. پنهنجي والد جلاليءَ وانگر هڪ وڏو عالم ، زبردست صوفي
مستند شاعر هو. سندس تخلص "رضا" هو.

سندس ولادت(٢) چنچر رات ٥ جمادي الاخر سنہ ١٠٠٣ ھ تي ٿي ، ج
"وارث رسول" مان نڪري اچي ٿي. شاهه جهان بادشاهه جي حڪومت ۾ چار
هزار گهوڙي سوارن جو سپهه سالار ۽ گورنر مقرر ٿيو ۽ اهو عهده انهيءَ مقصد
مان قبول ڪيائين تہ جيئن مخلوق جي خدمت ڪري سگهان. مگر ايڏي عهدي
تي فائز هوندي بہ سچي صوفيءَ وانگر رات جو بيدار رهندو هو.

"مراة احمدي" جي صفحہ ٣٣ ۾ "رضا" جي هڪ رباعي ملي ٿي. آن ۾
پنهنجي والد کي پنهنجو پير ، مرشد ۽ استاد چوي ٿو:

سيد کہ هميشہ در دل شادم آو است انجامم او واصل و بنيادم آو است
معشوق و مصاحب و خداوند و نديم پير و پدر و عاشق استادم آو است

## سيد جعفر (بدر عالم) "صفا"

هي بزرگ سيد ، سيد جلال الدين مقصود عالم بخاريءَ جــو پٽ ۽ جلالي
احمدآبادي جو پوٽو هو. سندس ولادت ١٢ شعبان سنہ ١٠٢٣ ھ تي ٿي ۽ "وارث
شاهي" مان اها تاريخ نڪري ٿي. هي بزرگ پنهنجي وقت جو بهترين شاعر هو

(١) "خاتمہ مراة احمدي" صفحہ ٣٢ تي مصنف لکي ٿو : "دوازدهم شهر رجب المرجب از سال
هزار و چهل و پنج در گذشت." تحفتہ الکرام جلد ٢ صفحہ ٣٠-٣١.
(٢) مراة احمدي خاتمہ صفحہ ٣٣.

سندس تخلص "صفا" هو. شاعر هجڻ سان گڏ گيترن ڪتابن جو مصنف پڻ هو، جن مان هن وقت رڳو ٻن ڪتابن جو سراغ ملي سگهيو آهي. هڪ "روضات شاهيہ" جو ٢٣ جلدن ۾ آهي، ان جي ڏهين جلد ۾ حضرت شاه عالم جي رسالي "التکون اعتماد المريدين" جو ٽيون فصل نقل ڪيو اٿس. هن ڪتــاب ۾ "جلالي" احمد آبادي جي ڪتاب "احصاء الاسماء" جو حوالو پڻ ملي ٿو.

سندس ٻيو ڪتاب تفسير "اسرار فاتحہ" فارسي آهي. هن جو قلمي نسخو پير محمد شاه احمدآبادي جي ڪتب خاني ۾ رکيل آهي، هن فارسي ڪتاب جو نمبر ٥٦/٣ آهي ۽ سورت فاتحہ جو نثر ۾ تفسير آهي.

هي سيد صاحب، هڪ وڏو خطاط ۽ ڪاتب پڻ هو. سمورو قرآن شريف ٣٥ ڪلاڪن ۾ پورو ڪري ويندو هو. سندس والد جي وصال کان پوء، شاه جهان بادشاه کيس پاڻ گورنري جي آڇ ڪئي، پر پاڻ انڪار ڪيائين ۽ پنهنجي پياء جو نالو ڏنائين، جو گورنر مقرر ٿيو. هن ٩ ذوالحج سنہ ١٠٨٥ ھ ۾ وفات ڪئي.(١)

"اول آخر آه، هلڻ سنهنجو هوت ڏي" (شاه ڀٽائي)

## سيد محمد (محبوب عالم)

پنهنجي والد سيد جعفر بدر عالم کان پوء سجاده نشين ٿيو. سندس ولادت ٢ ربيع الاول سنہ ١٠٣٧ ھ ۾ ٿي. مولانا احمد ڪردي، جنهن ١١٠٠ ھ ۾ وفات ڪئي ۽ جو هڪ وڏو ناليرو عالم گجرات جو هو ۽ جنهن وٽان وڏن وڏن عالمن علم حاصل ڪيو، تنهن وٽان هن پڻ علم حاصل ڪيو؛ وڏو عالم ۽ صوفي هو. ڪيترائي ڪتاب تصنيف ڪيائين ۽ قرآن شريف جي شرح لکيائين. "مشقت مسابت" ڪتاب جي تشريح ڪيائين ۽ ان جو نالو "زينت نقط" رکيائين. ساري ڄمار درس ۽ تدريس ۾ صرف ڪيائين. سندس وصال اربع تاريخ ١٩ جمادي الاخر ١١١٢ ھ ۾ ٿيو، جو "محمد بود ثاني شاه عالم" مان نڪري ٿو.

"جتي جيتريون، لکيون لوح قلم ۾
تتي تيتريون، ڪهڙيون ڪهارڻ آئيون." (شاه ڀٽائي)

## سيد جلال الدين (حميد عالم)

پنهنجي والد سيد محمد محبوب عالم جو گادي نشين هو. سندس ولادت ٢٠

(١) اخبار اردو سماهي، مرتبہ عبدالحق ص ٣٢٧.

جمادي الاول سنه ١٠٦٢ هه ۾ ٿي . هن ۾ ڪتاب تصنيف ڪيا : هڪڙو "مرات رويا"، جو خوابن جي تعبيرن بابت آهي. ۽ ٻيو ڪتاب "مفتاح حاجت"، جنهن ۾ روشن زندگيءَ جا پهلو سمجهايل آهن. وصال تاريخ ٢٠ ذوالحج سنه ١١١٤ هه ۾ ڪيائين.

"اڳي پوءِ مران، مر مران مارڳ ۾". (شاه ڀٽائي)

## سيد جعفر مجيد (مجيدعالم)

پنهنجي پيءُ سيد حميد عالم کان پوءِ سجـادہ نشين ٿيو . سندس ولادت ١٨ ربيع الثاني سنه ١٠٨١ هه ۾ ٿي . هيءُ گهڻو وقت مراقبي ۾ گذاريندو هو ۽ سندس دعا هميشه قبول پوندي هئي. سندس وصال ١٨ محرم سنه ١١٢٩ هه ۾ ٿيو.

" نابوديءَ نيئي، عبد کي اعليٰ ڪيو
مورت ۾ مخفي ٿيا، صورت پڻ سيئي
ڪبي ات ڪيهي، ڳالهه پريان جي ڳجهه جي. (شاه ڀٽائي)

## سيد محمد (محمود عالم)

پنهنجي والد سيد جعفر مجيد عالم جو سجاده نشين ٿيو. هن سنه ١١٤٩ هه ۾ وفات ڪئي ، هن کي اولاد ڪونه ٿيو ، تنهن ڪري ڪانئس پوءِ سندس ڀائيجو سيد موسيٰ سجاده نشين ٿيو ، جنهن جو فرزند سيد عبدالشڪور پوءِ گادي نشين ٿيو.

"اونهي ۾ اوهري جڏهن جي ويا،
سانداري سمونڊ جي نهوڙي نيا،
وڃي تت پيا، جت نهايت ناه ڪا" (شاه ڀٽائي)



# باب پنجون

## شاهپور جهانيان جا پهريان پنج اولياء

”جنت سندين جوءِ، فائق هليا فردوس ڏي،
فاني ٿيا في الله ۾، هوءِ سين پيا هوءِ،
رب ڏيکارين روءِ، انين جي احسان سين.“ (شاهه ڀٽائي)

### ١- مخدوم حامد شاه پيو عرف شاه مراد

باب نمبر پهرئين (شجرو) ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته سنه ٩٣٢هه ۾ شاه حسين ارغون اچ تي حملو ڪيو ۽ اچ برباد ٿي ويو هو. پوءِ سيد حامد شاه اچ ڇڏي عيسيٰ خيل (ضلع ميانوالي) هليا ويا، جتان سنڌ ۾ آيا. هاڻوڪي شاه پور جهانيان کان ٽي ميل اتر اولهه ڪنڊ تي ڪڇي ۾ ڳوٺ بگا ۾ اچي رهيا. تڏهن ڪلهوڙن جو اوائلي وقت هو. اتي سردار غفور خان بگي جي گهران شادي ڪيائون، جنهن مان شاه محمود فرزند ڄائن. پوءِ ٻڙودي طرف روانا ٿيا.

### ٢- شاه محمود (پهريون)

ناصر شاه لڪياري جي گهران شادي ڪيائون. پوءِ والد صاحب جي تلاش ۾ گجرات (هندستان) طرف لاءِ سنبريا. هڪ ڀيرو شاه مراد قلندر اڳئي چاول هو، بيوپار پيٽ ۾ هو. انهن وقت چئي ويا ته ”فرزند ڄمي ته اسان جي والد صاحب جو نالو رکجو“. پاڻ جيئن ٻڙودي ويا ته هميشه لاءِ اتيئي رهي پيا.

ٻڙودي ۾ سندن رهڻ واري عرصي جي سنه جو پورو پتو پئجي نٿو سگهي، مگر اندازو آهي ته هجري سنه جي يارهين صديءَ جي پڇاڙيءَ (يعني عيسوي سنه جي سترهين صديءَ جي پوئين اڌ) ۾ رهندا هئا. آرڪيالاجي (archalogy) جي ڄاڻن جو رايو آهي ته سندن مقبري جي بناوت، گهڙت، چٽسالي ۽ سرن جي نموني وغيره ڏسڻ سان مٿيون اندازو صحيح آهي(١). بابي ماڻهو، مغلن

(١) مولف ٻڙودي آگسٽ ١٩٥٨ع ۾ ويو، اتي جي آرڪيالاجي ۽ ريسرچ جي ڄاڻن کي ساڻ وٺي، سڀ هنڌ انهن کي ڏيکاري، ساڻن مشورو ڪيو هو.

جي پاران ٻڙودي ۾ راڄ ڪندا هئا، تن جو وقت ١٧٠٧ع کان ١٧٣٤ع آهي. ٻڙودي ۾ مانڊوي، جو بابين جي وقت ۾ ٺهيل آهي، تنهن جي بناوت ، نمونو، چئسالي وغيره پڻ هن مقبري سان مشابهت رکي ٿي. سرن جي ماپ 2x8x10 انچ آهي ۽ انهن کي "لاکوري" سرون چيو وڃي ٿو. اهي سرون شاهه جهان بادشاهه جي وقت کان ڪم ۾ آيل آهن.

شاهه محمود آتي نالي وارو صوفي ٿي گذريو. ٻڙودي جي انهيءَ ساري حصي تي "محمود واڙي" نالو پئجي ويو، جو اڄ تائين قائم آهي. سندس حويلي به اتي هئي ۽ اهي جايون اڄ تائين قائم آهن. "محمود مسجد" ۽ "محمود تلاءُ" به اجا تائين قائم آهن. سندس مقبرو هن وقت زبون حالت ۾ آهي.

## ٣- حامد شاه بن شاه محمود اول

ننڍڙي ئي مست هئا ۽ سندن ڪيتريون ڪرامتون بيان ڪيون ويون آهن ۽ لڪيءَ ۾ سڪونت اختيار ڪيائون، لڪياري سيدن مان شادي ڪيائون. پوءِ وري اچي اڳوڻي ڳوٺ ٻگن ۾ رهيا. وڏي علم وارا هئا. سندن ڏاڍي عزت هوندي هئي. کين ٻه فرزند، شاهه حسن جهانيان ۽ شاهه محمود (دوم) ڄاوا. پوءِ ايران ويا ۽ اتي وصال ڪيائون.

## ٤- شاهه حسن جهانيان بن حامد شاه

آچ ويا ۽ پنهنجي سلسلي نسب جي ساري خبر چار ورتائون. موٽي اچڻ کان پوءِ ٻڙودي ويا، جتي پنهنجي ڏاڏي شاهه محمود پهرئين جي درگاهه تي ڪجهه وقت رهيا. پوءِ موٽي سنڌ ۾ آيا. شاهه پور جهانيان جو ڳوٺ ٻڌائون. وڏا درويش هئا. ان وقت ميان نور محمد ڪلهوڙي جي حڪومت هئي. هن کي بواسير جي بيماريءَ ڏاڍو هلاڪ ڪيو هو، شاهه صاحب کي دعا لاءِ گهرايائين. پاڻ دعا ڪيائون ۽ بيماري ڇڏي ويئي. شاهه صاحب جي فرمودي موجب سڀ غلام ۽ قيدي آزاد ٿيا. انهيءَ ڪري کين "باندي موڪ" ڪري چوڻ لڳا. پاڻ تاريخ ١٧ محرم تي وفات ڪيائون. سندن روضو مٿئين ڳوٺ ۾ دادواهه جي اڀرندي ڪڙ تي ٺاهيو ويو.



سائين حسن شاهه جهانيان جو روضو شريف



شاهه محمود پيو بن حامد شاهه جو روضو

## ٥- شاه محمود پيو بن حامد شاه

وڏي علم وارا ٿيا. راڄن ۾ وڏو اثر رسوخ هون. ڪئين سندن مريد ٿيا. سندن روضه شريف شاه پور رستي جي آلهندي طرف ٿهيل آهي.

”پرچي پيڙا پنڌ، عاشق سڪ سچيءَ سان،
لنگهي پار سمنڊ ڪون، بنان پيڙي پنڌ،
وڃي سو ڪيم ديس ۾، سامي هنيائون سنڌ،
ڪيڏي ڪلپت ڪنڌ، سنمک ٿيا سروپ جي“ (سامي)



# باب ڇهون

## سيد ويڍل شاهه

سيد ويڍل شاهه بن اسحاق شاهه بن شاهه محمود (پيو) اصل شاهه پور جهانيان (سورو تعلقو) مير شير محمد جي جاگير ۾ رهندو هو. موجوده شاهپور جو شهر ٽيون دفعو ٻڌل آهي، اهو سيد ويڍل‌شاهه ٻڌايو. چوڌاري شهر کي ڪاهي هئي ۽ فقط ٻه دروازا هئا. شاهه صاحب وڏي علم وارو هو.

پهلوان به هڪ ئي هو. هڪ دفعي ميرن جو هڪ آفيسر ڪي سپاهي وٺي، شاهه پور جهانيان مان هڪ ماڻهوءَ کي گرفتار ڪري وٺي ٿي ويو. ايتري ۾ شاهه صاحب کي خبر پيئي. آفيسر کي چوائي موڪليائون ته ”شهر جي چڱي مڙس کي اطلاع ڏيڻ بغير اوهان ڇو هن کي گرفتار ڪيو آهي“. هن ڳالهه تي اچي لڙائي چڙي. سيد ويڍل شاهه ۽ سندس ماڻهن، آفيسر ۽ ڇهه سپاهي ماري وڌا. انهيءَ ڪري شاه صاحب سان مري بلوچن جو تڪرار ٿي پيو، جي وري ميرشيرمحمد جا ناناڻا هئڻ ڪري هيڪاري مغرور هئا. انهيءَ خصومت جي ڪري سيد ويڍل شاه مرحوم، ٽنڊي ولي محمد حيدرآباد سنڌ، جو ان وقت موجوده جيم خاني جي پرسان گدو روڊ تي واقع هو، ۾ وڃي ويٺو. مگر اتي به مير شير محمد سک سمهڻ نه ڏنس. تنهنڪري لاچار ٿي شاهصاحب پنهنجن عزيزن سميت لڏو ڪٽي وڃي رياست ڪڇ ۾ رهيو.

ڪڇ جي راجا کي هڪ خط اچي سهڙيو ته ”هي سيد خون ڪيو اچن ٿا، ڪين پاڻ وٽ هرگز امن نه ڏجو وغيره“. اچا سادات اتي پهتائي مس ته راجا اهو خط شاه صاحب ويڍل شاهه کي ڏيکاريو. شاهه صاحب ماٺ ڪري راڻي کي فقط ايترو چيو ته ”اهو سچ نه آهي. اسين فقير ماڻهو آهيون، اسان جو خونن ڪرائڻ سان ڪهڙو مطلب؟“ راجا اهو جواب ٻڌي شاهه صاحب کي چيو ته ”ٽن سالن کان برسات نه پوڻ ڪري ماڻهو ۽ مرون بوند لاءِ پيا تڙڦن! جيڪڏهن اوهان جي دعا سان ڌڻيءَ جي درگاه مان عنايت جون چار ڦڙيون ڪريون، ته پوءِ ملڪ اوهان جو آهي. بلاشڪ پيا موج ڪريو.“ شاهه صاحب ورندي ڏنس ته ”هندو ٻي وس

آھي. ننگ آھي ننگيءَ تي. اوھان ٻي اونا ٿي وڃي آرام ڪريو.“

”ڏمري تہ ٻہ ڏئي، پرچي تہ پٽ پري.“ (شاھ ڀٽائي)

راڻي اچا گهوڙي تـي لانگ ورائي ٻہ قدم ئي مس کنيا تـہ مينهن اھڙا وسڪارا ڪيا، جو ٿوري ئي وقت ۾ ڍنڍون ڍورا ھڪ ٿي ويا. ڪڪ ٿـي وري اچي فقير کي عرض ڪيائين تـہ ”ھاڻي ڪافي برسات پيئي آھي، وڌيڪ سھي نٿا سگهون.“ شاھ صاحب چيو تـہ ”ڏيڻ وارو ڏيڻ تي مس ٿو اچي تہ وٺڻ وارو ٿڪجيو پوي! چڱو وري ٻہ مٺس ننگ آھي“

”ديندا دي، لئندي ٿڪ پاءِ.“ (نانڪ ديو)

ٿوري دير بعد برسات بند ٿي. شاھ صاحب ڪيترو وقت اتي رھي پيو، جتي سنہ ١١٨٩ ھہ ۾ کيس ٻہ جاڙا فرزند، ھرھڪ فتح الدين شاھ ۽ شير محمد شاھ ڄاوا.

سنڌ جي ميرن کي اچي ڊپ ورتو تہ ”مبادا شاھ صاحب جي چوڻ تـي راڻو ڪٿي ساڻن ڪو رڻ مچائي، تنھنڪري ھنن شاھ صاحب کي حيلا حوالا ۽ ميڙيون منٿون ڪري سنڌ ۾ واپس آندو ۽ حيدرآباد ۾ رھايو.

سندس پٽ ڪامل شاھ ڪانسواءِ ٻيا فـرزند حيدرآبـاد ۾ ئي رھيا. باقـي ڪامل شاھ موٽي شاھ پور جھانيان آيو ۽ اتي ئي رھڻ لڳو.

”سيويو جن سبحان، وير نہ وڙهي تن سين،
توبہ جـي تاثير سان، تري ويـا طوفـان،
ڏيـنـي تـوڪل تڪيو، آر لـنگهيا آسان
ڪامل ڪشتيبان، وچ ۾ ڳڏين واھـرو.“ (شاھ ڀٽائي)



# باب ستون

## سيد فتح الدين شاه المعروف درياءِ رحمت قدس سره

عارف ڪامل عالي نسب والا حسب سيد فتح الدين شاه قدس سره المعروف ٻه درياءِ رحمت سيد ويدل شاه جا فرزند هئا، جي پڻ پنهنجي زماني جا مقبول عام صوفي هئا. سيد فتح الدين شاه گذريل صديءَ جا بزرگ آهن. سندن ولايت ۽ ڪرامتون ساري سنڌ ۾ مشهور آهن. حضرت مخدوم جهانيان جهان گشت قدس سره سان سندن روحاني ۽ نسبتي وابستگي آهي. سندن زندگيءَ بابت جو ڪجهه احوال ملي سگهيو آهي سو هيٺينءَ طرح آهي:

حضرت فتح الدين شاه، حضرت مخدوم جهانيان جي ٻارهين پيڙهي ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهه جي ايڪٽيهين پشت سان منسلڪ آهن.

حضرت فتح الدين شاه ۽ سيد شير محمد شاه ڄاڙا ڀائر هئا. ننڍيءَ عمر ۾ ئي پاڻ خدا جي طلب جي جوش وچان، پنهنجي ڀاءُ کي گهر جي سار سنڀال سپرد ڪري، پاڻ پروڙڻ جي خيال سان تنها ڪوهستان جو رخ ڪيائون. ڀهرپائين نئن باران جي متصل هڪڙي مڪان، وٽيءَ ۾ عبادت ۽ رياضت ۾ مشغول ۽ مصروف رهيا ۽ چلو ڪڍيائون. ان کان پوءِ دروات جبل جي چوٽيءَ تي چله نشين ٿيا. انهن رياضتن جي برڪت سان، عمر جي اضافي سان گڏوگڏ روحاني مدارج ۾ پڻ خاطر خواه ترقي حاصل ٿين. گهڻائي فيض جا طالب وٽن گڏ ٿيڻ لڳا.

پاڻ تجرد ۽ اڪيلي رهڻ کي پسند ڪندا هئا، پر ڳالهه ٿا ڪن ته مڪاشفي ۽ ڪن آثارن مان کين اهو اشارو مليو ته شادي ڪن، هڪ ته ان طرح سنت ادائي ٿيندي ۽ ٻيو ته سندن نسل مان ڪو ڪامل ۽ اهل الله وجود ۾ ايندو، ميان محمد شفيع، جو سندن طالب هو، ان به کين اهڙي صلاح ڏني.

اڃا پاڻ آتي ئي رهيل هئا ته هڪڙي رات کين روحاني اشارو ۽ حڪم ٿيو ته ”حضرت شاه جلال الدين جهانيان جهان گشت قدس سره جي اولاد مان (نسلاً بعد نسلاً) شاه عبدالملڪ ۽ ان جي توسط سان حضرت صوفي شاه عنايت رحه جهوڪ واري وٽ اوهان جي حصي جي امانت باطني آهي، جتي وڃي سجاده نشين

صاحب کان پنهنجي امانت حاصل ڪريو.“ انهن ڏينهين جهوڪ شريف جو سجاده نشين حضرت شاه فضل الله قلندر هو. پاڻ جهوڪ شريف ڏانهن روانا ٿيا.

حضرت شاه عنايت صوفي رح آهي بزرگ آهن، جن جي خانقاه جهوڪ شريف ۾ آهي. مغليه دور ۾ کين جهوڪ جي آس پاس جون زمينون جاگير ۾ مليل هيون. پاڻ سموري زمين فقيرن جي حوالي ڪري ڇڏي هئائون. فقير تمام محنت ۽ مستعديءَ سان پوکـ جو ڪم ڪندا هئا ۽ ان جي پيدائش مان سواءِ ڪنهن پس و پيش جي هر حاجتمند جي امداد ۽ اعانت ڪندا هئا. انهيءَ صلح عام جي شهرت کان سندن طرف خلق جو رجوع ٿيڻ لازمي هو، جنهنڪري ڪٿان ڪٿان جا پريشان ۽ مفلوڪ الحال ماڻهو انهيءَ خانقاه ۾ ڪثرت سان موجود ٿي ويا. انهن ۾ ڪجهه بلڙيءَ جا فاقه ڪش اهلڪار به اچي گڏيا، جنهن ڪري هوڏانهن تڪليف ٿي ۽ بلڙيءَ جي سيدن کي نقصان پهچڻ لڳو.

پاڻ ۾ ڪشيدگي ۽ دشمنيءَ نهايت خطرناڪ ديگهه ورتي ۽ گهڻيءَ خون خرابيءَ بعد، شاه عنايت کي وقت جي حاڪم فريب سان گهرائي گرفتار ڪري ۽ قتل ڪرائي ڇڏيو. اهو واقعو سنه ۱۱۳۰ هه جو آهي. مقالات الشعرا ۽ تحفة الڪرام ۾ تفصيل سان حالات تحرير آهن.

جڏهن پاڻ جهوڪ شريف ۾ پهتا، تڏهن سجاده صاحب ڪمال عزت ۽ احترام سان کين مهمان رکيو، ۽ نعمت باطن جي امانت سندن سپرد فرمائي، واپسيءَ جي اجازت ڏني. اتان واپس اچڻ بعد حيدرآباد شهر جي ويجهو الهندي طرف هڪ ميل کن جي مفاصلي، تي جنهن هنڌ اچي رهائش اختيار ڪيائون، اهو هنڌ ”ٽنڊو فتح الدين شاه“ جي نالي سان سڏجڻ لڳو. سندن جد اعليٰ مخدوم جهانيان جهان گشت رح پڻ پنهنجي زماني ۾ ان مقام تي رهي ويا هئا. انهيءَ پراڻيءَ نسبت جي ڪري اهو مقام ”ٽنڊو جهانيان“ سڏائڻ لڳو ۽اڄ تائين ان ئي نالي سان معروف ۽ مشهور آهي.

هتي مستقل سڪونت اختيار ڪرڻ بعد ان غيبي بشارت تي عمل ڪرڻ جي تجويز ڪيائون، جنهن جو خانه آباديءَ جي متعلق اشارو ٿيو هون. ميان فقير علي شاه(۱) (شاه صدر پوٽو ٽنڊه جام وارو) جي دختر نيڪ اختر سان عقد ڪيائون.

---

(۱) ميان فقرعلي شاه ٽنڊي جام جو باشنده هو. سندس دختر جو نالو فتح خاتون هو، جا حضرت فتح الدين شاه رح جي عقد ۾ آئي.

ان ئي سال يعني شادي ڪرڻ جي پوري ڏهين مهيني، مورخ ٢١ رمضان المبارڪ سنه ١٢٢٩ ھ، جمع جي رات، روزن رکڻ جي وقت، فقير قطب علي شاه جي ولادت با سعادت ٿي. انهيءَ نعمت عظميٰ جـي عطا ٿيڻ بعد مناسب وقت گـذرڻ تي الله تعاليٰ ڪين ٻيو فرزند مرحمت فرمايو، جنهن جو نالو سيدعلي اڪبر رکيائون. سندن هڪڙي، عقيدتمند حيدر نالي، پنهنجي قصيدي ۾ ٻنهي فرزندن جو ڏاڍيءَ تعريف سان ذڪر ڪيو آهي. هنن جي علم و فضل، بلند اخلاقي، پاڪيزه اوصاف ۽ روحاني ڪمالات جي تمام گهڻي مدح لکي اٿس. ڪين ٽيون فرزند قاسم علي شاه پڻ ڄائو هو، جنهن ننڍي هوندي وصال ڪيو.

پاڻ نقشبندي طريقي ۾ ٿيا ۽ ڪانئن پوءِ سندن خاندان جا بزرگ پڻ نقشبندي طريقي ۾ رهندا اچن ٿا. ڪانئن اڳ سندن بزرگ سهروردي طريقه جا هئا. حضرت شاه فتح الدين قدس سره پنهنجي زماني جا وڏا روشن ضمير ولي هئا. سندن گهڻيون ئي ڪرامتون اڄ به خاص و عام ۾ مشهور آهن.

ميرن جو اقتدار ختم ڪري، جڏهن انگريزن پنهنجي حڪومت جو هتي بنياد وڌو، تڏهن فوجين جي ضروريات جي پورائيءَ لاءِ ٽنڊو جهانيان جي اتر اولهه ۾ ڳوٺ جي ويجهو هڪ کوه کوٽايائون. کوه ۾ پاڻي گهڻو هو، جنهن ڪري ڳوٺ وارا به آتان پاڻي ڀريندا هئا. هڪ دفعي سولجرن پنهنجي تعصب ۽ تنگ نظريءَ سبب فقيرن سان پاڻي ڀرڻ جي سلسلي ۾ زيادتي ۽ توهين جو برتاءُ ڪيو. فقيرن شاه صاحب جن وٽ سولجرن جي شڪايت پهچائي، ته هو پنهنجي طاقت جي غرور وچان اسان کي کوه کان بي دخل ٿا ڪن. پـاڻ ٿوريءَ تامل کان پوءِ فرمايائون ته "کوه اسان کان ته ويو، مگر انهن کان به ويو!" جلدئي کوه جو پاڻي بالڪل کارو ٿي ويو. نتيجو اهو نڪتو جو ان کي مٽيءَ سان ڀرائي، ان جو نشان ئي مٽائي ڇڏيائون (١).

سندن وڏو فرزند حضرت قطب علي شاه پنهنجي والد مڪرم ۽ مرشد محترم جي بلند مرتبي جو ذڪر ڪندي، فرمائين ٿا ته "رياضت و مجاهدات جي برڪت ۽ تاثير سان سالڪ کي ملڪوتي صفات تي دسترس ٿي ويندي آهي؛ هو روحاني

(١) ڏسو سرڪاري دفتر ڪنٽونمينٽ، مسٽر سي. اين. مهتا آءِ. سي. ايس جي مطبوعه رپورٽ، مورخه ١٥- جون ١٩٠٩ع.

حيثيت سان پرواز يا زمين طيءَ ڪرڻ جو مقدور پيدا ڪندو آهي. هي روحاني بلند مرتبي جي هڪڙي عام صورت آهي. ليڪن اگر ڪنهن صاحب کي جسم خاڪيءَ سميت هيءَ عروج حاصل ٿئي، ته ان کي غير معمولي درجو "عالم" قرار ڏنو ويندو آهي، ڇاڪاڻ ته هر شخص جو ان ڪمال درجي تي پهچڻ نا ممڪن نه آهي ته انتهائي مشڪل ضرور آهي. اهو درجو والد بزرگوار کي حاصل ٿيو هو، جنهن جو مون پاڻ مشاهدو ڪيو هو." ان کان پوءِ هنن پنهنجي والد محترم جا آهي شعر ٻڌايا آهن، جيڪي اسان حضرت شاه صاحب جي فارسي ڪلام جي آخر ۾ نقل ڪيا آهن.

سيد قطب علي شاه مرحوم پنهنجي با خدا ۽ اهل الله والد کان فيضياب ٿيو، جيئن بيڪس فقير رحه پنهنجي والد مرحوم بيدل کان بهره ور ٿيو هو. حضرت شاه فتح الدين قدس سره، علوم باطن کانسواءِ علوم ظاهر ۾ به ڪامل دستگاه رکندا هئا. طبع به موزون هئي، ليڪن شاعريءَ کي ڪڏهن به فن جي طور يا مجلس آرائيءَ خاطر هرگز اختيار نه ڪيائون. البته شعر جي هيءَ خاص خوبي، ته شعر عام طرح جلد ياد ٿي ويندو آهي ۽ دير تائين ياد رهندو آهي، سندن نظر ۾ هئي. اهڙيءَ طرح پنهنجي مريدن ۽ درويشن جي روحاني ۽ عارفانه تعليم جي پيش نظر پاڻ اڪثر ۽ گهڻيون ضروري هدايتون ۽ تصوف جي رمز ۽ اسرار اشعار جي صورت ۾ پيش ڪيون اٿن. هيءُ اشعار جو ذخيره جو فارسي زبان ۾ هڪ مختصر مجموعه آهي، ايندڙ صفحن ۾ جنسي پيش ڪيو وڃي ٿو. ازانسواءِ اڪثر اشعار تي تبصرو به ڪيو ويو آهي؛ ليڪن بنده کي اعتراف آهي ته راز و رموز جي عارفانه ڪلام تي تبصري جو بخوبي حق ته اهو شخص ادا ڪري سگهي ٿو، جيڪو صوفين جي مسلڪ جو ماهر ۽ صاحب مرتبه هجي. بنده ثواب جي غرض ۽ سعادت حاصل ڪرڻ جي خيال کان جيڪو اظهار خيال ڪيو آهي خدا ڪري ته اُن کي قبوليت ۽ پذيرائي حاصل ٿئي.

سندن فيض رسان هستي خاص و عام، ۽ هر يگانه و بيگانه لاءِ، ويجهو ۽ پري، هڪجهڙي فائدي بخش ثابت ٿيندي رهي آهي. غالباً اهوئي سبب هو، جو الله تعاليٰ کين وڏي عمر عطا فرمائي هئي، وصال وقت سندن عمر ١٠٢ سال هئي.

سندن مزار مبارڪ سندن خريد ڪيل زمين واقع شهيدن جي قبرستان ۾ آهي. مزار تي شاندار مقبره(١) تعمير ڪيو ويو، جو خلائق جو زيارت گاه آهي. هتي هر سال ٢٦ محرم جي ميلو لڳندو آهي.

## مخطوطه جو جائزو ۽ تجزيه

هن مخطوطه ۾ صفحه ١ کان صفحه ٣٦ تائين حضرت شاه فتح الدين قدس سره جو عارفانه ڪلام صفحه ٣٧ کان صفحه ٤٣ تائين "حيدر" جو معلومات سان ڀريل التجائيه قصيده صفحه ٤٥ کـــان صفحه ٨٢ تائين رسالـــو منظوم حضرت شاه "شرف" قـــدس سره جو آهي (٢).

## سيد فتح الدين شاهه جا نظم

مخطوطه ۾ سندن ڪلام رديف جي ترتيب سان هيٺين تفصيل موجب آهي:

| رديف | تعداد اشعار | رديف | تعداد اشعار |
|---|---|---|---|
| الف | ٧ | ش | ١ |
| ب | ١ | ل | ١ |
| ت | ١ | م | ١٢ |
| ج | ١ | ن | ٢ |
| د | ٣ | هه | ١ |
| ر | ١ | ي | ٣ |
| س | ١ | | |

جمله ٣٥

## شاه صاحب جو ڪلام

تمهيد:- شاعري پنهنجي اصول ۽ ضوابط جي اعتبار کان اگر هڪ لطيف فن آهي ته وري ان ۾ اها خوبي به ملي ٿي ته نثر جي بجاءِ نظم جلد ۽ آسانيءَ سان ياد ٿي ويندو آهي.

انهيءَ خصوصيت جي پيش نظر اڪثر بزرگان ڪرام، ۽ خصوصاً مبلغن ۽ صوفي حضرات پنهنجا پيغام يا عارفانه درس نظم جي صورت ۾ پيش ڪيا آهن

(١) سندن مقبرو موجود سجاده نشين سيد نورحسين جي والد حضرت هادي بخش شاه مرحوم تعمير ڪرايو آهي.

(٢) ان کانسواءِ هڪ اردو نظم به هٿ آيو آهي، جو آخر ۾ پيش ڪيو وڃي ٿو.

چونکہ اهڙن نظمن لکڻ مان سندن مقصد صرف اهو هوندو آهي تہ هنن جون هدايتون سامعين کي جلد ۽ آسانيءَ سان ياد ٿي وڃن. لهذا هو شاعريءَ جي اصول ۽ ضوابط جي پابنديءَ کان بي نياز پنهنجي منزل ڏي طرف وڌڻ جي ڌن ۾ لڳا رهندا آهن. کنهن مضمون کي نظم ڪرڻ مان هنن جو مقصد شاعريءَ ۾ اظهار ڪمال هرگز نہ هوندو آهي، بلڪ سادگيءَ سان پنهنجي درس کي دلنشين بنائڻ هوندو آهي.

انهيءَ نقطہ نظر سان حضرت شاه فتح الدين قدس سره جي تبرڪات تي پڻ نظر وجهي سگهجي ٿي. عام صوفياءِ ڪرام جي منظومات وانگر عارفانہ جذبات ۽ منازل سلوڪ جا مختلف مدارج، وحدت شهود ۽ وحدت الوجود جي مسئلن تي نهايت عالمانہ اشارات تہ گهٽيءَ فراوانيءَ سان ملندا آهن ۽ اهوئي هن ڪلام جو اصلي جوهر آهي. البت شاعريءَ جي فني موشگافين جا خدوخال تلاش ڪرڻ وارن کي مايوسي ٿيندي، ڇاڪاڻ تہ اها شيءِ هن ۾ بالڪل گهٽ، بلڪ خال خال ملي ٿي. ائين ٿيڻ بہ گهرجي، جو انهن نظمن جو وجود پذير ٿيڻ، پند و نصايح ۽ تلقين و هدايت جي جذبات سان آهي ۽ نہ شاعريءَ مان لطف وٺڻ لاءِ.

انهيءَ اجمال کان اهو مطلب نہ آهي تہ حضرت جا اشعار لوازمات شاعريءَ کان يڪسر معرا آهن. نہ، مگر انهن اشعار ۾ شعر جا سڀ لوازمات موجود آهن. وزن آهي، بندش ۾ خوبيون آهن، استعارات ۽ تشبيهات آهن، عشق و محبت، ۽ اهو بہ مجازي نہ، حقيقي عشق جا جذبات آهن، محاڪات کان بہ خالي نہ آهن. محض هيءَ ڳالهہ ظاهر ڪرڻ ضروري هئي تہ مطالع ڪرڻ وارا حضرات هن ڪلام کي تنها فن شعر جي حيثيت سان جائزه وٺڻ جي زحمت نہ فرمائين.

هاڻي اسين مخطوطہ ۾ حضرت شاه صاحب جي ڪلام مان چند اشعار پيش ڪريون ٿا، تہ جيئن ناظرين لطف اندوز ٿين.

آغاز ڪلام هڪ عارفانہ نظم سي حرفيءَ سان ٿو ٿئي. سي حرفي صوفيانہ نظم جو خصوصي نوع آهي. راقم الحروف ڪيترن ئي صوفين سڳورن جون سي حرفيون منظومات مطالع ڪيون آهن، جي سؤ في صدي تصوف جي رموز ۽ اسرار تي مبني آهن. حضرت شاه صاحب جو هيءُ نظم پڻ ان ئي رنگ ۾ آهي. مطلع ۾ ڏسو، ڪهڙيءَ نہ سادگيءَ سان حمد جو مضمون پيش ڪيو اٿن! فرمائين ٿا:

"الف" الفاظ الهيءِ در صدف گوهر نما
"بي" بهارے در بهارش يافتم هر مدعا.

ترڪ ماسوا ۽ حلم جي متعلق نواسہ رسول الله صلي الله عليه وسلم شهيد
ڪربلا جي تمثيل ملاحظہ فرمايو :-

"تي" تمامي ترڪ دادم هر خيال غير حق
"ثي" ثبوت و ثابتم در مڪتب معني فنا
"جيم" جائي درجگر جوشيدنست دريائي خون
"حي" حليمے در حقيت همچو شاه ڪربلا

هن راز و نياز جي مضمون جي گهرائي ملاحظہ فرمايو :

"ذال" ذاتي ذڪر خواندم ماند هرجا ذڪر او
"ري" رموز و راز پنهان روح روحي خودنما

هيءُ شعر ڏسو، موزون الفاظ ۽ سندن تاثرات قابل غور آهن :

"شين" شرڪ و شڪ بسوزم لاشريڪ يافتم
"صاد" صبرم سر وحدت همچو صبر صابرا

سمورو نظم اهڙيءَ طرح عارفانہ جذبات سان مالا مال آهي . پورن ڏيهن حرفن
جو سلسلو نظم فرمايو اٿن ۽ شروع کان آخر تائين والهانہ جوش ۽ سرمستي
قائم آهي .

پنجن شعرن جو هڪ مختصر نظم حضرت حافظ جي تتبع ۾ آهي . شراب
بيخودي جو ڪيف خاص چيز آهي . مطلع ملاحظہ فرمايو :

شراب از بيخودي ديدم چراغ خانہ دلها
شدم همخانہ باهم اوڪجا بنديم محملها.

عارفن جو ميخانو ۽ ان جي خلوت ۾ جلوت جو منظر هن شعر ۾ ڏسو
فرمائين ٿا :

نهان خمخانہ ديدم چو خلوت گاه جانان را
شدم مستانہ در معني دگر حاجت چہ محفلها

مقطع ۾ حضرت حافظ جي مصرع، جي تظمين فرمائي اٿن، جا پڻ نهايت معنيٰ خيز آهي:-

"بفتح الدين "عيان باشد شراب از معني مخفي
الا يا ايهاالساقي ادر كاساً و نا ولها

هن غزل جو هڪ ٻيو شعر ملاحظه فرمايو. خوديءَ جي جلوه فرمائي ۽ خود شناسيءَ جا مظاهر ۽ مشاهده ڪرايا ويا آهن. مطلع آهي:

تا كه از آئينه رويت دلم شد خود نما
جمله را از خويش ديدم خود نميدانم كجا
هر دو عالم ديده ام در پرده غيب و حضور
گشت روشن در سرم سر ساز اسرار خدا

عاشقان الهي جي سر بازيءَ جو هڪ بلند مثال هن شعر ۾ ڏسو:

آنكه سرها عاشقان تيغ جفا ببريده اند
در ره ميدان مردان همچو شاه كربلا

هن غزل ۾ شراب توحيد جي فيوض و برڪات جو ذڪر ۽ ان سان گڏ مريد کي محبوب حقيقيءَ جي دائمي وصال جو سراغ ڏنايو آهي. انهن شعرن کي ڏسو:

كشم يك قطره وحدت نهان را كند روشن همان جمله جهان را
اگر خواهي وصال جاودانش نهان كن ديده آن ديدبان را

وحدت شهود جو هڪ بليغ اشارو سادن لفظن ۾ ملاحظه فرمايو:

شدم روشن ميان هردو عالم ز معنے عكس روي عارفان را

مقطع ۾ فرمائين ٿا:

عجب معني بفتح الدين دارم عجائب در دريائے بے كران را

ذرا هن غزل ۾ ذڪر خفيه جي همه گير اثرات تي توجه ڏياريو اٿن. دراصل هيءُ اسم اعظم جو وظيفو آهي. ذڪر خفيءَ جي لاءِ "بي زبان" جو لفظ استعمال ڪيو ويو آهي، جو خاصو معنيٰ خيز آهي.

چو خواندم بے زبان اسم خدا را - همه جمله جهان شد جسم مارا
زمين و آسمان و عرش و كرسي - عيان ديدم زعين جسم جانرا

مقطع ۾ خاص ترڪيب رکي ويئي آهي. نالي جا ٻه حصا ڪري، هرهڪ جي لفظي معنيٰ جو مفهوم ملحوظ رکيو ويو آهي ۽ مضمون جو اطلاق مسئلہ شهود سان متعلق آهي:-

زهي فتح است دين در هردو عالم　　بعين اسم ديدم جسم و جان را

---

هن غزل ۾ توحيد جو شان ۽ عشق حقيقيءَ جون شورشون خاص انداز سان نظم ڪيون ويون آهن. بندش ۽ شوڪت لفظيءَ جو پڻ قابل تعريف اهتمام آهي:

بوحدت سوختم اين خارو خس را　　ندارم فکر من بند نفس را

عشق حقيقيءَ جي جذبات جو هڪ روشن منظر:

شدم پروانہ بر شمع فتادم　　نماده در دلم پروائے کس را

هڪ ٻيو نظم:

شدم پروانہ اندر عشق بازي　　بريدم رشتہء منصب مگس را

منزل سلوڪ ۾ الله جي اسم جو نغمو گهنڊ گهڙيال جي آواز کان بي نياز ڪري ٿو ڇڏي:

دلم بانگے زند با اسم الله　　ذکر حاجت چہ آواز جرس را

مقطع جو هتي ٻه آهوئي ترڪِ هوس جي تلقين وارو رنگ آهي:

زهي فتح است دين در هردو عالم　　اگر ترک کني حرص و هوس را.

---

هن غزل ۾ عشق حقيقيءَ جي نيش زنيءَ، عاشق جي مداوا کان بي نيازي ۽ عشق جي مختلف ڪيفيتن جو مضمون واقع ٿيو آهي. شعر آهي:-

هر کہ اندرسينہ دارد داغهاي عشق او　　مرهمے هرگز نخواهد محرم اسرار را

استعجاب جو رنگ ڏسو:-

کے ربودي خواب چشم کي نمانده صبر دل　　گرنيفگيندے نگاهش شعلہء اسرار را

اعتراف حقيقت جي جهلڪ:-

در حقيقت ديده ام آن آفتاب خويشتن　　منصب شاهي عيان شد ديدہ بيدار را

مقطع ۾ مراقبي جو هڪ نازڪ مسئلو:

درميان تاب وحدت فتح دين را يافتم　　از نفي اثبات ديدم شعلہ اسرار را

هيءُ غزل سراپا اسرار و رموز عارفان تي مبني آهي ۽ غالبا اهڙي ڪنهن استغراق جي عالم ۾ چيو ويو آهي، جو چند اشعار پٺي بحر ۾ اچي ويا آهن، مگر پاڻ محسوس نہ ڪري سگهيا. مطلع آهي :

وز الف خود خوانده ام خود را ڪتاب يافتم در ديده پنهان آفتاب

آنهن شعرن ۾ مظهرا لعجائب جون عظمتون عجيب پيرايہ سان بيان ڪيون آهن، ملاحظہ فرمايو :

مظهر اين اوست رب العالمين لافتیٰ اِلا علي بے فتح ياب
يا علي لله يا علي مشڪلم بڪشائي بر رويء نقاب

هاڻي ان رموز ۽ اسرار جي پرده ڪشائيءَ جو اندازِ بيان ڏسو :-

اين نقابي هست قائم همچو نقطِ عين غين نقطہ بر غين رفتہ عين باشد آفتاب
تا رموزِ روح روحي هردمم همراز شد در دلم بيخود برآيد لفظ معنیٰ لاجواب

ترڪ دنيا جي ترغيب ۽ تاڪيد. مطلع فرمايو :

ترڪ دنيا فرض واجب برتر است غير ترڪِ آن عبادت ابتر است

اڳتي هلي نہ صرف ترڪِ دنيا بلڪ ترڪِ وجود جو تاڪيد فرمائين ٿا. صوفين جي مسلڪ ۾ ترڪِ وجود ئي خاص مقصود هوندو آهي. شعر آهي :-

طاعت اول ڪہ ترڪ ڪن وجود ترڪِ دنيا سر عبادت ظاهر است

هن غزل جي مقطع ۾ ظهور مهديءَ جو اشارو ملي ٿو :-

مهدي از هادي هدايت دستگير تا تو فتح دين ببين در مظهر است

جيم جي رديف ۾ بہ هڪڙو غزل آهي، عشق جو سوز و گداز سندس عام مضمون آهي. مگر ڪلمہ طيب جي فيضان و تاثر جو انداز خاص بي ساختگيءَ جو شان رکي ٿو :-

خوانديم ڪلمہ طيب و گشتيم بے زبان در عين خود عيانم پنهان چہ احتياج

———

هيءُ مسلسل مضمون جو غزل عرفان جي گونا گون جلون جو آئينہ دار آهي. وري رواني ۽ سادگي تہ ڪمال درجي جون آهن. ڪل ڇهہ شعر آهن. مضمون ايترقدر مربوط آهي، جو انتخاب ڪرڻ ڪري مدعا فوت ٿي وڃڻ جو انديشو آهي، تنهن ڪري تمام اشعار پيش ڪريان ٿو. ملاحظہ فرمايو:-

هر کہ موج معرفت پر نور شد — خود بود موسیٰ و با خود طور شد
گاہ بیند هردو عالم یک نظر — گـاہ پشت پائي از خود دور شـد
گہ سکوت و گاہ واعظ میکند — گـاہ میخانـہ نشـین مخمور شـد
گاہ شبلي گہ جنید وگہ عطار — گـہ بموج معـرفـت منصور شـد
گاہ شمس الحق بود گہ بوعلي — گـہ قلندر در جهان مشـهور شـد
گہ جهانیان گہ سید جلال — گـاہ فتح الدین بحق پر نور شـد.

---

مرد جي لاءِ بلند همتيءَ جي وصف ضروري آهـي ۽ نہ زيب و زينت، چاڪاڻ تہ آرايش فقط عورتن جوئي حصو آهي. انهيءَ تخيل کي مختصر الفاظ ۾ ادا ڪيو ويو آهي:

مرد را باید کہ دارد همتے — غیر همت زینت زیبا چہ کـار

---

زمزمہ توحيد ۽ خود شناسيءَ جي متعلق لطيف اشارات. هيءَ مضمون اشعار ۾ نظم فرمايو اٿن. انداز بيان ملاحظ فرمايو:-

سر معنیٰ کشیدہ ام کہ مپرس — جوش وحدت چشیدہ ام کہ مپرس
آنکہ سر است در جهان پنهان — وحدت خویش دیدہ ام کہ مپرس
از نـگـاہ اشـارت مرشـد — میوہ جان چشیدہ ام کہ مپرس

---

هيٺين جهڙا اشعار مشهور ڏگهن قصيدن جي تتبع ۾ چيا ويا آهن، جن تي حضرت عطار، مولانا جامي، حڪيم خـاقانـي، خسرو وغيره مشاهير قدما طبع آزمائي ڪئي آهي. هڪ ٻہ اشعار نموني جي طور ملاحظہ فرمايو:-

شکار ساخت جانم را نگاہ تیر مژگانش
فگندہ شعلہ آتش عجـب اسرار جولانش
منم مرغے درین عالم هوائي بیخودي دارم
فتادم ناگهان بیخود درآن زلف پریشانش

---

هڪ مختصر لاميہ قصيدہ يا ڇهن شعرن جو صوفيانو غزل آهي. مطلع ۾ منزل قرب جي ڪيفيت ذڪر ڪيل آهي، ملاحظہ فرمايو:-

تا دلم بر دم شده باهم وصال    فارغم از مسئله هائي قيل و قال

مقطع ۾ اسمائي صفات جماليءَ جي جلوه فرمائي ڏسو:-

هست قائم او سميع و او بصير    چيست فتح الدين که دارد قيل و قال

---

هن ٻئي غزل جو هيءُ شعر ڏسو، فنا ۾ راز بقا:

من نفي تيغ دارم بهر قتل خويشتن    رشتهٔ روحي بريدم تيغ براني شدم

اعتراف حقيقت:-

آنکه فتح الدين ياباداز حمايت ذوالفقار    گرنجدے دست حيدر کے مسلماني شدم.

شراب وحدت جي سرشارين سان بي ساخته ۽ برملا حصول نعمت جو اظهار ساده الفاظ ۾ ملاحظه فرمايو:-

ازشراب وحدت دريائي بي پايان شدم    آن يگانه گوهري درموج دريا يافتم

زندگي ديدم حبابے در بيان لااله    از شراب وحدت اسرار عرفان يافتم

---

هڪڙي غزل ۾ هيءُ شعر غور طلب آهي. پنهنجي وجود ۾ مطلوب حقيقيءَ جو مشاهده، جو سلوڪ جي درجي جي هڪ خاص منزل آهي، ڪهڙيءَ بي تڪلفيءَ سان طي ٿي آهي!

شدم غواص در بحر وجودي    دورن جان خود جانان ديدم

صحراي عدم ۾ حقيقي مطلوب جو وجود يا انوار خداونديءَ جو ظهور ثابت ڪيو اٿن. شعر جي شڪل ۾ مضمون جي شوخي ڏسو:-

بصحراي عدم شد سير گاهم    همه نور خدا اظهار ديدم

باده وحدت جي لذتن جي مقابلي ۾ دنيا جون سڀ لذتون ڪابه حقيقت ڪانه ٿيون رکن. هن دعويٰ جو دليل هن شعر ۾ ملاحظه فرمايو:-

چشيدم لذتي در جوش وحدت    دگر لذاتها بيڪار ديدم.

---

شمع توحيد جي روشني ملي، ته ثابت ٿيو ته منهنجو مطلوب تہ منهنجي وجود ۾ موجود آهي. شعر ڏسو :

چراغ ديده افروزم بوحدت    هميدانم که جانانست جانم

بي نشانيءَ جي نشان جو شان ته ڏسو. فرمائين ٿا :

وجود لاوجودم شد بپايان نشان بي نشان از غيب دانم.

هن غزل جو مترنم بحر، مضمون جي بي ساختگي ۽ رواني، وري عارفانہ رموز، مطلب تہ هر پهلو کان دلڪش آهي. مطلع جو انداز ڏسو. دلدار کي دل ڏيئي، اهڙا فارغ ٿيا آهن، جو ڪنهن سان بہ ڪو سروڪار ڪونہ رهيو اٿن. ملاحظہ فرمايو:-

دلم برد جانان و جائے ندارم شدم فارغ از اين و آنے ندارم

۽ جڏهن 'هي' ۽ 'هو' کان بي نياز ٿيا، تڏهن تمام ڪائنات بلڪ عرش و ڪرسي بہ اکين اڳيان موجود سمجهن ٿا. شعر ڏسو:-

ملائڪ زمين آسمان عرش کرسي همہ درعيانم بيانے ندارم

مقطع ۾ گمان ۽ يقين جو اسلوب ملاحظہ فرمايو:-

زهے فتح دين است کہ عين از عيان شد شکستم گمان را گمانے ندارم

---

هن غزل جو نازڪ بحر ۽ شعر ۾ توحيد جو استغراق ملاحظہ فرمايو:-

دلم شد محو در نور الهيٰ بجز وحدت دگر کامے ندارم

خود فراموشي يا منزل فنا جو ڏسو، شعر آهي:-

نميدانم کہ فتح الدين چہ چيز است بمعنے کفر و اسلامے ندارم

---

خواب ۾ جلوه بيتاب جو مشاهده، جنهن مان مراد مطلوب حقيقي آهي:

منور جلوه بے تاب ديدم بصورت پرتوے در خواب ديدم

گيسوئي محبوب جي زنجيرن ۾ اسير ٿيڻ، دو عالم جي قيد کان آزاد ٿيڻ جي برابر آهي:

خلاصي يا فتم از هر دو عالم کہ بند گيسوش را تاب ديدم.

---

عاشق صادق خون جگر کي شراب شوق تصور ڪري ٿو، ۽ ان لئي مدهوشي ۽ سرمستيءَ ۾ تمام نعمتن ۽ لذتن کي فراموش ڪري ڇڏي ٿو. مطلع ڏسو:-

شراب شوق ميخوردم ز عين عشق اظهارم
ز ترڪ ترڪ پندارم بجوش خون جگر خوارم

عرفان ۽ وجدان جون بلند پروازيون، سالڪ تي بسا اوقات اچڻ وارين واردات قلب جو ذڪر تمثيلي انداز ۾:-

بموسيٰ در سخن بودم چو ڪوه طور راسوزم همون سراست در سرم سراسر سر اسرارم

---

هن غزل ۾ فنا جي منزلن جا مختلف مناظر ملن ٿا. مطلع آهي:-

ترڪ ڪونين را بجا ڪردم آشنائي به آشنا ڪردم

اهڙيءَ طرح هن شعر جو مضمون اڃان زياده واضح آهي.

من نمي ماندم همون مانده است لا مڪاني هم، مڪان ڪردم.

مقطع ڏسو:-

آفتابـم چـو مظهر آدم نام خود فتح دين نشان ڪـردم.

---

هن غزل ۾ معرفت جي رموزو اسرار جا اشارات بيان فرمايا ويا آهن. تبرڪ جي طور ۾ شعر پيش ڪجن ٿا. ملاحظه فرمايو:-

الست اسرار ميخوانم نهان قالو بليٰ دانم زبحر غيب غرقابم در ديدار چيدستم

بفتح الدين رسيدستم بغير از هو نديدستم بذات الله بودستم خودي خود رابريدستم

---

هيءَ ستن شعرن جي مسلسل مضمون جو غزل آهي. سلسلهٔ مضمون ايترو مربوط آهي، جو انتخاب ڪرڻ ڪري مدعا ۽ مقصد جي بگڙڻ جو ڊپ ٿيڻ لڳو. تنهنڪري سڄو شعر پيش ڪريون ٿا. مطلع ۾ ذڪر خفي ۽ ان جي اثرات جو اظهار آهي. ملاحظه فرمايو:-

آن ڪلام ذات باري زاڪه خواندم بي زبان
اين عيان اندر نهان شو آن نهان باشد عيان

وري ان ذڪر خفيءَ جا اثرات ۽ برڪات:-

ازخيالات دوعالم پاڪ ڪردم جان و دل
هر ڪه در معنيٰ عيان شد از رموز عارفان

غيب ۽ حضور جا مناظر، لفظن جي لطيف تڪرار سان هن شعر ۾ ڏسو:-

آن چه بيني خويشتن ظاهر عيان باطن نهان
از عيان گشتم نهان وار نهان گشتم عيان

منزل فنا جي طرف ڪان باز گشت ۽ دو عالم ڪان بي نيازي:

اين جهان جمله عيانست و آن جهان جمله نهان
سوختم هردو يکے نے اين جهان نے آن جهان

بعض مظاهر ۽ خاص اسرارو رموز هيٺين شعرن ۾ ملاحظه فرمايو:-

گاه سبز و گاه سرخ و گهه سفيد و گهه سياه
اين همه رنگ عناصر بي نشاني در نشان
از جمال صورت مرشد نشانم شد نشان
ميم را بر داشتم او نے نهانست نے عيان
آنکه فتح الدين يابد در بيان لا اله
سر سري را شناسم بهر سير لا مکان.

---

محبوب جي جلوه جو اشتياق ۽ رجوع قلب و نظر جي بدولت ديدار ۾ ڪاميابي. سادن لفظن جي مطلع ۾ ڏسو. جام عرفان جي لافاني ۽ لاثاني لذت جو اظهار:-

ندارم لذتے با خواب و خوردن ڪه ديدم لذتے از جام عرفان

---

وجود جي فناجو صوفين جي سلڪي ۾ ڇا مقام آهي، هن شعر ۾ ڏسو:-

هر ڪه در راه حق فنا باشد منصبے يافت او فنا في الله

فنا جي خوشگوار نتيجي ۾ دائمي بقا جو اعزاز. فرمائين ٿا:-

ذکر او گر همه فنا باشد ذات ذڪرش رسد بقا بالله

---

سوز عشق جو ذکر استعاره جي صورت ۾:-

اگر خواهي وصال شمع روئے سوز عشق او پروانه باشي
بخوان اين کلمهٔ طيب به معنے به تيغ همت مردانه باشي

---

رندن جي مڪتب مان عرفان جو درس وٺي سکيو آهي ۽ ان معنوي درس جي بدولت خود شناسيءَ جو ادارڪ حاصل ٿئي ٿو. شعر ڏسو:-

میان مکتب رندان سبق خواندیم معنیٰ را
دران دیدار خود دیدم چراغ نور عرفاني

فنا في الشيخ جي منزل جا مشاهدا ۽ عالم تحير:-

صفات صورت مرشد کہ بندم نقش بر دلہا
شدم حیران کہ در چشمش رموز راز پنهاني
درون خویشتن دیدم عیاني غیب پنهان را
شدم در لذت معنیٰ بہ از تخت سلیماني

---

آخري فارسي غزل جا چند اشعار ملاحظہ فرمايو- شعر جا الفاظ تہ مختصر ۽ سادا آهن، ليڪن مدعا خاصي وسيع ۽ رنگين آهي. يعني بي سروساماني يا خانہ خرابيءَ جو سرو سامان ۽ آبادڪاريءَ جو منظر پيش ڪيو ويو آهي. ملاحظہ فرمايو:-

خرابي خانہ ام آباد سازد    کہ رویش پر توے از خود نمائي

مقطع ۾ مرجع الاوليا منبع صوفيا حضرت ڪرم الله وجهه جي امداد سان فتح ابواب جو ذڪر ڪري، حقيقت جي ڇهري تان ڪجهہ قدر نقاب سرڪايو آهي، يعني هيءُ تہ ڪونين جو مشاهدو ڪرڻ ڪهڙيءَ صورت سان ممڪن ٿي سگهيو؟

شده روشن دو عالم فتح دین را    بہ تیغ همت مشکل کشائي

حضرت شاه فتح الدين دريائي رحمت قدس الله سره العزيز جي عارفانہ ڪلام تي تبصرو تہ حقيقت ۾ ڪو عارف ڪامل ئي ڪري سگهي ٿو. بنده جهڙي عاصيءَ ۾ ايتري لياقت ڪٿي؟ مون کي اعتراف آهي تہ هن مختصر اظهار خيال ۾ بنده کان لغزشون ضرور ٿيون هونديون. اميد تہ اهل نظر معاف فرمائيندا ۽ مون حضرت شاه جي ڪلام تي جيڪو خراج عقيدت پيش ڪيو آهي، ان جي قبوليت لاءِ دعاءِ خير فرمائيندا.

هاڻي حضرت شاه صاحب قبلہ قدس سره جو اردو غزل پيش ڪرڻو آهي. سؤ ورهيہ اڳ جي اردو ۽ وري صوفيانہ ڪلام تمام مضامين واضح ۽ صاف آهن. البت خاص ڳالهہ اها آهي تہ ان ۾ چند الفاظ مقامي (سنڌي) زبان جا ٻڌڻ ملن ٿا مثلا: ڳالهہ پئي، آهي، وسايا، ڏوڙ، جوش جي جذبي. صرف پنج اشعار آهن، جي هيٺ ڏجن ٿا.

اردو غزل حضرت شاه فتح الدين قدس سره .

هوا مخمور معنیٰ میں کہ هادی حق بتایا هے
ملامت کو سلامت کر آپس آپي چهپایا هے
نهیں درکار عیسیٰ کی مسیحا دم همارا هے
الف پئي الف کي جهاتي کہ جس میں کل سمایا هے
محمد مشرب رندان الست اسرار سون آیا هے
جگر میں برق بجلي کی ابر رحمت وسایا هے
هوائے بیخودي لاگی، روئی کی دهوڑ اٹهہ بهاگی
صدف کر اپنے سینے کو عجب گوهر چهپایا هے
جلالی جوش کے جذبے جسم کو خود جلایا هے
فتح هے فتح کی هردم کفر کو مار منایا هے

## ڪلام حيدر

حضرت شاه فتح الدين قدس سره جي ڪلام جي مخطوطہ هذا ۾ پيا نظم بہ ملن ٿا . هڪ قصيدو جنهن ۾ حيدر تخلص مذڪور آهي . ان کان پوءِ هڪ خاصي لمبي مثنوي تحرير ٿيل آهي، جنهن ۾ جڳهہ جڳهہ تي "شرف" تخلص مان اندازه ٿيوٿ هيءَ مثنوي حضرت شاه بوعلي قلندر قدس سره جي آهي. چونڪہ هيءَ جدا خاص تصنيف آهي، ان تي تبصرو اسان جي موضوع کان متجاوز آهي. البت حيدر صاحب جو قصيدو، خود حضرت فتح الدين شاه قدس سره جي مداح ۾ آهي. ان جو تعارف ضروري آهي. ملاحظہ فرمايو:-

### قصيدو

حيدر*، حضرت شاه جو معاصر ۽ عقيدتمند هو. ممڪن آهي تہ مريد بہ هجي،

* حيدر جو پورو نالو غلام حيدر آهي. قرينہ مان معلوم ٿو ٿئي تہ هو حضرت شاه فتح الدين قدس سره جي وڏي فرزند حضرت قطب علي شاه جو مريد هو. خوش گو شاعر هئڻ سان گڏوگڏ هو نهايت خوش قلم ڪاتب پڻ هو. هن حضرت فتح الدين شاه قدس سره جو فارسي ڪلام ڪمال عقيدت ۽ نهايت حسن اهتمام سان نقل ڪيو آهي. غلام حيدر جو آهو نقل حضرت سيد نور حسين شاه

( بقيہ حاشيہ ٻئي صفحو ۸۱ )

هن هيءُ مدحيہ قصيدو التجائن ۽ تمنائن جي انداز ۾ نظم ڪيو آهي. نظم ۾ پختگي ۽ فني مهارت ملي ٿي. جملہ ست اشعار آهن.

معلوم ٿو ٿئي تہ حيدر مصائب ۽ آلام ۾ مبتلا هو. آنهيءَ ئي پريشانيءَ ۾ هن حضرت کان امداد چاهي آهي. چند شعر هي آهن:-

بسکہ مي بينم زجور چرخ هر دم صد جفا
ميکنم فرياد يا رب چہ کنم من يا خدا
روز و شب نالان و گريان از جفائي روزگار
طالع واژون ندارد هيچ رہ بامن وفا.
هيچ کس هرگز بہ من رحمے ندارد در جهان
از عزيزان و رفيقان و ز خويش و آشنا.
هر زمانم ميرسد از نو غم و دردے بدل
چون کنم درمان چہ سازم کي روم آخر کجا

پنهنجي سوز و گداز ۽ محبت ۾ ناڪاميءَ جون تڪليفون بيان ئي ڪري رهيو هو، تہ هاتفِ غيب آگاه ڪيس تہ حضرت فتح الدين شاه جهڙي بزرگ ڏانهن

---

(باقي حاشيہ صفحہ ٨٠ جو)
مدظله العالي سجاده نشين وٽ موجود آهي. اهو نهايت خوبصورت، مضبوط ۽ طلائي نقش و نگار جي قديم جلد واري شاندار ڪتاب جي صورت ۾ موجود آهي. هيءُ نقل بہ غلام حيدر، حضرت قطب علي شاه جي ايما سان مورخہ ١٣ شعبان المعظم سنہ ١٢٨٣ هہ ۾ لکيو آهي، جڏهن اڃا حضرت فتح الدين شاه قدس سره بہ حيات هئا. تتمه جي عبارت جيڪا ڪاتب غلام حيدر تحرير جي خاتمہ تي ڪئي آهي، جنهن جي پيش ڪريان ٿو ملاحظہ فرمايو:-

## عبارت خاتمہ مخطوط مذکور

"بعونہ تعالیٰ حسب الفرمان لازم الاذعان حضرت شاه صاحب والا مناقب اعلیٰ مناصب قطب الاقطاب سيادت و سعادت ماب نقابت و نجابت اکتساب غواص بحر عرفان هدايت و کرامت نشان عاليجناب سيد ميان قطب علي شاه صاحب حسيني دام افضالها۔

بقلم اقل الاحقر غلام حيدر صورت اختتام يافت حرره بتاريخ ١٣ ماه شعبان المعظم سنہ ١٢٨٣ هہ يوم چارشنبہ"

رجوع ٿيءُ. ان موقعي جا اشعار هي آهن :-

در چنين حالت ڪہ بودم بيخود از خود ناگهان
از سروش هاتفم آمد بگوش جان ندا.
ڪہ اي سفيهہ بي بضاعت بي خبر نادان خموش
شکوه از دوران مکن گر ديده غافل چرا ؟
شاه "فتح الدين" فياضِ خلق دريا دل ولي
هست در اين دور آخر گمرهان را رهنما.

سندن مختلف اوصاف، اعليٰ نسبي ۽ ولايت و ڪرامات جي ذڪر بعد سندن فرزندن ۽ پين اهل خاندان جا اوصاف بيان ٿو ڪري. پن فرزندن جي متعلق هي اشعار آهن :-

نخل بستانِ جلالش قطب الدين(١) نورس نهال
زبده حق داور دين محمد پيشوا.
مجمع علم و عمل صاحبدل و معنيٰ شناس
مصدر جود و سخاوت مرڪز علم و حيا.
آن يڪي از فيض نور معرفت روشن ضمير
و آن دگر سيد علي اڪبر(٢) شه فرخ لقا.

انهن بزرگ زادن جي اوصاف ۾ متعدد اشعار آهن. ان کان پوءِ حضرت جي ڀاءُ سيد حامد شاه ۽ ان جي فرزندن جا نالا انهن اشعار ۾ پيش ڪيا اٿن:

هر دو با عز و سعادت نامدار و ڪامگار
ديگرش باشد برادر شاه ڪامل(٣) اوليا.
حامد حمد خدا آن سيد حامد شاه(٤)
اهل بيت مصطفيٰ و خاندان مرتضيٰ

(١) قطب الدين شاه، حضرت فتح الدين شاه جو وڏو فرزند، جن جي ولادت مورخ ٢١ رمضان ١٢٢٩ جي ٿي هئي.
(٢) سيد علي اڪبر، حضرت شاه فتح الدين قدس سره جي ٻئي نمبر فرزند جو نالو هو.
(٣) ڪامل شاه، حضرت فتح الدين شاه جو ڀاءُ.
(٤) سيد حامد شاه، هي پڻ سندن ننڍو ڀاءُ هو.

آن برادر زاده اش عالي نسب والا حسب
هم حسن بخش(۱) ديگر مهر پرور مه لقا.
پير پريل شاه (۲) ديگر آنكه اسم پاک او
مي بود موسوم ويڏل شاه رند بي ريا.
شاه غفور الزمان(۳) ديگر برادر زاده اش
كاشف سر حقيقت رازدار كبريا.

ان حضرات جي مدح و صفت ۾ پڻ ڪيترائي اشعار آهن. انهن ڪان پوءِ جهنڊل شاه جو نالو اچي ٿو، جنهن ۾ قرابت جو ذڪر واضح طور تي ڪونه آهي. حضرت جي پاڻٿي حسن بخش شاه جو هي پيو نالو آهي.
شعر هيءُ آهي:-

سيد السادات جهنڊل شاه ديگر نامدار
شيردل شهزاده غازي صاحب سيف ولوا.

البت ان بزرگ سان شاعر جو ربط ۽ قديم تعلقات و مراسم ملن ٿا، جي انهن شعرن ۾ بيان ٿيا آهن:

روز و شب مشغول ياد حق بهر شام و پگاه
نوجوان نيک سيرت پاکباز و پارسا
دمبدم دارد مرا مرهون منتهائي خويش
آن محيط مكرمت سر چشمه حلم و حيا.
آن كه موسوم است نام پاک او شاه حسن(۴)
نكته دان شيرين سخن صاحب خرد معني كشا.

---

(۱) حسن بخش عرف جهنڊل شاه بن شيرمحمدشاه، حضرت فتح الدين شاه جو پاڻٿيو هو.
(۲) پير پريل عرف ويڏل شاه ابن بهاول شاه. هيءُ پڻ سنڌن پاڻٿيو هو.
(۳) شاه غفور ابن بلند شاه گڏو بندر، هيءُ پڻ سنڌن پاڻٿيو هو.
(۴) شاه حسن: هيءُ پيرزاده حضرت فتح الدين شاه جي جاڙي ڀاءُ شير محمد شاه جو فرزند هو.

هست آن بحر عطا وُ مجمع فضل و كمال
وآن برادر ديگرش سيد غلام مرتضيٰ(١)
هر دو در يک صدف روشن گهر والا نژاد
هم غلام شاه(٢) ديگر اهل بيت ذوالعلٰي

انهن سڀني بزرگن جي نهايت شايسته مدح و ثنا بلند ۽ برجسته اشعار ۾ چيئي اٿس. ان ئي سلسلي ۾ حضرت شاه صاحب جي هڪڙي ڪرامت بيان ڪندي لکي ٿو ته ”گهڻي وقت تائين مون شعر گوئيءَ کي ڇڏي ڇڏيو هو. زبان گويا گونگي ٿي ويئي هئي، خدا جو شڪر آهي جو اوهان جي مدح جي برڪت سان مون کي وري اها ڏات نصيب ٿي.“ سندس اشعار ڏسو:-

مدتے شد کز سخن سنجي زبانم گنگ ماند
مهر خاموشي بلب ميداشتم از روزها
شکر الله کز مددگاري طالع عاقبت
گشت از فيض مديحت اين چنين طبعم رسا.

شاعر کي ڪنهن محبوب مجازيءَ سان پڻ محبت ٿي ويئي هئي، جنهن جو ذڪر گذريل اشعار ۾ پڻ هن برملا ڪيو آهي. هتي به لکي ٿو:-

هم ز عشق نو گلے در سينه بودم خار خار
زان سبب گو ديده ام مانند بلبل خوش نوا.

آئينده اشعار ۾ وري مدح و ثنا کان پوءِ پنهنجي مصائب جو خاتمو ۽ دين ودنيا ۾ سرخرو رهڻ جي خواهش ڪئي اٿس. پنهنجي مطالبي کي پرزور بنائڻ لاءِ حضرت محبوب ڪردگار، رسول مختار ۽ حيدر ڪرار ۽ جمله امامين معصومين جو واسطو پيش ڪيو اٿس ۽ اظهار نياز و عقيدت ۽ دعائن سان قصيده کي ختم ڪيو اٿس.

قصيده جو مضمون، جو نفس جي اعتبار سان جيڪو تجزيه پيش ڪيو ويو

(١) غلام مرتضيٰ: سيد شير محمد شاه مذڪور جو فرزند سندن پاڻٽيو.

(٢) غلام شاه: هيءُ پڻ سيد شير محمد شاه مذڪور جو ٽيون فرزند، سندن پاڻٽيو هو.

آهي، ان سلسلي ۾ ڪافي اشعار (ٽئين حصي ڪان وڌيڪ) پيش ٿي چڪا آهن، جن ۾ شعر جون فني خوبيون، ارباب ذوق جي نظر ۾ اچي چڪيون آهن. محاڪات بندش، رواني، برجستگي وغيره سڀ ڪجهه اڳيان پيش آهن. انهن تي ڪجهه وڌيڪ لکڻ هٿ جي ڪنگڻ کي آرسي ڏيکارڻ جي برابر آهي. ڪلام جي تنقيد اهل نظر جي ذوق سليم جي سپرد ڪريون ٿا ۽ مناسب به اهين ئي نظر ٿو اچي.

آخري طويل مثنويءَ جي متعلق عرض ڪيو ويو آهي، ته هيءُ ڪلام حضرت شيخ شرف‌الدين بوعلي شاه قلندر مجذوب قدس سره جو آهي ، ان تي تبصره جو اسان جي موضوع سان تعلق نه آهي. وري به جڏهن جو هيءَ مثنوي حضرت شاه فتح‌الدين قدس سره جي مجموعهءِ ڪلام ۾ ڪلام جي جزي جي نوعيت سان منسلڪ آهي ، ان جو مختصر تعارف به نظرانداز نٿو ڪري سگهجي.

مخطوطه ۾ مثنوي تي ڪابه واضح تحرير موجود نه آهي ۽ نه وري ڪٿي ڪو عنوان ئي درج آهي . البت ٻن شعرن ۾ "شرف" تخلص ملي ٿو. اهي شعر هي آهن:-

(۱) اے "شرف" نشنيدهٔ سالک چه گفت
گريه کرد اين بيت را باسوز گفت.

(۲) اے "شرف" تا چند گردي دور دور
قطع منزلها بکن اے بے حضور.

انهيءَ نشان ڏهيءَ سان "شرف" جي نالي يا تخلص سان شهرت رکندڙ صوفي بزرگن کي تذڪرن ۾ تلاش ڪيو ويو ۽ متعدد بزرگن جي نالن تي نظر ڊوڙائي ويئي. انهن مان وچان حضرت شيخ شرف‌الدين بو علي قلندر قدس سره جي ذڪر ۾ انهيءَ مثنويءَ جو حال به معلوم ٿيو. "خزينة الاصفيا" ۾ سندن تصنيفات حڪمنامه، مڪتوبات ڪان پوءِ لکيو آهي ته "سوائے ازين مثنوي‌ست مختصر که مخزن رموز توحيد و معارف است" (۱).

زير نظر مثنويءَ جي مخزن رموز توحيد و معارف هئڻ ۾ ڪلام جي گنجائش نه آهي. نهايت بلند و برجسته چست و برگزيده ڪلام ۽ عارفانه رموز و نڪات جو بحر بيڪران بهر عنوان اسم بامسمي آهي، مثنويءَ کي مختصر چيو ويو آهي ،

(۱) خزينة الاصفيا جلد اول صفحه ۳۲۷ ذڪر شيخ شرف الدين بو علي قلندر پاني پتي.

تاهم جملہ اشعار جو تعداد (٣٠٠) ٽي سؤ کان وڌيڪ آهي.

سندن مختصر حالات هن طرح آهي:- سندن مبارک نالو شيخ شرف الدين ۽ بو علي ڪنيت آهي. عالم و فاضل ۽ صاحب تصانيف آهي. جڏهن مٿن جذب جي حالت جو غلبو ٿيو، تڏهن سمورا ڪتاب درياءَ حوالي ڪيائين. حضرت خواجہ قطب الدين بختيار ڪاڪي قدس سرہ جا مريد هئا، خلافت سان سرفراز هئا ۽ سندن پڻ بيشمار مريد ۽ خليفا هئا.

پاڻ نسلي طور حضرت امام اعظم ابو حنيفہ ڪوفي رضي الله عنہ جي اولاد مان هئا. سندن وصال سنہ ٧٢٤ هہ ۾ ٿيو. پاڻي پٽ شهر ۾ سندن روضو مبارڪ خلق الله جو زيارت گاهہ آهي.

## صحت نامہٴ اغلاط ڪتابت مخطوطہٴ هذا.

هيءُ نسخو هڪڙي خوش قلم ڪاتب جو تحرير ڪيل هڪ صدي اڳ جو تبرڪ آهي. زير نظر نسخي ۾ بہ گهڻيون ئي صورتخطيءَ جون چڪون محسوس ٿي رهيون آهن. راقم الحروف مخطوطہ ۾ شڪست ۽ ريخت مناسب نہ ڄاڻي، اهوئي مناسب ڄاتو تہ الڳ صحتنامہ مرتب ڪيو وڃي. تڪرار تحرير کان بچڻ لاءِ هيءُ طريقو اختيار ڪيو ويو، جو مخطوطہ ۾ هر صفحہ موجب اشعار تي نمبر مقرر ڪري، هيٺ ڏنل جدول ۾ صرف صحت شده اشعار نمبر جي لحاظ سان درج ڪيا ويا. ناظرين اصل جي لاءِ مخطوطو ڏسڻ فرمائين.

| صفحہ | شعر | صحت |
|---|---|---|
| ١ | ٥ | ذال ذاتي ذڪر خواندم مانند هوجہ ذڪر او |
| ” | ٧ | شين شرڪ و شڪ بسوزم لا شريڪے يافتم |
| ” | ٨ | ضاد ضربے ميزند دل ذوالجلالت در عطا |
| ٢ | ١٥ | يا يگانہ يار دارم نور نواز مصطفیٰ |
| ٣ | ٣ | بموج وحدتے آيد ز دريا گوهر مقصد |
| ٣ | ١ | تا کہ از آئينہ رويت دلم شد خود نما |
| ” | ٢ | هر دو عالم ديده‌ام در پرده غيب و حضور |
| | | گشت روشن در سرم سرے ز اسرار خدا |

# ديوان شاه فتح الدين

## سي حرفي

رب يسر　　بسم الله الرحمان الرحيم　　وتمم بالخير

الف الفاظي الهى در صدف گوهر نما　　با بهاري در بهارش يافتم هر مدعا
تي تمامي ترک دارم هر خيالى غير حق　　ثا ثبوت و ثابتم در مکتب معنى لنا
جيم جامي در جگر جوشيدنست جوش جنون　　حا حليمي در حقيقت همچو شاه کربلا
خى خبردارم چوبيخوداز خودى فارغ شدم　　دال درمان‌درد دارم بهترست هر مدعا
ذال ذاتي ذکر خواندم ماند هرجا ذکر او　　را رموز راز پنهان روح روحي خودنما
زي زبر دستان دارم زير دستي معرفت　　سين مى سوزم مدامي خام خطره جابجا
شين شرک و شک بسوزم لاشريکى يافتم　　صاد صبرم بهروحدت همچو صبر صابرا
ضاد ضربى ميزند دل ذوالجلالت در عطا　　طا بکوه طور موسى خود بوداين شعلها
ظى ظلم بر ظالمان زد علم علت يا فتم　　عين آن اسرار دارم در فنائى خود بقا
غين غرقم در جلالت بيخودي دارم خبر　　فى ز فکر فارغم هر فکرهائي فاسقا
قاف قائم قرب دارم همنشين و همقرين　　کاف کوئى کوفيانرا سوختم از شعلها
لام لعل لب گزيدم از لبش آب حيات　　ميم محمد عين اصلى بحر بي‌حد خود بقا
نون ديدم يک نظر آن هردو عالم نقطهٔ　　واو وحدت غرق گشتم برتراز ارض‌وسما
هى هوائى چون همائى ميپرم بر آسمان　　لام لعلى ميرسد از پرتو نور خدا
الف آوردم از آنجا نام فتح‌الدين نشان　　يى يگانه يار دارم نور نو از مصطفى

## غزل ۱

شراب از بيخودي ديدم چراغ خانه دلها　　شدم همخانه‌باهم او کجا بنديم محملها
نهان خمخانه ديدم چو خلوتگاه جانانرا　　شدم‌مستانه درمعنى دگرحاجت‌چه‌محفلها
دماغ جام آن وحدت کشان بر ديده‌پنها　　نزولي يا عروجم شد نمانده هيچ مشکلها
بموج وحدتے آيد ز دريا گوهر مقصد　　شدم باحد در بيحد هزاران قطع منزلها

بفتح‌الدين عيان باشد شراب از معنى مخفى.
الا يا ايها الساقي ادر کاسا وناولها.

## غزل ۲

تاکہ از آئینہ رویت دلم شد خود نما جملہ را از خویش دیدم خودنمیدانم کجا
هر دوعالم دیده ام در پره غیب وحضور گشت روشن درسرم سرے از اسرار خدا
آنکہ سر ما عاشقان تیغ جفا ببریده اند در ره میدان مردان همچو شاه کربلا
آنچہ موجود است دو عالم همهٔنابود شد آتش از اسرار وحدت خار و خس بیند سزا
کل موجودات سوزم غیب معلومات شد عالم علم الهی ثم وجہ الله بقا

گرچہ فتح‌الدین دارد جبہ خود ز آب و گل
صاحبست سري صفائي منصبش زهد گدا.

## غزل ۳

عجب دارم نشانی بی نشانرا تماشائی جوان خون فشانرا
کشم یک طرح وحدت نهانرا کند روشن همان جملہ جهانرا
اگر خواهی وصال جاودانش نهان کن دیده آن دیدبانرا
قرار و طاقت وحدت عیان شد چو دیدم جلوه نور نهانرا
عجب دیدم میانش تند خوئی کہ دارد میل قتل جسم و جانرا
شدم بسمل به آن تیغ سعادت عیانی یافتم نقطہ نهانرا
شدم روشن میان هر دو عالم ز معنئ عکس روئی عارفانرا

عجب معنی فتح الدین دارم
عجائب در دریای بیکرانرا

## غزل ۴

چو خواندم بی زبان اسم خدارا هم جملہ جهان شد جسم مارا
دلم شد فارغ از اسباب فانی چشیدم لذت جام بقارا
کسی کو دیدبان در دیده دارد نمانده هیچ خیالی خام آنرا
زمین وآسمان و عرش و کرسی عیان دیدم زمین جسم جانرا

زهي فتح ست دین در هر دو عالم
بعین اسم دیدم جسم و جانرا

## غـــزل ۵

بوحدت سوختم این خـار و خس را ندارم فکر مــن بند نفس را
شـدم پـروانہ بـر شمعي فتادم نمانده در دلم پروائی کس را
نصیبم کرد خـالق تخت شـاهی کہ پروائی ندارم هیچکس را
شـدم پـروانـہ انـدر عشقبازی بریدم رشتہ منصب مگس را
دلم بانگی زنـد بـاد اسـم الله دگر حاجت چہ آواز جرس را

زهی فتحست دین در هر دو عالم
اگــر ترک کنی حرص و هوس را

## غزل ۶

تاکہ دیدم یکنظر آن جلوه رخسار را طاقت و صبرے نمانده زخم دل همار را(۱)
هر کہ اندر سینہ دارد داغهای عشق او مرهمی هرگز نخواهد محرم اسرار را
کی ربودی خواب چشمم کی نمانده صبر دل گر نیفکندی نگاهش شعلۂ اسرار را
در حقیقت دیده ام آن آفتاب خویشتن منصب شاهی عیان شد دیدۂ بیدار را

درمیان تاب وحدت فتح دین را یافتم
از نفي اثبات دیدم شعلۂ اســرار را

## غزل ۷

وز الف خود خوانده‌ام خودرا کتاب یافتم در دیـده پنهان آفتاب
مظهر ایــن اوســت رب العالمین لافتا الا علی بــی فتحیاب
بـحـر تـحـقـیـق حـقـیـقـت سر او وز نهایت بی نهایت بی حساب
یـا عـلـی لـلـہ لـلـہ یـا عـلـی مشکلم بکشائی بر روئی نقاب
این نقابی هست قائم همچو نقطہ عین غین نقطہ بر غین رفتہ عین باشد آفتاب
تا رموز روح روحی هردم همراز شد دردلم بیخود برآید لفظ معنئ الجواب

معنوی سری شناسم محرم ملک بقا
همچو فتح الدین دارم حل مشکل معتیات

## غزل ۸

ترک دنیا فرض واجب بر ترست غیر تــرک آن عبادت ابترست
طاعت اول کہ ترک کن وجود ترک دنیا سرعبادت ظاهرست

---

(۱) هن غزل جا بویان ٺي شعر جدا بحر جا آهن ۽ ڪنهن ٻئي غزل جا معلوم ٿا ٿين، جي هن غزل ۾ شامل ڪيا ويا آهن.

در درون ظلمات تو آب حیات ‏ غار دل چشم نهانی مظهرست
دمبدم هردم شوی باهم خدا ‏ ورنه این زهر فنائی آخرست
بر صراط المستقیم محکم شدن ‏ رهروانی راه آن حق حاضرست
در عدم معمور کن دل را شعاع ‏ از رموز راز دل حق حاضرست
مهدی از هادی هدایت دستگیر
تا تو فتح دین مبین در مظهرست

## غزل ۹

ما درد عشق دارم دربان چه احتیاج ‏ زنده ایم در فراقش حرمان چه احتیاج
پروانه چیست بر سرآن شمع سوخته است ‏ ماخودشمع شدیم بسوزان چه احتیاج (۱)
دیدیم چیز بر سر لولاک خلعتا ‏ در مکتب محمد نادان چه احتیاج
خواندیم کلمه طیب گشتیم بی زبان ‏ در عین خود عیانم پنهان چه احتیاج
دیدیم فتح دین را در باب کنج محنت
در سینه سوز دارد گریان چه احتیاج

## غزل ۱۰

هر که موج معرفت پر نور شد ‏ خود بود موسیٰ او باخود طور شد
گاه بیند هر دو عالم یک نظر ‏ گاه پشت پائی از خود دور شد
گه سکوت و گاه واعظ می کند ‏ گاه میخانه نشین مخمور شد
گاه شبلی گه جنید و گه عطار ‏ گه بموج معرفت منصور شد
گاه شمس الحق بود گه بو علی ‏ گه قلندر در جهان مشهور شد
گہہ جہانیان کبھی سید جلال
گه فتح الدین بحق پر نور شد (۲)

## غزل ۱۱

دلم درخواب خود بیدار باشد ‏ نهان در مخزن اسرار باشد
چو دیدم یک نظر هر دو جهانرا ‏ عجب عین نما اظهار باشد
درون غیب خود دیدم تماشا ‏ به آب وحدت گلزار باشد

---

(۱) ما شمع خود شدیم بسوزان چه احتیاج
(۲) گه جهانیان گه بود سید جلال ‏ گاه فتح الدین بحق پر نور شد

سخن زد صیقلی آئینہ دل را جفاکاری وفائی یار باشد
شود شرمندگی خورشید پنہان نقاب از گر برون رخسار باشد
دوا بروئی کمانش تیر مرگان برائی عاشقان اظہار باشد
چشیدم مغز معنیٰ جز و کل را
بفتح الدین عیان اسرار باشد

## غزل ۱۲

در دلم جلوه یار پیدا شد چشم پنہان ز جلوه بینا شد
رخسار یار جلوه نما (۱) سر سر لقا هویدا شد
جذب وحدت چراغ عین شهود در عدم جملہٴ مسما شد
تا صبا بر کشاد طره نگار کاکل یار عنبرین وا شد
جذب وحدت نهاد جوش فراق معنیٰ معرفت مسیحا شد
دل دریائی دُرّ اسم الله(۲) جان چو غواص غرق دریا شد
آن برون آورد دُرّ از دریا هر کہ را دیده دل تماشا شد
شعر فتحست دین فیاض زمان
هر کہ فهمید فهم دانا شد

## غزل ۱۳

گرنداری عین معنیٰ لذت دنیا چکار(۳) خانہ دل خالی بود با خانہٴ سامان چکار
تانسوزی آتش از خمخانہ خویش لاف سوزش میزنی اینها چکار
شو سمندر ساکن آتش مدام ورنہ اینجا ساکنی آنجا چکار
مرد را باید کہ دارد همتی غیر همت زینت زیبا چکار
مرگ یکجا زینت و زیبا برد زینت قائم نشد زیبا چکار
همچو عنقا می پرم بر آسمان طیر یا نی دیگران طیران چکار
آنچہ فتح الدین دارم از شناس اصل خویش
فار غم اسباب کلی منصب بالا چکار

---

(۱) هست رخسار یار جلوه نما
(۲) دل کہ دریائے در اسم الله
(۳) هي ہ غزل آهن جي ڪاتب جي غلطيءَ سان هڪ ٻئي ۾ گڏجي ملي ويا آهن.

## غزل ۱۴

سر معنیٰ کشیده ام که مپرس — جوش وحدت چشیده ام که مپرس
آنکه سر است درجهان پنهان — وحدت خویش دیده ام که مپرس
ترک کردیم هر چه سامانم — سروسامان دیدم ام که مپرس
تیغ دیده ام نفی کلمهٔ حق — از دو عالم رمیده ام که مپرس
از حمایت شہ بہمت عشق (۱) — همت پرده دریده ام که مپرس
آن مکانی که لا مکان گویند — رمز رومی رسیده ام که مپرس
مرگ آید چو ناگهان یادم — در بقائی دویده ام که مپرس
از نگاه اشارت مرشد — میوه جان چشیده ام که مپرس

آنکه فتح ست دین دردو جهان
در ره عشق دیدهٔ ام که مپرس

## غزل ۱۵

شکاری ساخت جانم را نگاه تیر مژگانش — فگنده شعلهٔ آتش عجب اسرار جولانش
منم مرغی درین عالم هوائی بیخودی دارم — فتادم ناگهان بیخود در آن زلف پریشانش
کسی کو مجلس از رندان چراغ خانه افروزد — شود مخفی از آن عالم تماشائی گریبانش
نگاه شوخ اندازد میان غنچهٔ دلها — رموز غیب میدانم که سرسر سبحانش
اگر در محفل رندان سر آشفتگی گیرد — شود روشن درین رسوا چه حاجت نیکئی نامش
تمامی ترک میکردم سر سامان فانی را — عجب دیدم درین معنیٰ بقائی سر سامانش
وجودی لا وجودم شد نشانی نشان دارم — نه آنجائی سخن گویم ندیدم هیچ پایانش

علی دیدم بمعه معنیٰ میان صورت مرشد
شکر ایزد همیگویم که فتح الدین قربانش

## غزل ۱۶

تا دلم هر دم شده باهم وصال — فارغم از مسلہ هائی قیل وقال
خانهٔ ویران من آباد شد — یافتم در دیده شمع وصال

(۱) از حمایت شہی بہمت عشق

گوهر گنجینه دل روشن شد | تابش حسنش تنم شد پالمال
از نگاهش بیخودی بیخود شدم | تاکه در آغوش باهم شد خیال
غین نقطه غرق شد درنشه عین وصال | ثم وجه الله نشانی روشنست هرجا جمال

هست قائم او سمیع و او نصیر
چیست فتح الدین که دارد قیل وقال

## غزل ۱۷

شکر ایزد در دو عالم جان جانانی شدم | در درون خمخانه هم خانه پنهانی شدم
در صفات صورتی خوردم شراب بیخودي | با محمد همنشینم با سلیمانی شدم
از فراق دوستان در غنچه دل دیده ام | در ولایت غیب دیدم غیب نورانی شدم
در حقیقت آفتابم جمله عالم ذره | از امانت غیر تابم سر سبحانی شدم
من نفی تیغ دارم بهر قتل خویشتن | رشته روحی بریدم تیغ برانی شدم

آنکه فتح الدین یابد از حمایت ذوالفقار
گرنبودی دست حیدر کی مسلمانی شدم

## غزل ۱۸

نازم از طالع که بام با جان جانان یافتم(۱) | در خیال بیخودي یک نقطه پنهان یافتم
از نگاه تیغ قاتل قتل گشتم بارها | شکر حق از تیغ بسمل قتل قربان یافتم
از شراب وحدت دریائی بی پایان شدم(۲) | آن یگانه گوهري در موج دریا یافتم
زندگی دیدم حبابی در بیان لااله | از شراب وحدت اسرار عرفان یافتم

گرچه فتح الدین نامم هیچ نی دانم که من
در درون جان خود اسرار گویان یافتم

## غزل ۱۹

صفائی جام وحدت راکه نوشم | هوائی و حرص رایکجا فروشم
هزاران داغ گوناگون که دارم | نه از آن لذت معنیٰ چشیدم
ندیدم در دو عالم غیر جانان | شراب شور منصوري خریدم

---

(۱) نازم از طالع که بامن جان جانان یافتم
(۲) از شراب وحدتي دریائے بے پایان شدم ..... هي شعر کنهن ٻئي غزل جو آهي، جاکاڻ جو هن مصرعہ جو قافیہ ٻئي سڄي غزل سان ڪونہ ٿو ملي

شدم مست از شراب جام وحدت زهی سري که با هم سر دیدم
نفیٔ تیغ دارم در حقیقت خیالات دو عالم را بریدم
شدم غواص در بحری وجودی درون جان خود جانانم دیدم
عجب رازے نہان شد آشکارم جنون از پردهٔ دلها دریدم
خورم خون جگر در جوش وحدت شکر ایزد بفتح الدین رسیدم

## غزل ۲۰

نهان در دیده خود دیدار دیدم تماشا مخزن اسرار دیدم
بصحرائی عدم شد سیرگاهم هم نور خدا اظهار دیدم
شکسته کشتی تن بحر وحدت حباب چشم خود بیدار دیدم
نهادم بر سر بار سلامت طناب گیسو یش زنار دیدم
چشیدم لذتی در جوش وحدت دگر لذات ها بیکار دیدم
غمی دارم میان هر دو عالم بر آن نفسم هم غمخوار دیدم(۱)
قلندر یافتم در هر دو عالم نهان آن نقطهٔ اظهار دیدم
شدم مهتاب روشن در حقیقت عیانی در نهان یکتار دیدم
کشاید دیده ام را دیدهٔ جانان عجب عین از خدا اسرار دیدم
خدائی یافتم از چشم پنهان زبان فارغ از گفتار دیدم
شراب بیخودی خوردم بوحدت سر از سر تماشا دار دیدم
عیانی عین دارم غیب اندر چو فتح الدین ازان اظهار دیدم

## غزل ۲۱

شده اسرار حق اندر عیانم رموز غیب را از غیب دانم
نفیٔ خویشتن اثبات دیدم عجائب جلوه نور نهانم
چو جسمی دیده ام باسم الله دگر حاجت چه باشد نیک نامم
کجا یوسف کجا ماند سلیمان هم دارد نشان از بی نشانم
چراغ دیده افروزم بوحدت همیدانم که جانانست جانم
چه جبروتست چه ملکوتست برونم ندارم جز مکان لا مکانم
وجود لا وجودم شد بپایان نشانی بی نشان از غیب دانم
نمی دانم بفتح الدین کجا ماند
عجائب سر اسراری عیانم

## غزل ۲۲

دلم برد جانان و جانی ندارم — شدم فارغ ازین و آنی ندارم
ملائک زمین آسمان عرش و کرسی — همه در عیانم بیانی ندارم
بمعه اسم اعظم خیالات خوردم — عیانی نهان شد نهانی ندارم
عجب مرغ جانم کند بانگ پنهان — درین بی زبانی زبانی ندارم
ز بند قفس تن شد آنمرغ آزاد — برون شد نشان از نشانی ندارم
زهی فتح دین ست که عین از عیان شد
شکستم گمان را گمانی ندارم

## غزل ۲۳

منم جز عشق او کامی ندارم — بغیر از خون جگر جامی ندارم
دلم شد محو در نور الاهی — بجز وحدت دگر کامی ندارم
دلم شد رهبر اندر راه وحدت — دگر حاجت به پیغامی ندارم
خیالات دلم را وحی گردد — بنور پخته شد خامی ندارم
شدم خورشید روشن در حقیقت — که پروائی صبح شامی ندارم
نمیدانم که فتح الدین چه چیزست
بمعنی کفر و اسلامی ندارم

## غزل ۲۴

منور جلوهٔ مهتاب دیدم — بصورت پرتوی در خواب دیدم
شب از هجران روز وصل آید — بهجرش وصل را اسباب دیدم
خلاصی یافتم از هر دو عالم — که بند گیسویش را تاب دیدم
نمی غافل شوم یک لحظه رویش — که آرام دهر عذاب دیدم
ندارم چشم را در خواب غفلت — دمادم جوش خود خوناب دیدم
شدم خاموش با هم خلوت دل — که سوز عاشقی نایاب دیدم
کجا بینند ظاهر فتح دین را
که چشم بوالهوس در خواب دیدم

## غزل ۲۵

شراب شوق میخوردم زعین عشق اظهارم زترک ترک پندارم بجوش خون جگرخوارم
ارم شد سینه ام چاکی روم برتراز افلاکی نشان بی نشانی را خبر در بیخبر دارم
بموسی در سخن بودم چو کوه طور را سوزم همون سر است درسرم سراسر سر اسرارم
درآدم خودبقا بودم زغیب غیب بنهادم چو حوا در هوا دارم بنور احمد اظهارم
غم ازخود بیغمی بودم زیان وسود آسودم چو جزوی در کلی دادم نه پروا هیچکس دارم
چو فتح الدین از آنجا شد بجان و جسم انسان شد
ز عین اصل می بینم عجائب سر اسرارم

## غزل ۲۶

عجائب شعلهٔ عشقت بموسی طورمی بینم شبنم در خراباتی همه جا نور می بینم
مکن زاهد تو تکلیفی نمیدانی سر مردان مکمل منزلی عشقت همان منظور می بینم
چو تیغ تیز گردیدم خیال و خطره ببریدم نه بانزدیک می باشم نه ازخود دور می بینم
شده آن یار آغوشم دگر جمله فراموشم نمی خوشنودام با کس نه کس رنجورمی بینم
چو فتح الدین عجائب شد خیال و خطره تائب شد
بموج معرفت خود را سر منصور می بینم

## غزل ۲۷

ترک کونین را بجا کردم آشنائی به آشنا کردم
محو شد یار در حقیقت من چشم پنهان خود نما کردم
تا قلندر شدم کلی کلها راز روحی برهنما کردم
جز دلم نیست رهبرے دیگر رهبری در رهش فدا کردم
هست تابان نشور مهدی را در دلم روشنست لقا کردم
من نمی مانده ام همون مانده است(۱) لا مکانی هم مکان کردم
آفتابم چو مظهر آدم
نام خود فتح دین نشان کردم

---

(۱) هوبان ۾ي شعر کنهن ۾ي غزل جا آهن، چو جو قافيه ڪولو ٿو ملي.

## غزل ۲۸

من آن بحری زخود در هزاران آفریداستم همان موسی همان طوروز موج خویش دیداستم
چو اسماعیل قربانی براه راه ربانی (۱) به تیغ اسم سبحانی سر آنرا بریداستم
الست اسرار میخوانم نهان قالوا بلیٰ دانم زبحر غیب غرقابم در دیدار چیدستم (۲)
گهی در غیب اظهارم گهی در خواب بیدارم ز ترک ترک پندارم خودی خودرا بریداستم

بفتح الدین رسیداستم بغیر از هو ندیداستم
خودی خودرا بدیداستم بذات الله بوداستم (۳)

## غزل ۲۹

آن کلام ذات باری راکه خواندم بی زبان این عیان اندر نهان شد واز نهان شد عیان (۴)
از خیالات دو عالم پاک کردم جان ودل هر که در معنیٰ عیان شد از رموز عارفان
آنچه بینی خویشتن ظاهر عیان باطن نهان از عیان گشتم نهان واز نهان گشتم عیان
اینجهان جمله عیانست و آنجهان جمله نهان سوختم هردویکی نی اینجهان نی آنجهان
که سبزوگه سرخ که سفید و که سیاه (۵) این همه رنگ عناصر بی نشانی را نشان
از جمال صورت مرشد نشانم نشان (۶) میم را برداشتم او نی نهانست نی عیان

آنکه فتح الدین یابد دربیان لاالله
سر سری را شناسم بهر سیر لا مکان

## غزل ۳۰

نهادم دیده را بردیده جانان شده معلوم آن اسرار پنهان
دلم شد محو در آئینه طلعت نخواهد خاطرم سیر گلستان
شدم فارغ خیالات دو عالم که افگندي نگاهش تیر مژگان
دلم راقبله گاهی شد دوا برد تنم را شد مکان زلف پیچان
نوشته بر لبش کاتب سکوتی که دارد زیرلب آن آبحیوان

---

(۱) چون اسماعیل قربانی برائے راه ربانی
(۲) زبحر غیب عرفانم در دیدار چیده استم
(۳) بذات الله بود هستم خودي خودرا بریده استم
(۴) این عیان اندر نهان شد و آن نهان اندر عیان
(۵) گاه سبز و گاه سرخ و گهه سفید و گهه سیاه
(۶) از جمال صورت مرشد نشانم بے نشان

شود طوطی زخود گفتار فارغ اگر آید سخن از لعل خندان
ندارم لذتی با خواب و خوردن که دیدم لذتی از جام عرفان
شرابی خورده ام در جوش وحدت نمانده طاقت و صبردل و جان
همیشه مرگ خود را یاد دارم خریدم این خمار از می‌فروشان

عجب معنیٰ بفتح الدین دارم
رهی دُرّست اندر بحر عرفان

## غزل ۳۱

تن او هر که دید گفت الله لاء چون رفت ماند الا الله
هر که در راه حق فنا بالله منصبي یافت او فنا فی الله
فکر او گر هم فنا باشد ذات ذکرش رسد بقا بالله
آن خرامان کند در ایوان قدس هر قدم میکند به بسم الله

آنکه فتحست دین فتح خدا
جسم او احمدست اسم الله

## غزل ۳۲

همیشه در طلب جانانه باشی زبحر غیب خود دُرّ دانه باشی
نفی از خویش کن سه روح حیوان بروح احمدي انسانه باشی
اگر خواهی وصال شمع روئی بسوز عشق او پروانه باشی
بکن ترک خیال هردو عالم اگر خمخانه همخانه باشی
بخوان این کلمه طیب بمعنیٰ به تیغ همت مردانه باشی
اگر خواهی تو فتح الدین دوعالم خیال این و آن بیگانه باشی

## غزل ۳۳

درین عالم که میدیدم سراسر سر سبحانی
بقایش او بجا دیدم دگر چیزی همه فانی
میان مکتب رندان سبق خواندم معنیٰ
در آن دیدار خود دیدم چراغ نور عرفانی

صفات صورت مرشد کہ بندم نقش بر دلہا
شدم حیران کہ در چشمش رموز راز پنہانی
درون خویشتن دیدم عیانی غیب پنہانرا
شدم در لذت معنیٰ بہ از تخت سلیمانی
محمد دیده ام خود را میان کلمۂ وحدت
شناسم نقطہ معنیٰ کہ رسمہ جملہ جسمانی
نشان بی نشانی را اشارت بی نشان دیدم
رسیدم ناگہان بے شک بر آن معراج سبحانی
بیابان سیر می کردم چراغ نور با احمد
شدم بیخود درین معنیٰ کہ فتح الدین همیدانی

## غزل ۳۴

| | |
|---|---|
| بصورت دیده ام بحری صفائی | ندارم طاقت وقت جدائی |
| خرابی خانہ ام آباد سازد | کہ رویش پرتوی ازخود نمائی |
| شدم بیگانہ از بیگانگان را | کہ عینم دید رتبہ آشنائی |
| فنا از خویشتن دیدم بقا را | چو گنج سلطنت در بینوائی |
| نخواهم مرهمی دهر از طبیبان | کہ آن درد دلم دلبر نمائی |
| مکن بیرون خیال الفت یار | کہ مرگ تلخ آید از جدائی |

شده روشن دوعالم فتح دین را
بہ تیغ همت مشکل کشائی



# باب اٺـــون

## فقير قطب علي شاه صاحب (قطب)

صوفي چائين ، سڌ ڪرين، صوفي اهڙي نہ صلاح
ڪـاتي رک ڪلاهہ آڇلي وجهـ اڳـ ۾
(شاهہ ڀٽائي)

فقير قطب علي شاهہ صاحب جي ولادت، ٢١ رمضان سنہ ١٢٢٩ھ ۾ ٿي. سندن ننڍي هوندي جي رهڻي ڪهڻي حيرت ۾ وجهندڙ آهي. جڏهن پنجن ورهن جي ڄمار جا هئا، تڏهن هڪڙي ڏينهن هڪڙي ڪاٺيءَ ۾ جٺيءَ جو پادر وجهي مٿي ڪنيائون، تہ سندن والده کين چيو تہ ”تنهنجو والد سائين ويٺو آهي، سندن حاضريءَ ۾ پادر کڻڻ بي فضيلتي آهي“. چون ٿا تہ اِهي لفظ فقير صاحب جي دل ۾ اهڙا چڀي ويا، جو انهيءَ ويل کان وٺي پنهنجي والد سائين کي ڪڏهن بہ پٺي ڏيئي نہ لنگهيا ۽ انجي سامهون ڪڏهن بہ ڪنڌ مٿي ڪري نہ ويٺا.

تيرهن ورهين جي عمر ۾ پنهنجي سوٽ سيد غلام مرتضيٰ شاهہ ۽ ٻن فقيرن غازي ڪليري ۽ پاندوڪليري سان گڏجي ميت کڻڻ ڏانهن ويا، جتي ڪن مريدن وٽ وڃي رهيا. هڪڙي ڏينهن هٿ منهن ڌوئندي، سندن هٿ مڇڻ کي لڳي ويو. اهو ڏسي تہ مون کي مڇون اچي ويون آهن، پاڻ کي چوڻ لڳا تہ ”تنهنجو والد اچا انهيءَ اوستا جو ٿيو ئي ڪو نہ هو تہ وڃي پنهنجي مولا جي عبادت ۾ مشغول ٿيو هو. تو کي حيف آهي جو هيتري عمر مفت وڃائي اٿئي“. اهو خيال اينديئي، ڪپڙا لاهي غريبن کي ڏيئي ڇڏيائون، اجرڪ ڦاڙي ٻہ اڌ ڪري، هڪ اڌ گوڏ ٻڌائون، ٻيو اڌ ڪلهي تي رکي، گنجي ٽڪر ڏانهن روانا ٿيا ۽ نانگي جي چُر ۾ وڃي رب سان رهاڻ ۾ مشغول ٿيا.

”شاهي ڇوڙ گدائي چائي، عشق دي لذت جنهن نون آئي“
(روشن)

غازي ۽ ٻاندو ڪليري فقيرن سندن ساٿ نہ ڇڏيو. باقي سندن سوٽ غلام مرتضيٰ شاه ڳوٺ موٽي ويو ۽ سندن والد کي وڃي ٻڌائين تہ " ادو قطب شاه ڇربو ٽي پيو آهي". والد صاحب چيو تہ "ابا، هن بہ پيءُ ڏاڏي واري ڪارڪئي آهي". ڏهو ڪري واپس والد وٽ آيا، جنهن کين چيو تہ "ابا شاباش هجيو، جو مالڪن جي ماڳ آيا آهيو. هاڻي هٿ رب جي ريجهہ ۽ رهاڻ ڪريو". والد جي حڪم موجب ٽن ڏينهن لاءِ ڳوٺ جي ڏکڻ طرف، پير جي وڻ تي پيهو جوڙي وڃي جوڳ ڪمائڻ ويٺا. تنهن کان پوءِ رالڀي جي پر ۾ جبل تي وڃي عبادت ۽ رياضت ۾ مشغول ٿيا.

**شادي:** شاهصاحب کي جبل تي رهندي، مهينو کن مس ٿيو هو تہ کين والد وٽان واپس اچڻ لاءِ قاصد اچي رسيو، جنهن ڪري کين جلد موٽڻو پيو. ان وقت هنن جو خيال خاوند جي ذوق شوق ۾ هو. والد جي حڪم اڳيان گردن جهڪائي، لائون لهي، وري بہ راڻي جي ريجهائڻ واسطي ساڳئي جبل ۾ آيا.

سال گذري ويا هئا، جو وس اصل ڪانہ ٿي هئي. ماڻهو برسات جي بوند لاءِ سڪيا ٿي. ماڻهو خواه سندن مال ڏاڍو ڏکيو ٿيو هو. جبل تي رهندڙن شاه صاحب کي اتي ويٺل ڏٺو. هنن خيال ڪيو تہ هھڙو ڳڀرو جوان، نوجوانيءَ جون لذتون ڇڏي ۽ ٽڪا ٽوڙي، جبل پٿرن تي آسڻ اڏي ويٺو آهي، من ان جو عرض آڳي وٽ اجابت ۾ اچي! اهو خيال دل ۾ ڪري، سندن اڳيان آيا ۽ کين عرض ڪيائون. شاه صاحب سندن عرض ڌيرج سان ٻڌو ۽ کين دلجاءِ ڏيئي ٻڌائون تہ "ابا! سڀ سندس هٿ وس آهي. برسات بہ سندس تہ مال ۽ اسان ماڻهو بہ سندس! مالڪ مهربان ٿيندو تہ سڪ ترڙ مان ٻڏ ترڙ ٿي پوندي."

"تو جن جي تات، تن پڻ آهہ تنهنجي." (شاه ڀٽائي)

ٿيو بہ ائين! بادل برسيا، رم جهم ۽ بوند بهار ٿي. رنگيءَ جا اهڙا رنگ، جو کهٽيءَ وس جي ڪري آدمي پيوس ۽ ڪک ٿي پيا.

شاديءَ جي ڳهٽ ۾ گهڙڻ بعد شاه صاحب پاڻ کي سوڙهو گهٽيل سمجهڻ لڳا. ور ور واحد در وينتيون ڪرڻ لڳا تہ " اي ڌڻي! جي پنهنجو ڪرين تہ انهيءَ ڳٽ کان جند ڇڏاءِ!" سندن عرض اگهاڻو، جنهنڪري شاديءَ جو ڳٽ ڇنو. جلدئي والد صاحب جي نياپي اچڻ ڪري جبل کان واپس وطن وريا.

مالڪ جي رضامندي جو پورو ثبوت مليو. سائن لائون لڏل پانهن تمام نازڪ حالت کي پهچي چڪي هئي، جا ٿوري ئي وقت بعد راه رباني وٺي رمندي رهي.

گهڻو جبل جهاڳڻ بعد وري واپس اچڻ تي والد صاحب وري حڪم ڪين ته ”ابا! جيئن تون اسان مان لعل پيدا ٿيو آهين. تئن تومان وري پيا لعل پيدا ٿيڻا آهن، تنهن ڪري شادي ڪر“. سندن حڪم موجب اٽڪل چاليهن ورهين جي عمر ۾ پي شادي ڪيائون، جنهن مان کين ۷ فرزند ٿيا، مگر پنج ننڍي ئي فوت ٿيا يا لاولد ٿيا. باقي ٻه، تن مان هڪڙو ميان روشن علي شاه ۽ ٻيو ثابت علي شاه، اولاد وارا ٿيا.

جلدئي سندن والد خاڪي جامو ڇڏيو ۽ وري سگهوئي سندن اهليه محترمه برقعو مٽايو. وري ٽيهر ٻه عزيزن سندن شادي ڪرائي، جنهن مان ٻڻ هڪڙو فرزند شمس الدين شاهه پيدا ٿيو.

پليان پليو نه رهي، نرتئون نيهن نبار
گهڙانّ گهوريو جندڙو، آٿل مون اهار
جنهين من ميهار، هلڻ تنهين حق ٿيو. (شاه پٽائي)

## ڏونگر ڏورڻ

سائين قطب علي شاه مرحوم ڏونگر ڏوريندي، ”دروات جبل“ تي پنهنجو ديرو دمايو. درواٽ ۾ دونهان دکائي وري واڳ واربائون ملڪ سردار خان جي ٽاڻي ڏي. اتان وري سترهن فقيرن* جي معيت ۾ لاهوت روانا ٿيا. اهو ساٿ ڪو سياڳو هو، جنهن کي شاه صاحب جهڙو سرواڻ مليو. جنهن پاڻ فرمايو اٿن:-

”ساٿ سنياهي سترهن جو، منڙ هليا سردار
لک هر هڪ پنهنجي، پرلوچ هڪئي پار
قطب جن ڏنار، سي ڪيئن نه هلن ڪيچ ڏي!“

اتي ڏهو ڪيدي، ڏونري گر جبل تي پاول پري جي تربت تي ڪجهه وقت گذاريائون. پلاٽيندا هليا، پڙ ڪان پير مور پري نه ڪيائون.

---

* اهي سترهن فقير هي هئا: (١) لبي بخش رند (٢) غازي ڪليري (٣) خدابخش رند (٤) پـاندو ڪليري (٥) پيارو ڪابري (٦) امام بخش ڪليري (٧) رپو حجام (٨) ملن شورو (٩) باقر شورو (١٠) مريد علي شاه (١١) الله اوبايو (١٢) چندو مل (١٣) لال مل (١٤) آلو مل (١٥) اپي چند (٦١) جهنيو مير جت ۽ (١٧) ميهار مهرجت.

جڏھن ڪنبو ڪ جبل تان ڦري موڪ جبل ۾ وڃي رھيا، تڏھن وڏيرو شھميرخان حملائي وٽن آيو. وينتي ڪيائين تہ ”سائين! ڪمشنر صاحب مون سان اچي مليو آھي، اوھان دعا ڪريو تہ مشڪل آسان ٿئي“. فقير صاحب چيو ”ابا جيڪڏھن ھن ڏونھي تي اچي ڳوٺ پڌندا تہ موڪ جبل جا مختار بہ ٿيندا ۽ انعام بہ حاصل ڪندا“. اھو حڪم پڌي شھمير خان پنھنجي ڳوٺ جا ماڻھو لڏائي اتي آڻي رھايا، جنھن ڪري ھاڻي موڪ جو ٽانڊو ٿا چون. ٿوري وقت بعد ڪمشنر صاحب گشت ڪندي، آتان اچي لانگھائو ٿيو. فقير صاحب، وڏيري کي صلاح ڏني تہ ”ابا ھاڻي ڳوٺ پجھي ويو آھي، اوھان بہ ڪمشنر صاحب جو سلام ڪري اچو.“

ڪمشنر صاحب جي ڪاوڙ تہ ڪافور ٿي ويئي، اُلٽو جيڪي سو وڏيري کي شھرپڌائڻ لاءِ لونگي بہ ڏنائين ۽ ڪيس اُئي جبل جو ڪاردار بہ ڪيائين.

ان ڪان پوءِ ڪُڇي جو لڪ لنگھي مھيري ۽ جي لاھوت ۾ ڪجھ وقت ڪاٽيائون. آتي اندر جي ايتري آتل ٿيڻ، جو مستي ۽ وجد ۾ اچي بي ساختہ چيائون:

”لڳي لاھوتين ڪي لاڳ، من ۾ مچ مچائن ٿا
من ۾ مچ مچائن ٿا، حق جو پنڌ پڇائن ٿا

١- ناپ ڪنول ڪان نام اُٿائن ڪنٺ ڪنول ۾ واٺي ٺاھن
ڪري سخن مرشد جو ساڻ، سر ۾ سرت پچائن ٿا.

٢- تن تنوار عشاقن چاڙھيو، ھڏ چم تنھن ۾ پارڻ پاريو
چاڙھي رڳڻ دين درياہ(١)، آن ۾ پاڻ رچائن ٿا.
دونھان دل ۾ درس دڪا بون ڪايا ڪانيون ڪري جلايئون
تين الڪ اندر اثبات، باھر بالڪ نہ چائن ٿا.

٣- قطب ڪوڙ دنياجي بازي، تارڪ ٿيندا ڪي ڪي غازي
ڪري ترڪ طمع ڪي تمام، اندر نام آچائن ٿا“(٢)

من ۾ مچ مچائڻ، حق جو پنڌ پڇائڻ، ناپ ڪنول ڪان نام اٿائڻ، ڪنٺ ڪنول ۾ واٺي ٺاھڻ، تن جو تنوُر چاڙھڻ، ھڏ چم جو پارڻ پارڻ، ڪھڙا نہ بي

(١) لعلن جو والد سيد تاج الدين شاھ جن جو مشھور لقب ’دين درياہ‘ بہ ھو. ھن مصرع ۾ پنھنجي مرشد جي والد ڏانھن اشارو ڪيو اٿن.
(٢) ھيءَ سنڌي ڪافي ”راڳ ماڄ“ ۾ بہ ڳائي سگھجي ٿي.

ٻيا ۽ اڻ موليا نڪتا آهن! اهڙا اعليٰ ۽ اتم شبد سواءِ ڪنهن عاشق صادق، يا پرينءَ جي پار ڏانهن پرندڙ پريمي پانڌيڙوءَ جي، ٻئي جا هرگز نه ٽا ٽي سگهن. جيڪي جيڪي حالتون ۽ حقيقتون شاهصاحب پنهنجي ڪلام ۾ ظاهر ڪيون آهن، سي يقينا سندس طيءُ ڪيل منزلن ۽ مرحلن جو نتيجو آهن.

وري آتان ڪوچ ڪري، آسڻ اکيڙي، ڪاري لڪ ۾ رات رهي، گبر جو لڪ لنگهي، سوڙه ۽ همليڪ جبلن جي وچ ۾ اچي مڪان بنايائون، تڏهن سندن ڪن تي، پرسان واري چٽن جي ڳوٺڙي مان روئڻ جو پڙلاءُ پيو. پڇا ڪيائون ته "هي روج راڙو ڇا جو آهي؟" نبي بخش فقير رند اڳتي وڌي ڏٺو ته چار ماڻهو اگهاڙيون تلوارون هٿن ۾ ڪنيو، ساندارا ڪلهن ۾ وجهيو، حب نديءَ تان پاڻي پرڻٽا وڃن. هن ڪانئن پڇيو ته "هي روئڻ ڇا جو آهي؟" هنن جواب ۾ چيس ته "هڪڙي مست اَٽ ماڻهو ماري وڌو آهي، جنهن جا مائٽ روئي رهيا آهن. بهتر آهي ته اوهين به هن جهنگ جي بجاءِ سيني فقيرن سميت هلي ڳوٺ ۾ رهو."

هن سمورو احوال اچي شاه صاحب سان ڪيو. احوال ٻڌي شاه صاحب وراڻيو ته "بابا! اَٽ به الله جو، اسين به الله جا. موليٰ جي جيڪا مرضي". اڃان فقير صاحب اهي لفظ مس چيا ته وري به ڳوٺ مان ڪي ماڻهو ڊوڙندا آيا، جن اچي خبر ڪئي ته "اهو مست اَٽ پيا به ٻه ماڻهو ڳوٺ جا ڦٽي ويو آهي، چڱو ائين ٿيندو ته هو به هلي ڳوٺ ۾ هيڪاندا ٿين." شاه صاحب وري به وراڻيو ته "بابا، جيڪا موليٰ جي مرضي!"

آنهيءَ رات فقيرن ڊڄي وٺي دانهون ڪيون ته "اَٽ ٿو اچي!". تڏهن شاه صاحب کين چيو ته "ابا، ماٺ ڪري وهو." اَٽ به گوڙيون ڪندو اچي ويهارو قدمن تي گوڏا ڪوڙي ويهي رهيو ۽ پهر ڪن ويهي هليو ويو. آڌيءَ رات جو نبي بخش فقير ڪي جاڳ ٿي. جان ڪٿي ڏسي ته مار! اَٽ شاه صاحب جي مٿان بيٺو آهي. اهو حال ڏسي فقير دانهون ڪرڻ لڳو. شاه صاحب ان وقت مراقبي ۾ هو، جنهن "هون هون" جو آواز ڪيو ته اَٽ پنهنجو رستو وٺي موٽي ويو.

آتان صبوح جو ڪوچ ڪري لاهوت لامڪان ڏانهن وڌيا. اتي رات رهي وري شاه بلاول جي درگاه تي آيا. اتان شاه جن جي ڪٽ ڪان ٿيندا، سيني فقيرن سميت ڳوٺ آيا. مگر جنهن جبل جهاڳي ڏٺا، تنهن ڪي شهرن ۾ آرام ڪٿي اچي!

جنهن لاءِ شاه صاحب پنهنجي گهوٽ واه جو فرمايو آهي:

”هٿي ويٺا رون، ڏکي ڏونگر پاڙ ۾

ڪنهن کي ڪين چون، منجهن جو پريتڙو“.

شاه صاحب وري جبل ڏانهن رخ رکيو. مگر هن پيري بالڪل اڪيلا هئا ۽ ڀيو ڪو به رفيق سفر ڪون هون. توتر جبل ۾ قاسمائي ٽوڙي ۾ ڪجهه وقت رهي، وڏي قاسمائي ٽوڙي تي اچي ديرو ڪيائون.

ننڍڙو نينگر ”مراد مير جت“ ٻڪريون چاريندو هو. جبل تي هاٿي پيڻ ويندو هو. گهڻو ڪري اڪيلو ماٺهو راڳ جي آلاپ سان پنهنجي دل وندرائيندو رهندو آهي. هيءُ ننڍڙو نينگر مراد به پنهنجي منهن ڪانءِ ڪا ڪافي يا ڏوهيڙو مٺي ۽ مڌر سر سان آلاپيندو هو، جنهن مان سندس مقصد فقط پنهنجي دل کي خوش ڪرڻ هوندو هو. هڪ دفعي هو به تار تنواري رهيو هو، ته سندس آواز جو پڙلاءُ شاه صاحب جي ڪن تي پيو، جنهن نينگر کي سڏي چيو ته ”ابا، هيڏانهن اچ“ جڏهن هو سامهون آيو، تڏهن ڪانئس پڇيائون ته ”ابا! ڪافيون چائندو آهين“؟ نينگر جواب ڏنو ته ”هائو سائين“. شاه صاحب چيس ته ”ابا، ڪجهه ٻڌاءِ“. نينگر جواب ڏنو ته ”سائين جن جو حڪم ته اول، پر جي آءٌ هڪ هنڌ ويهي رهندس، ته منهنجون ٻڪريون ٻگهڙ کائي ويندا. ٻه چار دفعا آڳ به ائين ٿيو آهي.“ شاه صاحب چيس ته، ”ابا، ڪلام تي ڪلام چوندو رهه، پوءِ مولىٰ جي حڪم سان ٻگهڙ سندن نالوئي ڪو نه وٺندو“. چوڪر چيو ته ”حاضر سائين“.

نينگر ايترو چوڻ بعد اچي چارڻ واري چنگ کي چوريو ۽ وندر ۽ ورونهن جو واءُ شروع ڪيو. ڳائڻ ۾ ايترو ته محو ۽ مشغول تي ويو، جو خبر ئي ڪانه پيس ته سج لهي ويو. آن وقت ٻڪين پر تيڙيا، تڏهن نينگر به ڪر موڙيا. اچا جو ڪٽي نهاري ته ٻڪري هڪڙي به ڪانه ٿهي! اهو حال ڏسي ساهه ئي سڪي ويس. وٺي گهر ڏانهن پڳو. اچا ڪٽي نهاري ته واڙ ۾ سڀ ٻڪريون باسلامت موجود آهن ۽ سڀ مـڙي سڙي اچي واڙ پر پيڙيون ٿيون آهن. اهو حال ڏسي سندس حيرت جي حد ئي ڪانه رهي.

آڏو چوڪر روز ٻڪريون جبل تي چرڻ لاءِ ڇڏيون ڪري، شاه صاحب جي اچي ڪلام چوندو هو. سج لٿي گهر ڏسندو هو ته ٻڪريون سڀ سلامت بيٺيون آهن.

”ڀِڄن جي ميهار کي، ڀڄي سي ميهارَ.“ (شاه ڀٽائي)

ٿورن ڏينهن بعد اتان به شاه صاحب جن سير تي نڪتا. گهمندي ڦرندي احمد خان جي ٽانئي پرسان هڪ کُهيءَ وٽ اچي پهتا. کين ڏاڍي اُڃ لڳي هئي، سو کهيءَ ۾ لهي پياس ٿي ٻجهايائون. ڳوٺ جون زالون آتان پاڻي ڀريندڀون هيون. آهي دلا ڪڍي پاڻي ڀرڻ آيون. مگر جان ڪڍي ڏسن ته اندر کهيءَ ۾ ماڻهو ويٺو آهي. اِهو ڏسي پاڻ ۾ سُس پُس ڪري چوڻ لڳيون ته ”ڪو چريو هيٺ لٿو آهي.“ زال ذات ڊڄڻي ته اڳيئي آهي. پاڻي ڀرڻ مناسب نه سمجهي، سڀ ڀون پنهنجي گهرن ۾ آيون ۽ اچي پنهنجي مردن کي چيائون ته ”اسان کان اڄ کوه تان پاڻي ڀرڻ مشڪل ٿي سگهندو، ڇاڪاڻ ته هڪ ديوانو، جنهن کي لٽين ليڙ نه آهي، ڇيلهه ۾ فقط ڪٽي ڏڪري اٿس، سو کوه ۾ ويٺو آهي.“

زالن جون ڳالهيون ٻڌي، ڳوٺ جا هندو خواه مسلمان هٿن ۾ لٺيون کڻي جوش سان کهيءَ تي آيا. شاه صاحب کي کهيءَ جي اندر ماٺ ۾ ويٺا ڏسي کين اتان ڪڍي ٻاهر آندائون، جتان کين ڳوٺ ۾ وٺي آيا. شاه صاحب جوايترو صبر ڏسي هڪڙي واڻئي پائي چندن مل جي دل تي ڏاڍو اثر ٿيو. هن کين پاڻ وٽ آڻي، هڪ ڪوٺيءَ ۾ رهايو. رات جو اوچتوئي ان هندوءَ کي جاڳ ٿي. اچان ڪڍي ڏسي ته سڄي ڪوٺيءَ ۾ سوجهرو لڳو پيو آهي! کيس ويساهه ٿي نه پيو اچي ته ڪو جاڳان ٿو. سندس خيال هو ته آءٌ سمهي ۾ آهيان. حقيقت حال معلوم ڪرڻ لاءِ آزمائش وٺڻ لڳو. اکيون زور سان مهٽي هيڏانهن هوڏانهن وري وري واجهائڻ ۽ آزمودو وٺڻ لڳو. هو خيال ڪري رهيو هو ته شايد ڪوٺيءَ ۾ ڏيو ٻري رهيو آهي. جان ڪڍي چائنٺ جي اندر سر ڏري ته نه کيس ڏيو نظر اچي ۽ نه وري ڪو سوجهرو ٿي سامهون ٿيس! ٻاهر نڪري اچي ته اهوئي سوجهرو! آخر جڏهن گهڻائي ڦيرا اندر ٻاهر اچڻ ڪري، کيس ساڳيوئي نظارو نظر آيو، تڏهن يقين ٿيس ته سوجهرو انهيءَ مرد مولي مان لاٿون ڪيو ٿو نڪري!

اهو لقاءُ ڏسندي چندن مل، شاه صاحب جي پيرن تي ڪري پيو ۽ کين ٻاڏائڻ لڳو ته ”مون کي اولاد ڪونهي، ڌڻيءَ در ڪا وينتي ڪريو ته مون کي پٽ ڄمي“. شاه صاحب جن دعا الله وٽ اگهائي. چندن مل کي پنج پٽ ٿيا، جن جا نالا به شاه صاحب کيس ٻڌائي ڇڏيا.

## مجاز جي مهميز

چندن مل کان موڪلائي، حيدرآباد ڏانهن اچڻ لاءِ، شاه صاحب منزلون ڪندو اچي بادن جي ڳوٺ ۾ پهتو. درياه شاه جو ڪپ، وري ان تي پڳڻ ۽ ناچن جا سريلا ۽ مڌر آواز! هڪ خوش آواز ڳائيندڙ ۽ پٺي طرف وري ڏکڙ بين ۽ سارنگيءَ جي انهن سان لاڳ! بس سون تي سهاڳي جو ڪم هو! اوچتو شاه صاحب جي ڪن تي آواز پيو:

”نہ مون سڌ سماءُ، اچي عشق اٿاريم اوچتو.“

شاه صاحب پڌڻ سان بي خود ٿي، پريشان بلبل وانگر گل جو واس وٺڻ خاطر ان جاءِ ڪي چمن سمجهي بي ساخته ڇڪجي آيو. جيتو پيڪٽ ۾ ڳائيندو ۽ نچندو، جڏهن شاه صاحب جي آڏو اچي لنگهيو، تڏهن چوڻ لڳو:-

”اکڙين آرو، مونهان پڇي نہ ڪيو
آتي وڃي اڙيون، جت چوڻ نا چارو
هينڙو ويچارو، واتون جهليو وجهلي.“ (شاه پٽائي)

اهو پڌي شاه صاحب جي دل ۾ آتل ڪاڏي ۽ هيءُ ڪلام چيائون:

”هندو زوراور زوري ڪيئون، لٽوٽيي هي دل موري.“

اجا شاه صاحب جي واتان اِهي لفظ نڪتا تہ جيٺي جي بدن ڪي باه وچڙي ويئي، جنهنڪري هن پنهنجا ڪپڙا لاهي ڦٽا ڪيا ۽ ”باه باه“ ڪندو، فقير صاحب جي پٺيان لڳو. انهيءَ ڪري سڄيءَ خلق ۾ شور مچي ويو. عوام تہ فقير صاحب کي سچاتوئي ڪين، جيڪاڻ تہ سچاڻڻ لاءِ گهرجن حقيقي اکيون، جن سان اکين وارن کي ڏسجي ۽ ڪين پهچائجي. هڪ قسم جو هنگامو مچي ويو. آخر انهيءَ گوڙ کي راڇڙن جي ويٺل هڪ گيانومل هندو بند ڪرايو ۽ ماڻهن کي سمجهائي ماٺ ڪرائي.

جيٺي، شاه صاحب جي پٺ بالڪل ڪانہ ڇڏي. هن کي پنهنجي هويان ايندو ڏسي، شاه صاحب مٿس هٿ رکيو. مٿس ايچند جو نالو رکي، کيس ڪوٽڙيءَ ۾ ترسايائون ۽ پوءِ وري گدوبندر ۾ منگهرمل اوڏ وٽ کيس رهائي پاڻ پنهنجي ڳوٺ والد ۽ مرشد جي خدمت ۾ آيا.

اها مجاز جي مهميز ڪنوڻ وانگر پنهنجو چٽڪو ڏيکاري، راه سنواري غائب

تي ويٺي ۽ وري سندن زندگيءَ ۾ ڪڏهن به ظاهر ڪا نه ٿي. هڪ دفعي ڪنهن شخص شاه صاحب کان پڇيو ته ”قبلا ! اوهان تي به مجاز ڪڏهن حملو ڪيو؟“ جواب ڏنائون ته ”ابا، مرشد سائين ساري حياتي بنده کي حقيقي عشق ۾ رکيو. رڳي آها هڪڙي ئي گهڙي هئي، جنهن ۾ مجازي عشق مون ۾ واسو ڪيو، مگر اهو به آخر ڦري حقيقي ٿي پيو“.

جبل جهاڳيندي، هڪ دفعي سائين مان ڪنهن هڪڙي ڪين چيو ته ”هيءَ ڪُٺي جي ڪن جهڙي جتي پاتي اٿو، اها ته موڙهي جبل ۾ ئي ڦاٽي پوندي، پوءِ ڇا ڪندا؟“ اهو ٻڌي جتي لاهي ڦٽي ڪيائون ۽ جبلن ۾ وري بنهه جتي نه پاتائون. انهيءَ ڪري سندن پيرن مان هميشه رت پيو وهندو هو:

ڪندا مون پيرن ۾، توڙي لڪ لڳن
آگر آگوٺي نه مڙي، چڀون پير چڻن
ويندي ڏانهن پرين، جتي جات نه پائيان“ (شاه ڀٽائي)

جبلن ۾ هلندي هلندي پاڻ کي هن ريت هدايت ڪندا رهندا هئا:

جبل جهاڳيندو رت الا، مان پاروڇي کي پاڄهه پوي
آڏا ڏونگر، لڪيون، سائين ڏيندو ست الا
وندر جي به وٽن ۾، پاڻ رکندو پت الا
چرخو پڇي ڪر ٽڪريون، ڪانڌ بنا نا ڪت الا
قطب پير پنهونءَ جو، نئي نهارج نت الا. (۱)

عارفن ۽ عاشقن ڪي ته فقط ”پاڻ سڃاڻڻ سان مطلب هوندو آهي، چاڪاڻ ته ”ڪه اين ڪيميائي هستي، قارون ڪند گدا را.“ (حافظ شيرازي) باقي پٿر واري پارس کي ته الله وارا بيڪار پٿر کان وڌيڪ ڪابه وقعت ڪا نه ٿا ڏين.

هڪڙي دفعي فقير صاحب جبل تي ڪنهن پير جي مٿان ويٺي هٿ منهن ڌوتو. پاڻي پوڻ ڪري ان سوراخ مان هڪڙو وڇون نڪري آيو. فقيرن مان هڪڙي ان وڇونءَ تي لوٽو رکيو، ته هو ڦسي پيو ۽ مري ويو. ان مان هڪڙو ننڍڙو سهڻو پٿر نڪتو. فقير اهو پٿر ڌوئي شاه صاحب کي ڏنو، جنهن وري اهو ابيچند کي ڏيئي ڇڏيو ۽ ان کي چيائين ته ”ابا، هيءَ وٽي پاڻ وٽ رکي

(۱) هيءَ سنڌي ڪافي راڳ ڪوهياري يا آسا ۾ ڳائي سگهجي ٿي.

چڙهيو، ڏاڍو سهڻو ٿو نظر اچي". ابيچند آهو ونئي ڪڏهي پنهنجي ڪيسي ۾ وڌو، سندس ڪيسي ۾ ٻه پايون پيل هيون، جني پٿر جي لڳڻ سان سون ٿي ويون. جڏهن هن پايون ڪڍيون ته جان ڪٿي ڏسي ته سندن رنگ ئي اور! نهايت حيران ٿيو. ڪانئس رهيو نه ٿيو، سو شاه صاحب وٽ پايون پيش ڪري سچي حقيقت عرض ڪيائين ۽ چيائين ته "سائين! ڏسو صاحب جا رنگ، جو پٿر جي صحبت ۾ ٽامون به سون ٿي پيو آهي." اها حقيقت ٻڌي شاه صاحب خواه پين ڪي پڪ ٿي ته لاشڪ اهو پٿر پارس آهي. شاه صاحب ابيچند کي تاڪيد ڪيو ته "ابا، اهو پارس پاڻ وٽ هٿيڪو ڪري رکجو."

جڏهن ڪجهه وقت کان پوءِ پنهنجي ڳوٺ ٽنبدي جهانيان اچي رهيا هئا، تڏهن خيال ڪيائون ته لاشڪ هيءُ پارس آزمائش لاءِ اسان ڏانهن مرشد موڪليو آهي. تنهنڪري پاڻ کي تنبيهه ڪندي هيٺيون بيت چيائون:

"آڏي لعنت دنيا آتي، ساري دنيا داران." (شاهه باهو)

ان وقت ڪوٽڙيءَ وٽان درياه ۾ ٻيڙيءَ تي سوار هئا. اهي پور پچائيندي ابيچند کان پارس وٺي ڪڏهي وچ درياه ۾ ڦٽو ڪيائون. فقيرن وٽي هاءِ گهوڙا مچائي، شاه صاحب کين سمجهايو ته "بابا، اهو ڪوڙو ڌن آهي، جو ساڻ نه هلندو. اهڙو ڌن ڪٺو ڪريو، جيڪو ساڻ هلي ۽ فائدو رسائي".

جڏهن اچي پنهنجن پڪن پيڙا ٿيا، تڏهن فقيرن سندن والد صاحب وٽ دانهون ڪرڻ شروع ڪيون. فقيرن جو چوڻ هو ته، "شاه صاحب پارس پٿر آڇلائي اجايو نقصان ڪيو آهي." سندن والد صاحب کين گهرائي پڇا ڪرڻ جي خيال سان حال احوال ورتو. جڏهن پٿر جو ذڪر ڇڙيو، تڏهن والد صاحب کي چوڻ لڳا ته "سائين! جي سڀ چڏي ڪجهه آئيان ها، ته اوهين ڏمرجو ها. پر جي ڪجهه چڏي سڀ جو سودو ڪيو اٿم ته فقير ٿا ڏمرجن. مگر مون لاءِ هنن جو ڏمر سولو آهي، ٻڌي اوهان جو امر اورانگهڻ مون لاءِ ڏکيو ٿي پوي ها." شاه صاحب جي جواب تي سندن والد نهايت خوش ٿيو ۽ کين چيائين ته "ابا، تون لعل ٿيندين تو مان گهٽيئي رکبا".

گهڻو وقت گهر گهارڻ ڏکيو سمجهي، شاه صاحب جن وري لاهوت ڏانهن وريا، جتي تقريباً چاليهه ورهين جي عمر تائين گذاريائون. پڇاڙيءَ وارو وقت چاليهن ڪيندي گذريو.

”سوءِ سکڻ ڏينئي، وره وهايم هيکڙو
مونکي تنهن نيئي، پير ڏيکاريو پرين جو.“ (شاه پٺائي)

لاهوت ۾ رهڻ واري وقت شاه صاحب جي کاڌخوراڪ قدرتي هئي. پهاڙن تي مُنگهو ڦل ٿيندو آهي، اهو کائي وقت گذاريندا هئا. پر جڏهن آهو چاليهن ڏهاڙن وارو وقت پورو ڪندا هئا، تڏهن وري پهاڙ تان هيٺ هنگلاج ديويءَ جي آستان تي اچي رهندا هئا. هنگلاج تي رهندڙ جوڳين جو رواج هوندو هو، ته جيڪو به نئون فقير ايندو هو ۽ اتي اچي آسڻ لڳائڻ جي ڪوشش ڪندو هو، ان جي اڳ ۾ آزمايش وٺي پوءِ کيس پنهنجي ساڌ سنگت ۾ شرڪت جو حقدار سمجهندا هئا. آزمايش لاءِ نئين فقير کي هڪڙو ناريل ڏيندا هئا ۽ کيس اهو تلاءُ ۾ اڇلائڻ لاءِ چوندا هئا. جيڪڏهن ناريل پاڻيءَ ۾ تريو، ته پڪ سمجهي ته فقير واقعي محنت جو مالڪ آهي. پر جي ناريل ٻڏي ويو ته وسهڻ ۾ ايندو هو ته فقير فقط ڪن ڪٽ يا بيک ڌاري آهي ۽ سچو فقير نه آهي. شاه صاحب انهيءَ لنگهه مان لنگهيا، تڏهن وڃي جوڳين کيس پنهنجي سنگت جو ساٿي بنايو.

## خدمت

سچ چوندا آهن ته ”ڪر شيوا ته ملنئي ميوا“. چاڪاڻ ته ”هر ڪه خدمت ڪرد، او مخدوم شد“. شاه‌صاحب مرحوم کائين ڪري اڇڻ جهڙي سادي ڪم کي ڪيترو ئي وقت انجام ڏنو. ازانسواءِ ٻئي موقعي محل جي خدمت به نهايت ذوق و شوق سان ڪرڻ پنهنجي لاءِ فخر سمجهندا هئا. انهيءَ لاءِ سامي صاحب کهڙو نه موزون چيو آهي:

”سوئي شيوڪ چاڻ، جنهن کي سڪ سڄڻ جي
شيوا ۾ سنمک رهي، ڪڍي پنهنجو پاڻ
سامي ڏسي پاڻ، اندر ٻاهر سهرين.“

خدمت چاڪري ڪرڻ سان يعني عجز ۽ انڪساري سان ماڻهو دشمن جي دل به فتح ڪري سگهي ٿو ۽ کهڙو به پٿر دل ماڻهو موم دل ٿي پوندو. انسان ته بجاءِ خود، ليڪن ماڻهو خدمت جي طفيل پکي ۽ پسون به پنهنجي وس ڪري سگهي ٿو. شاه صاحب لاهوت وارن جوڳين کي پنهنجي خدمت ۽ شيوا سان ايڏو

ته خوش ڪيو، جــو هنن به سندن مهمانيون ۽ هزارها خاطرداريون ڪري، ڪين باقاعدي پنهنجو بنائي ڇڏيو.

## عشق جي آگ

صوفين سڳورن جو مقولو آهي: "العشق نار يحرق ماسوي الله" (عشق، باهه آهي، جو ذات الاهي ڪانسواءِ ٻئي سڀ ڪجهه ساڙي ٿو.)

شاه صاحب به جڏهن ته عشق الاهي جا پروانا هئا، پوءِ هو باهه کان ڪيئن ٿي بچي سگهيا! سخت سرديءَ جي وقت ۾ ماڻهون ٿڌي پاڻيءَ جون مٽان وجهندا هئا. ٿڌ مٿن ڪوبه اثر ڪونه ڪندي هئي. ڀلا عشق جي آگ ڪي ٿڌ ۽ ٿڌو پاڻي ڪٿي ٿو اجهائي سگهي؟ اهڙي وقت ۾ جوش ۽ جذبي وچان ڪلامن مٿان ڪلام چوندا ويندا هئا. شاه صاحب جو اهڙي وقت جو هڪڙو شعر نموني طور پيش ڪجي ٿو. ڪلام نهايت دلسوز ۽ پاڪيزه آهي. سندن ڪلام ئي سندن ولي هئڻ جو پورو پورو ثبوت آهي:

واه بـاه بـره دي ڀڙڪي، دل ڇيان جهڙ جهڙ جهڙ ڪـي
اندر هو هو، ٻاهر هو هـو، هـو هـو هرجا ڪـڙڪـي
دلبر دا دل ديـر اهوئـي، و يـڙ هـي آيـا وڙڪـي
محبت دا ويکو ميهه مچاکي، خام خيـال گيـا سـڙڪـي
قطب، تنهن گهر آتش آئـي، جنهن گهر آيـا چـڙ هـڪـي. *

اڪثر دنيوي ديدار کان دور ۽ نوراني نظاري لاءِ محو ۽ منتظر رهندا هئا. سينو ساهي هلڻ يا گردن ڪي ڪڙو ڪري، ڳالهه ڪي اوچو بنائڻ جي بالڪل برخلاف هوندا هئا. سچ سينو ساهڻ، سهاڳڻ ڪي سونهين به ڪونه ٿو.

## جبل جهاڳڻ مان فائدا

"دست از طلب نـدارم، تا کام من بر آيـد
يا تن رسد بجانان يا جان ز تـن بـر آيـد"

حضرت موسيٰ، حضرت عيسيٰ خــواه حضرت محمد صلعم جهڙن اولوالعزم پيغمبرن پڻ جبل جهاڳي فيض ۽ فائدو حاصل ڪيو ۽ هي اهيئي هستيون آهن، جن تي نمبروار تو رات، انجيل، ۽ قرآن جهڙا الهامي ڪتاب نازل ٿيا، جي اڄ ڪالهه ڪروڙها انسانن لاءِ مشعل راه آهن.

---

* هيءَ سرائڪي ڪافي راڳ ڪوهياريءَ ۾ ڳائي سگهجي ٿي.

انهيءَ مشاهده ماڻ لاءِ شاه صاحب ٻه چوٽ تي چڙهي، پنهنجي چمڪات کي چوٽين (ڪلام) جي صورت ۾ عوام کي پڻ ڏيکاريو آهي. جيئن فرمائي ٿو:

پڙهــج پروڙج پــاڻ، پــوٿــي پنڊ پرائــو
لنڪا، گنگا سر ۾ سامــي، سڀن مــاري تون مــاڻ
رام، ڪنئيا ويڙهي وسي ٿو، تنهن کي صحيح سڃاڻ
سيتا، لڇمڻ منڊئي دواري، چــولي تنهن کي چــاڻ
قطب، رام، رحيم انــدر ۾، پڻي پسڻ ۾ هــاڻ. *

شاه صاحب جو هيءُ ڪلام ته ڪيڏو نه ”دلڪش ۽ بي نظير“ آهــي! نهايت بي تعصبيءَ کان ڪم ورتو، پرين جي پار جي پانڌيڙن کي واهه جو پرپوڙ ڏنو اٿن! بالڪل سڌا ۽ سادا لفظ ڪم آيل آهن. نه انهن جي معنيٰ ۽ مفهوم کي معلوم ڪرڻ لاءِ ڪنهن ڪوش يا لغت جي ضرورت آهي، ۽ نه وري انهن کي سمجهڻ لاءِ ڪنهن ٻئي وٽ وڃڻ يا ٻئي کان سمجهڻ جي ڪا ضرورت ئي آهي. مرحوم جو ڪلام ئي اهڙو آهي، جيڪو ڪنهن وضاحت جو محتاج نه آهي.

## يار جي تار

جيئن هر عاشق، معشوق جي مشاهده ماڻ لاءِ ان طرف جي تار ۽ تانگهه رکندو آهي، تيئن شاه صاحب مرحوم به ان تار ۽ تانگهه کان آزاد نه آهي. جيئن فرمائي ٿــو:

برهه جي بيدار ڪيا، سي سامي ٿيا سڄاڳ
لڳين سرت صــاحــب سان، وڏا وريــن ڀاڳ
قطب، هردم سي سڄاڳ، جن سان نالو نام جو.

آدمي هت ڇو آيو آهي؟ ڪيئن ڇا ڪرڻو آهي؟ بس، عارفن وٽ ان جو جواب اهوئي آهي ته پانهو آيو آهي ياد الاهي لاءِ. زندگيءَ جو مقصد ئي آهي ته ڪو اهڙو وڪر وهائجي، جو اڳيان ڪم اچي. شاه صاحب انهيءَ لاءِ پانڌيڙن کي ڪهڙن نه سليس ۽ مؤثر لفظن ۾ مفيد مشوره ٿو ڏئي:

”جاڳ سمجهه هيءَ ساعت ڙي
نــت وڃــيئي وهــاميو رات ڙي.

---

* هيءَ ڪافي سر ڏناسري يا آسا ۾ ڳائي سگهجي ٿي.

۱. ساز سرت جـا سـڀ گــڏائين، دم دوستن کان ڌار نہ چائين(۱)،
تان اچيئي هٿ بــات ڙي

۲. جا تن هاديءَ جوت جا ڳائي، گڏ تهين سان سرت سمائي،
ٿي رهج اهائي رات ڙي

۳. چت ۾ چٽکي نــام نيارو، لنو لنو اندر تنهن جو نعرو،
ڪر تنهين جي تــات ڙي

۴. قطب، مهل اهائي آهي، مهر هاديءَ جي تان غم ناهي،
پاءِ درونـــي جهات ڙي

وري يار جي قرب ۽ مهرباني حاصل ٿيڻ جو ذڪر ڪندي فرمائي ٿو(۲):
ستگر ايسا پريم لگايا هي،

پــريــم لگتي اکيان ڪليان، هــر جا درسن پــايــا هــي.

۱. ستگر ايسي طاقي کولي، وسر گئي هي ہي سڀ ٻولي،
هر جا هُو هُو پايا هــي.

۲. ستگر ايسي ڪنجي ڦيري، وســر گئي هــي تيري ميري،
هڪو نام سمايــا هــي.

۳. ستگر ايسي ڪنجي لائي، نــام بنا گئي وســر سمائــي،
هر هند حق سهايا هي.

۴. قطب، لا ڪيتا چڪ سارا، بــاقي ره گيــا نــام نــيــارا،
اها ستگر رمز رلائي هي(۳).

## صوفي لا ڪوفي

”صوفي لا ڪوفي، ڪونہ پائينس ڪير
منجهان ئي منجهہ وڙهي، پڌر ناهيس پير
جني سانس وير، ٿئي تني جو واهرو.“ (شاه ڀٽائي.)

(۱) هيءَ سنڌي ڪافي راڳ آسا يا توڙيءَ ۾ ڳائي سگهجي ٿي.
(۲) هيءَ هنديءَ ۾ شبد راڳ سارنگ ۾ ڳائي سگهجي ٿو.
(۳) هن سڄي ڪافيءَ ۾ ۽ ڪن ٻين شعر ۾ اصل لفظ مرشد آهي، جنهن کي ڪي سادهو ستگر ڪري پڙهن ٿا.

اھو سچ آھي ته عاشقن ۽ عارفن جو مذھب ئي ھڪڙو آھي، جنھن جي عام کي ڪل ئي ڪانھي. جيئن رومي صاحب مثنويءَ ۾ فرمائي ٿو:

"عاشقان را مذھب و ملت جداست".

انھيءَ مصداق فقير قطب علي شاھ مرحوم به جڏھن پورا چاليھ سال جبل جھاڳيا، عبادتون ۽ رياضتون ڪيون ۽ ڪشالا ڪاٽي منزل مقصود کي پھتا، تڏھن پنھنجي والد بزرگوار جي حڪم کي سر چشم ڪري، پنھنجي ڳوٺ اچي رھائش اختيار ڪيائون.

جيئن شمع تي پروانا اچي گڏ ٿين، تيئن ھيڏانھن ھوڏانھن طالبن ۽ پانڌيڙن جي وٽس پيھ ٿيڻ شروع ٿي. ڪيترا مسلمان خواھ ھندو عاشق ۽ عارف شاھ صاحب وٽ اچڻ لڳا.

"ويٺي جني وٽ، ڏکندو ڏور ٿئي
تون تنين سين ڪٽ، اوڏا اڏي پکڙا." (شاھ ڀٽائي)

ان وقت ھندو صوفين مان سنت دلپتراء صاحب صوفيءَ جو گادي نشين ڀائي ڪيشورام، خواھ مانجھندن وارو درويش ڀائي گوبند داس صوفي، گاھ بي گاھ شاھ صاحب وٽ چار چشميءَ لاءِ، خواھ ان چشمهٔ فيض مان سيراب ٿيڻ لاءِ اچڻ وڃڻ لڳا.

ڀائي ڪيشورام جي وفات بعد سندس جانشين ڀائي ھريرام ۽ ڀائي آتمارام به اھڙي وات ونيو آيا. ازانسواءِ ڀائي دلپت راءِ صوفيءَ جو پوٽو ڀائي رگھومل خواھ ان جا ٻه صاحبزادا ھرھڪ ڪرمچند ۽ ٻالچند به شاھ صاحب کان مستفيض ٿيڻ لاءِ گھڻو ايندا ھئا ۽ نھايت قرب حاصل ڪيائون.

ڪي پيچ وارو درويش ڀائو غريب داس جڏھن به حيدرآباد ۾ ايندو ھو، تڏھن شاھ صاحب سان ضرور ملاقي ٿيڻ ايندو ھو. ساڌ ٻيلي واري ڀائي ڀائي ھر پرساد جو ڀاءُ منشي ڪرمچند سندن محبت ۾ آيو، جنھن کان پوءِ وري مسٽر جھامنداس مشتاق رام سندن سنگت ۾ آيو.

ھندو فقيرن جي گھڻي اچ ڪري ديوان دولت رام چيتمل وڪيل ھڪڙي ننڍي جاءِ شاھ صاحب جي جاءِ پرسان انھيءَ مراد سان نھرائي ته جيئن ھندن

کي رهڻ ۽ ماني وغيره ڪرڻ ۾ سهولت ٿئي. شاه صاحب جن ان جاءِ کي "ٽڪاڻو" ڪري چوندا هئا.

شاه صاحب کي هندن جي ڌرمي ڪتابن خصوصاً جپ صاحب، گيتا ۽ سکمني پڙهڻ جو گهڻو شوق هوندو هو، جن جي پڙهي ٻڌائڻ لاءِ پائي رتن مل گهڻو ڪري روزانو وٽن ايندو هو.

هڪ دفعي شاه صاحب کان پڇيائون ته "سائين، اوهين شيعا آهيو يا سني"؟ جواب ڏنائون ته "وچ جي مني"!

هندو سنتن جي محبت به شاه صاحب سان عشق جي درجي تي پهتل هئي، جنهن لاءِ ڪجهه مثال پيش ڪجن ٿا:

١- حيدرآباد واري سنت کيمچند وس ڄڻندي ڪڏهن به گهڙي گهاري نه وڏي هئي. انتقال وقت به سائنس کيس نازڪ حالت ۾ گهر ڪٽائي ويا هئا.

٢- ڏيوان تارا چند آسودومل ٽلٽيءَ وارو به شاه صاحب جن جو صحبتي هو. پينشن وٺڻ بعد "اڪسير هدايت" ۽ "ڪيميائي سعادت" جو اڀياس ڪري، هندي "پارس ڀاڳ" جو سنڌي ترجمو عام ماڻهن جي فائدي لاءِ ڇپايو.

٣- درويش ڊاڪٽر روچلداس روهڙيءَ وارو، ميڊيڪل اسڪول حيدرآباد ۾ طالب علميءَ واري وقت کان وٽن فيض ياب ٿيندو رهيو.

٤- مولف جو والدصاحب، درويش مسٽر جيوترام مٽائي ڏارو شاه وارو، نوودياليه هاءِ اسڪول حيدرآباد ۾ طالب علمي واري وقت کان وٽن سندن خدمت ۾ رهندي فيض حاصل ڪندو رهيو. پڇاڙيءَ جي دم ٢١ آگسٽ ١٩٦١ع يعني ٧٦ ورهين جي عمرتائين سندن روضه شريف وٽ پنهنجي عيال سميت 'ٽڪاڻي' ۾ رهندو آيو ۽ چاڪري ڏيندو رهيو. فقير صاحب ان بنسبت هيٺيون بيت فرمايو آهي:

"سدا هجين جئرو، جئين جيتا رام
وڏي هجيئي حياتي، سدا هجين سان نام
پيهي ڏس منجهه پاڻ، ته اندر ۾ اثبات ٿيئي."

## روهڙيءَ ۾ آمد

شاه صاحب اڪثر ڪري پنهنجي جاءِ کان ٻاهر نڪرڻ پسند نہ ڪندا هئا. مگر هڪڙي ڀيري روهڙيءَ جي ٻن سچن ارادتمند هندن، ڊاڪٽر روچلداس ۽ ڊاڪٽر گهنشام داس جي گهڻي ستائڻ بعد روهـڙيءَ ويا. سندن صحبت ۾ مسٽر جهامنداس ۽ ٻيا ڪيترائي هندو خواه مسلمان فقير پڻ هئا.

روهڙيءَ جو شهر تہ اڳيئي صوفين جو مرڪز هو، جنهن جي پاڪ زمين ۾ ڪيترائي خدا جا نيڪ بنده ابدي آرام ۾ هئا. انهيءَ شهر جي ماڻهن هن زنده صوفيءَ جو واه جو قدر ڪيو. ڊاڪٽر روچلداس جو وڏو ڀاءُ ديوان ميٺارام، خواه سندس ننڍو ڀاءُ ديوان تاراچند، شاه صاحب جي اچڻ کان ڏاڍو خـوش ٿيا. هنن شاه صاحب خواه سائين جي واه جا خدمت ڪئي.

روهڙيءَ ۾ هڪڙي رات مشهور صوفي بزرگ "بيدل" جي درگاه تي وچي گذاريائون. ان وقت ان درگاه تي ڀائي ڪشنداس صوفي رهندو هو. سڄي رات سماع جي بازار گرم رهي. سوڪلاڻيءَ وقت روهڙيءَ جي فقيرن هڪ زبان ٿي چوڻ شروع ڪيو:

"وڃن ٿـا ويراڳيي، ويراڳيي وطـن تـي
ڪنهن نہ جهليا، ڪنهن نہ پليا، هتئون ويم هاڻي
الله تن ڪي آڻي.
وڃن ٿا ويراڳيي......"

### رهڻي

"نانگن ڪين نوايو، ناٿ نـوايو نينهن
اصل آڏوتن ڪون، مڙهـيءَ اٿا مينهن
ڪني جاڳندي ڏينهن، ڪني پلڪ ۾ پرچو ٿيو." (شاه ڀٽائي)

ڏينهن رات جو گهڻو وقت مراقبہ ۾ وهندا هئا، انهيءَ ڪري سندن مٿڪو ٿي پيو ۽ ڪڏهن بہ ڪنڌ مٿي نہ کڻندا هئا. سندن اکيون سدائين بـنـد رهنديون هيون.

"پريـن سي پسن، ٻئي جنهين ٻوٽيون،" (شاه ڀٽائي)

"جان جان سي نہ لتاءِ، جي ايا کا لوڪ جا،
تان تان تني نہ ماءِ، پورو پسڻ پرينءَ سين" (شاه ڀٽائي)

گهڻو ڪري سڄي رات بيدار رهندا هئا ۽ بعضي بعضي ١٢ ۽ ٢ بجي جي وچ ۾ ڪلاڪ ٻه ڪٽ تي ليٽندا هئا.

"اکين کي آرام، پرين ڏاران نه پيو" (شاه ڀٽائي)

---

"ننڊ نه ننڊون ڪن، پڳو آرس اکئين
اڄهاميو ٻرن، توکي ساريو سپرين". (شاه ڀٽائي)

شام ۽ آسر جي وقت ته اوس ڪلام وٽن پيو ٿيندو هو. ڪلام سان ايتري ته محبت هئن، جو جنهن مهل وٽن وڃبو هو، تنهن مهل گهڻو ڪري ڪلام پيو ٿيندو هو. ڪلام ٻڌي خوش ٿي چوندا هئا ته "ابا! مٽيءَ ڪل ۾ ساه وڌو اٿئي، پاڻ ٻاريو اٿئي ته ٻاريندو رهه".

"ٻريا ئي ته ٻار، ڦوڪ تـــه لڳي انبرين
هٿي جي هڻڻ جـــون، وٽون سڀ وســـار
سموري سرڪــار، نيئي رکج نـــاه ۾" (شاه ڀٽائي)

ڪلام جي وقت پاڻ اڪثر ڪنڌ پيا جهوليندا هئا. ٩٠-٩٥ سالن واري پيڙاهي واري عمر ۾ پڻ ڪلام جي اثر ڪري وجد ۾ اچي ويندا هئا.

"پڇي پراڻو نه ٿئي، اچـــا نينهن نئون" (شاه ڀٽائي)

ڪيترا پيرا ميرن کين چوائي موڪليو ته اسين اوهان کي زمين وٺي ڏيون پر پاڻ بالڪل انڪار ڪيائون ۽ فرمايائون ته "جڏهن ڏٺي اسان کي سڄ اڀرڻ کان اڳ ۾ روزي پيو رسائي، تڏهن ڇو اسين ڪامورن جي محتاجي ڪيون"

"جنين ڏاند نـــه ڀِڄ ، تني ٻه تنهنجو آسرو
پوءِ آيارين ســـڄ ، اول ڏيـــن ان کي."

---

"پيچي نڪسيو گرپ سين ، ڀلي سنچو ڪير
تلسي ٻه اچـــرج پيو ، من نه پانڊت ڏير" (تلسيداس)

پوشاڪ تمام سادي هوندي هئن. مٿي تي صوفين واري تاج (ڪپڙي جي اچي ٽوپي) پائيندا هئا. ننڍي هوندي اهڙا ته سگهارا هوندا هئا، جو ڪوبه چنبو ڏيئي نه سگهندو هون. اکيون هميشه لال هين. ڪاڏو تمام ٿورو هوندو هئن.

"ٿوري قوت قرار پا، رهن سيرُ سٽ" (شاه ڀٽائي)

”سندن حاضريءَ ۾ معرفتي گفتي کان سواءِ ٻي ڪا ڳالهه نه ڪندا هئا ۽ نڪرندي هئي۔

”تو ريءَ ٻي نه تات، ميهار ٿي من ۾“ (”شاه ڀٽائي)

هڪ ڀيري سندن صاحبزادي ٻنهيءَ جي ڳالهه ڪئي. فرمايائون ته ”ابا، ٻنهي مڪان ۾ ٻوڪيندين ڪين ٻاهر؟“. تمام ٿورو ڳالهائيندا هئا، پر اهڙا سنجيدا ۽ چيدا لفظ ڪم آڻيندا هئا، جو هڪ هڪ لفظ مان دفتر جي معنيٰ نڪرندي هئي. فرمائيندا هئا ته ”فقير اهو جو پڇاڙيءَ تائين وڪ وڌائيندو رهي ۽ اهڙي لڪ ڪري، جيئن ڪنواري ڇوڪري پنهنجو اره لڪائيندي آهي.“

”مچ منجهين آهه، ٻهر ٻاڦ نه نڪري

چور ته لڳي چاهه، ڪا سندن خبر نه پوي“ (شاه ڀٽائي)

گهڻو ڪري اهڙي استغراق ۾ رهندا هئا، جو پنهنجو سرير به ٻلجي ويندو هون. وقتي فقير ڪاڏو ڪڻي ايندا هئن ته پاڻ چوندا هئا ته ”ابا، اسان ته روٽي کاڌي آهي.“ تنهن تي فقير چوندا هئن ”سائين! اوهان ڪونه ڪاڏو آهي“. تڏهن ٻه ٽي گره ڪري کائيندا هئا.

رات ۽ ڏينهن جو سماءُ به ڪونه پوندو هون. جڏهن سندن پڇڻ تي اڳيان چوندا هئن ته هيئنر هيترا وڳا آهن، تڏهن پڇندا هئا ته ”ڏينهن جا يا رات جا؟“ هڪڙي وقت پنهنجي اوتاري ۾ در بند ڪرائي ويٺا هئا ته در تي ڪڙڪو ٿيو. حاضريءَ وارن فقيرن کان پڇيائون ته ”ڪير آهي؟“ فقيرن جواب ڏنو ته ”سائين! اوهان جو فرزند ثابت علي شاه آهي.“ تڏهن پڇيائون ته ”اسان ڪي ڪو ثابت علي شاه نالي پٽ آهي ڇا؟“

فقير صاحب کي جيڪو پئسو ڏوڪڙ ملندو هو، سو شام تائين خرچ ڪري پورو ڪندا هئا ۽ ٻئي ڏينهن لاءِ ڪجهه ڪين بچائيندا هئا. اهڙا به ڪيترا وقت ٿيا هئا، جو ڪين حويليءَ تان نياپا ايندا هئا ته ”داڻو ڪڻو ڪونه آهي، ڇا چاڙهيون؟“ جواب ڏيندا هئا ته ”شڪرانا، اڄ ته الله دعوت ڏني آهي.“

”ساجن ڪارڻ سڃ، مڙ قبولي سسئي.“ (شاه ڀٽائي)

---

” ڏني ڏکوئيا، اڻ ڏني راضي ٿيا

صوفي تنهن ٿيا، جنهن ڪين ڪنيائون پاڻ سين.“ (شاه ڀٽائي)

---

" گندي ۽ گراه، جن سنياسين سانڍيو
انهن کان الله، اڃا آڳاهون ٿيو. (شاه ڀٽائي)

هڪ پيري سير وينا هئا، جن کي ترار ساڻ هئي. فقير صاحب پڇيو ته " ابا، ترار کي ڪهڙي ڪم آڻيندا آهيو؟." چيائون ته "ڪنهن کي هڻون ته ٽڪر ڪري ڇڏيس." تنهن تي پاڻ فرمايائون ته " ابا، اسان وٽ به ترار آهي، جا ٻن کي لڳي ته هڪ ڪري ڇڏين." وتن سوالي سوين پيا ايندا هئا ۽ خالي ڪو به ڪونه موٽندو هو.

هڪڙي وقت رات جو ٣ بجي مؤلف جو والد صاحب، جو سندن حاضريءَ ۾ وينو هو، تنهن کي سڏي چيائون ته " ابا، اسان لقاءَ ۾ ڏٺو آهي ته زمين ۾ هڪ تنگ ٿي پيو، جنهن مان لکين ڪروڙين مڇر نڪتا، جي ماڻهن کي ڏاڍا چڪ پائڻ لڳا ۽ ماڻهو دکي ڏسڻ ۾ آيا. ابا! اڳتي شهر ۾ نه وڃجو جو ڪا تڪليف اچڻي آهي." پوءِ جلد ئي حيدرآباد ۾ ڏاڍي پليگ اچي پيئي (سنه ١٨٩٩ع ۾).

جڏهن حيدرآباد ۾ ١٥ اپريل ١٩٠٦ع شام جو ساڍي ائين بجي اوچتو بارود ڦاٽو، تڏهن انهيءَ مهل شهر جا ڪيترا ماڻهو وٽن وينا هئا ۽ ڪلام پئي هليو. ٻاهر جهلڪا پئي ڏنا ۽ سڀ ماڻهو اندر پڇي ويا. باقي فقير صاحب جن ٻاهر ويٺي رهيا. پاڻ مراقبي ۾ هئا ۽ ڪين چاڻ نه رهي ته ڇا ٿيو! جلدئي سڀ ماڻهو ٻاهر نڪري فقير صاحب کي عرض ڪرڻ لڳا ته "سائين! شهر ۾ اسان جي ٻارن ٻچن جو الائي ڪهڙو حال هوندو؟" تنهن تي فرمايائون ته "هي فقير ضامن آهي، اوهان جي ٻارن ٻچن جو وار به ونگو نه ٿيندو." صبح جو سڀني وڃي ڏٺو ته سندن ٻار ٻچا سلامت هئا.

فرمائيندا هئا ته "عاشق جي اور تند بنان تار وانگر آهه، هو ڪٿي به هجي، مگر جي دل ۾ سچائي ۽ سڪ اٿس ته مرشد کي ويجهڙن کان ويجهڙو آهي. ڪي اوڏڙا هوندي به دل ڪري دور آهن، پيا ڏور هوندي به دل ڪري اوڏڙا آهن."

"ڪي اوڏائي ڏور، ڪي ڏور به اوڏا سپرين
ڪي سنيرجن نه ڪڏهن، ڪي نه وسرن مور
جئن مينهن ڪنڊيءَ پور، تئن دوست وراڪو دل سين" (شاه ڀٽائي)



فقير قطب علي شاهه جهانيان جي درگاهه

ائين پڻ فرمائيندا هئا ته ”الله تعاليٰ پنهنجن پيارن تي ڪڪ پيو به ڪين سهندو آهي“ ۽ ان لاءِ ڪيترائي مثال ڏيندا هئا.

هڪ وقت فقيرصاحب جن رات جي وقت الاهي موج ۾ هڪ ڪافي چوندا ويا ۽ حاضريءَ وارن فقيرن مان هڪڙو لکندو ويو. صبح جو فقيرن ڏٺو ته پڇاڙيءَ وارو ناليءِ وارو مصرع ڇيل ڪونهي. عرض ڪيائون ته ”سائين! ڪافي پوري ڪريو“. فرمايائون ته ”ابا! اسان کي خبر ناهي ته رات ڇا چيوسين. ان وقت سڌ ڪان بيءِ سڌ تا تيون ۽ چوارائڻ وارو ڪو ٻيو آهي. ان حالت ۾ اچي پوري ڪنداسون.“

هڪ وقت فقير صاحبن ڪان ڪنهن پڇيو ته ”سائين! الله جو ديدار اوهان کي ڪيڏي مهل نصيب ٿو ٿئي؟“. فرمايائون ته ”ابا، مڇيءَ ڪان ڇا پڇجي ته ڪيڏي مهل تون پاڻي پئندي آهين؟.“

”دائم جا درياه ۾، مڇي ڪني ڪوه
آهس اي اونده، پاڻي ڪٿي ته پيان.“ (شاه ڀٽائي)

وصال

”هلڻ هارا سپرين رڻان ته نه رهن
آءُ جهليندي ڪيترو آيل سامونڊين
پڳم چوڙي جن وڏا ٻيڙا ٻار ۾.“ (شاه ڀٽائي)

هر بهار کي آخر خزان آهي! انهيءَ وانگر شاه صاحب جن به ”ڪل من عليهافان“ موجب مڪان فانيءَ ڪان سراءِ جاوداني ڏانهن ڪوچ ڪيو.

شاه صاحب مرحوم جي وفات جي تاريخ ١٦ ذوالحج سنه ١٣٢٨ھ برابر ٢٢ ڊسمبر سنه ١٩١٠ع آهي. سندن وصال ٩٩ ورهين جي عمر ۾ ٿيو (١). هيءَ ڳالهه قابل ذڪر آهي ته ڪين پنهنجي وصال جو پرو اڳيئي پيل هو ۽ مولانا روميءَ جو هيٺيون بيت اچاريندا رهندا هئا.

”پيشتر آپيشتو آ جان من پيڪ دار حضرت رحمان من
مرگ شيرين گشت ونقلم زين سرا چون قفس هشتن پريدن مرغ را“.

---

(١) ”يادرفتگان“ (طالب المولا) ۾ سندن حياتيءَ جو عرصو ١٨١٧ع کان ١٨٧٩ع ڏيکاريل آهي، درست نه آهي.

"پسيو آسڻ ان جا، اڇي نه آرام
ڪينر ڪئي آهيان، تنهين جي تمام
مونکي ٿيو ماتام، آءٌ نه جيندي ان ري" (شاه ڀٽائي)

مٿي لکي آيا آهيون ته شاه صاحب جن کي هڪڙي حرم مان ٻه فرزند هر هڪ (۱) روشن علي شاه ۽ (۲) ثابت علي شاه، ۽ ٻئي حرم مان هڪڙو فرزند شمس الدين شاه ٿيو، جي وڏيءَ عمر تائين زنده رهيا.

شاه صاحب کان پوءِ سندن مسند نشينيءَ جو منصب سندن وڏي صاحبزادي، ميان روشن علي شاه جي حصي ۾ آيو.

شاه صاحب جن جا وڏا حيدرآباد شهر ۾ ميان سرفراز شهيد جي مقام جي پرسان پنهنجي زر خريد زمين ۾ دفن ٿيندا آيا. مگر شاه صاحب جي مزار ٽنڊي جهانيان ۾ ناهي ويئي ۽ سندن فرزندن مٿس قبو به تعمير ڪرايو. قبي جو ڪم قريبا چار سال هليو.

هر سال ۱۵، ۱٦ ۽ ۱۷ ذوالحج جي ميڙو لڳي ٿو، جنهن ۾ سهسين سيڪڙائو هتان هتان کهي اچي ڪٺا ٿين ٿا.

## شاه صاحب جو ڪلام

"جي تون بيت ڀانئين، سي آيتون آهين
نيو من لائين، پريان سندي پار ڏي." (شاه صاحب)

شاه صاحب جو ڪلام بلڪل گهڻو ڇيل آهي. سندن ڪلام جو گهڻو حصو جبلن تي رهندي ڇيل هو. پر جڏهن ته ان وقت سندن حاضريءَ ۾ پڙهيل فقير ڪين هئا، تنهنڪري سمورو ڪلام هٿ نه آيو. شاه صاحب سنڌي ۽ فارسي چڱي طرح لکي پڙهي سگهندا هئا.

شاه صاحب جي قلمبند ٿيل ڪلام جو مسوده قلمي آهي. اهو بيتن يا دوهن ڪافين ۽ شبدن جي صورت ۾ آهي. انهيءَ نسخي ۾ ڪل ۴۲ بيت، ۵۰ ڪافيون، ٻه شبد ۽ هڪ منقبت حضرت علي ڪرم الله وجهه جي شان ۾ آهي.

ڪلام پيش ڪجي، ان کان اڳ ۾ اهو ڄاڻائڻ ضروري آهي ته شاه صاحب جن جي حالات لکندي، موقعي تي سندن ڪلام به سند طور پيش ڪيل آهي، ته جيئن ناظرين ڪرام پوريءَ طرح محظوظ ٿين.

شاه صاحب جو پاڪيزه ڪلام ايترو ته پيارو آهي، جو انتخاب ڪرڻ لاءِ دل ئي نه ٿي چوي. سمورو ڪلام سليس آهي، سچوئي مٺو، اثرائتو ۽ معرفت سان پريل آهي. ”قطب“ ۽ ”دلشاد“ سندن تخلص آهن.

## بيت سنڌي

١— جي پائين مقصود ملي، ته جيتي مري جيءُ
ويهي منجهه وجود جي، جام وحدت جو پيءُ
قطب سجاڳ ٿيءُ، ته پسين سان پساهه جي.

٢— جي پائين مقصود ملي، ته چولي ڏس تون چاڻ
ويهي منجهه وجود جي، صحيح پاڻ سڃاڻ
قطب اهو اٿيئي اهڃاڻ، پسج منجهه پساهه جي.

٣— سرتيون منهنجي ساه ڪي، ڏور وڏي ڏاهي
جيڏيون هن جهان ۾، تنهن رمز وڏو راهي
قطب جان ساهي، تان ڪاهيو پوي ڪن ۾.

٤— اٿي اور الله سان، ستي ڪين سري
ستيءَ ور وڃايو، پنهون تيس پري
جيڪا جاڳي ياد ڪري، قطب ڪانڌ تنهين جي ڪچ ۾.

٥— جي پائين جوڳي ٿيان، ته پهي ڏس منجهه پاڻ
جنهن ليءِ تون جوڳي ٿئين، سو صحيح اٿي سڃاڻ
قطب صحيح سڃاڻج پاڻ، تنهنجو سائين تو ۾ وسي.

٦— جي جٺري مارين پاڻ کي، ته پرو پويئي الله
ڏوري ڏس هن ڏيل ۾، اتي اٿئي راهه
صحيح سڃاڻج دم کي، جيڪي پسين منجهه پساهه
قطب ڪام ڪروڌ وڃاهه، ته صحيح سڃاڻين ساهه کي.

٧— جي پائين جوڳي ٿيان، ته پهي ڏس منجهه پاڻ
ويهي منجهه وجود جي، چولي لهه تون چاڻ
”وفي انفسڪم“ اهڃاڻ، پسج منجهه پساهه جي.

٨- نانگا گهڙيا نانهه ۾، نانگا نانهه ٿيا
نانهه منجهان آنهه پروڙيائون، سي سامي سر هٺا
سي قطب سڀ ٿيا، جن نانهه منجهان آنهه پروڙي.

٩- جي ڀانئين مقصود ملي، ڀيهي ڏس منجهه ڀاڻ
ويهي منجهه وجود جي، صحيح حق سڃاڻ
"الانسان سري و انا سرهو"، اهو اٿيئي اهڃاڻ
ڇول تہ پويئي ڇاڻ، قطب منجهه وجود جي.

١٠- اٿئي اور الله سان، سٽي ڪين سري
جن سمجهي ور وڃايو، تن جو ڪنهن ڪان ڪين وري
قطب جي ڀانئين ڀت پري، تہ اٿئي اور الله سان.

١١- جي جاڳيون تن ڪٿيو، سٽيئن ڇا وٽيو
ندوري ننڊ تي، ورڪي ڪيم مٽيو
جن جاڳي نام جپيو، قطب وربہ وريو تن ڏي.

١٢- اٿي جاڳو جيڏيون، سٽي ورنہ وريو
ور وساري ويسليون، سٽي ڇا سريو
قطب سو ڪم ڪريو، جنهن سان ورورايو ولهو.

١٣- مرشد مهربان ٿيو، ڏنائين جوڙي جاءِ وجود
لڳو نعرو نينهن جو، اتي سامين ڪيو سجود
قطب ڇيڏي سڀ بهہ بود، ڀيهي ڏنائون ڀاڻ ۾.

١٤- برهہ جي بيدار ڪيا، سي سامي ٿيا سجاڳ
لڳين سرت صاحب سان، وڏا ورين ڀاڳ
قطب سي هر دم هئن سجاڳ، جن سان نالو نام جو.

١٥- نڪا ڪنز قد وري ان ڪي، نڪو ورد وظائف ڪن
ويڙهي منجهہ وجود جي، وندر نام جي ڪن
قطب مرشد ڪرم ڪين، تڏهن ويڙها وسين وجود جا.

۱۶— دلبر جي ديدار لاءِ، چري ٿيا چريا
ماڻهن ليکي مست ٿيا، هو وحدت ذي وريا
نکري چيٽ چڙهيا، هاديءَ ڪٺي هٿ ڪيا .

۱۷— هاديءَ ڪٺي هٿ ڪيا، سي هردم آهن هشيار
جدا ٿين نہ يار، هردم آهن حق سان.

۱۸— هردم آهن حق سين، سي هئون حق ٿيا
قطب وڃي ات پيا، جتي نهايت ناه ڪا.

۱۹— اٿي آذيءَ رات جو، جي نر نام ڳنهن
سدا رهن سرها، پاپ نہ پلي تن
وير و تار وجود ۾، سدا نام اٿن
قطب اهي سک وسن، جي هردم آهن نام سان.

۲۰— مرشد مهربان ٿيو، ڪيائين اکين ۾ اوطاق
داتا آيو درسن ٿيو، لٿيون تاڙيون طاق
قطب کي مليو مرشد پاڪ، لٿو ڏولائو ڏيل تان.

۲۱— لٿو ڏولائو ڏيل تان، ٿي سيڪا سهائي
ويئي اوندا هي، ويڙهي مان وجود جي .

۲۲— وڃائي وجود کي، گهڙي ڏس منجهہ گهر
تہ پرين جي پسڻ جو، اتان پسين در
قطب ! سندو اکين جر، هارين تان هوت ملي.

۲۳— پرين جو پڙلاءُ، جاڳيو منجهئون جيءُ
پيالو پريم جو، پيهي اتي پيءُ
قطب ! تنهنجو جيءُ، وڃي گڏجي گروءَ سان .

۲۴— اٿي اور الله سان، چرخو چست چلاءِ
ڪالهہ تہ ڪيئي ڪينڪي، سنجهي تان صباح
اڄ بہ اوڳي اوجهرين، اڃي موٽي رات مٿاءِ

تو ڀاءُ نہ ڪنيو ڀاڻسان، اتي سير گهرنده ساءُ
ست گهرنده سيکهہ ۾، ڪوڙي ۽ ڪپا ھہ
قطب! ڪي ڪت ڪماءِ، جو ڪم اچيئي ڀاڻ سان.

٢٥- اٿي اور الله سان، تہ ٿيئي ڪل ڪالي
ندوري ۽ ننڊ تي، تو عمر ڪٽڻ وڃائي
سهڻي سرت صاحب سان، تو ڇا ڪون نہ لائي
قطب جي سمجهين ها سائي، تہ ڇٽي پوين ڇين ڪان.

٢٦- ستا اٿي جاڳ، ستي ڪين ڀرايو
ويهي منجهہ وجود جي، تو ڪين رب ريجهايو
ائين ڪين ڀانيو، تہ آهيون ڀ تي ڏينهڙا.

٢٧- آهيون ڀ تي ڏينهڙا، تان دم دم سنڀاريج
ٿيي منجهہ وجود جي، تون نام نهاريج
قطب! ائين ڪريج، تہ بچين بلائن ڪان.

٢٨- جي ڀائين مقصود ملي، تہ سيني ڀاءُ سماءُ
ويهي منجهہ وجود جي، ڀسج ساڻ ڀساهہ
اتي اٿيئي الله، جي صحيح سڃاڻي ڀاڻ ۾.

٢٩- طالب عين الله ۾، سدا آهن غرق
هر دم گم الله ۾، اهو سندن مرڪ
هيڪڙائيءَ ۾ حق ٿيا، رهين ڪونہ فرق
قطب ڪري جڳ جو ترڪ، ڀاڻ لذائون ڀاڻ ۾.

٣٠- جي ڀانئين مقصود ملي، تہ ڳولي ڏس وجود
لائي نينهڙو نام سان، اتي ڪر سجود
قطب اتي اٿيئي موجود، جي ڀاڻ پروڙين ڀاڻ ۾.

٣١- جي ڀائين جوڳي ٿيان؛ تہ رلي ڪڏي م رل
واري وجهہ وجود ۾، هيڪڙائيءَ جو هل
آهين ڀاڻ اصل، ڇو پنين پيهارن ڪان.

٣٢- دونهن تي دلشاد ڇوي، ڪائي موت متا
ٿيو نالو نام جو، آديسين عطا
سي سک ٿي ڪين ستا، هردم هوشياريءَ ۾.



# بيت سرائڪي

١- ڇوڙ ڪوڙ ڪپٽ تـــي، دنيا دي ٻـــازي
اٿون ٻـــل ڳـٺي، ڪٿين مُلي ٻانهـــڻ قاضي
سيرُ ڏي ڪي شهه ٻابونيي، ٽي ڳـٺي دنيا وچ غازي
قطب! گهڻُ حال، ڇوڙ ٻيي سپ هٺي ماضي.

٢- چار پهر تون جيتا ڦرتا، چـار پهـر تون سُتا
اي مورک تون ڪيا ڪم ڪيا، جو نام صاحب ڪا
مول نہ ليٽا
جن اپاڪيان اينوين گُذاريا، عمر اجائي ڪيا
آکي قطب فقير اڪثر چلٽا، جام وحدت ڪا نہ ليٽا.

٣- هادي ميڏا هردم جيوي، جنهن سچ ڪيتي آباداني
ڏَهيـُس مراتبا محمد والا، شـهدي بيشڪ چاٺيي
هادي سائين راهه ويکائي، مقصـد مول ٺياني
ڏُور دلشادڻ ويکين وَرنوَ، جو هٺي لنوَ لنوَ وچ مڪاني.

٤- ڏينهن وڃائي ٻڪدي رات وڃائي سُتي
آکـ وـے بندا تون ڪيون آئين، ڪنهن تينون مُتي
عمر ايوين افراد وڃائي، اڄان ٻہ ڪم ڪرين ڳُٺي
آکي قطب فقير، ڪم سوئي ڪريجي جو ڪم آوي آٺي.

٥- جي پانٿين مقصود ملي، تان غوطا مار وجودي
مار نقارا وحدت والا، ڪر تـون صاف سجودي
قطب ڇوڙ سپ يهودي، تان ٻسين منجهه ٻساهه جي.

٦- جي پائين مقصود ملي، تا عشق جي نالي جالين
نال محبت موليٰ جي، ننڊ نيٹين ڪنُون نيڪالين
آکي قطب فقير جانڪي جيٽين، تان نام جي نالي جالين.

٧- عشق امام اندر وچ وڙيا، جنهن صاف سينا چا ڪيتا
گهڻُ ڪر جام وحدت والا، هٿون هادي دي پيتا
قطب عشق سونهاري هسهسڪي، نام دي نالي ليتاه

٨- عشق جنهدي مدد هويا، وه هردم نام دي نالي هٺي

عشق جيها شهزور نہ ڪوئي، ڪلي غير خيال ڪريندا
پيمال هئي
نال همراهي عشق سونهاري، قطب هويا همحال هئي.

٩- جي پائين مقصود ملي، تہ ٿيءُ غواص وجودي
غوطا مار دروني والا، ڪر تون صاف سجودي
قطب وچ وجود دي پايا، چوڙ سڀا بهبودي.

١٠- آنيڪي راه خدا ۾، تيار هو تيار هو
ننڊا سي نيند نڪالڪي، دم دم اوپر هوشيار هو
غفلت نڪالو قلب سين، دم دم تمهين ديدار هو
جسڪا دم نام سين، قطب اسڪو ڪُلا عجب اسرار هو(١)



# سنڌي ڪافيون

## ١- سر سارنگ

عشق پڌو احرام (٢)، عاشق گيت انالحق (٣) ڳائن ٿا.

١- طالب مرد مذڪر اصلي، پاڻ وڃائي پاتائون تسلي
اهي سندن احڪام، هردم رچت سان چائن ٿا.

٢- وحدت ونگ وجودي پائي، وينا محبت مهڄ مچائي
وٺي مرشد جا احڪام، درسن دل سان پائن ٿا.

٣- طالب نوبت نينهن وڄائي، سر سوريءَ تي آيا سنپائي
اها پروڙيائون مام، پاڻ وڃائي پائن ٿا.

٤- قطب عشق اِسرار الله جو آهي، جنهن سِر آيو سوئي ٿوڳائي
ڪري آيو ڏوم ڏام، نازڪ نينهڙو ڇپائن ٿا.

## ٢- سر جوگ يا پاڳيسري

"هي، هو، هٿي ڇڏياسون، هڪ نام سان ٿيا سون.

١- ويهي وجود ۾ ڏس، پرتئون تون پاڻ کي پس
آهي اصل اتي ڏس، هٿي پاڻ مان پياسون.

(١) هيءُ بيت آردو زبان جو آهي. (٢) قصد ڪرڻ، هڪو خيال رکڻ
(٣) مان حق (ذاتي) آهيان.

٢- سڻي وحدت جا نعرا، وهندا سي ڪئن ويچارا
نيڻين وهائي نارا، پکي پرت جي پياسون.
٣- لاهوت سندو لاڙو، ملڪوت جو آلاڙو
جبروت جو اجاڙو، سپ پاڻ ۾ ڏٺاسون.
٤- قطب ڏس اشارو، آهي نينهن ڏاڍو نيارو
سيني ڪان آه پيارو، تنهن نينهن ۾ نياسون.

## ٣- سر پيروي - زلو

رانجهي يار سوا جڳ سور پسو
آهي ماضي، پيو مذڪور سيو.

١- خاڪي ڪوني سمجهه سياڻا، اندر آهن دوستن جا ٺاٺا(١)
ڏر ڏيان تو ۾ آه حضور سيو.
٢- تو ۾ يار اندر لنو لاتي، تون پاءِ دروني(٢) جهاتي
ڪر جڳ جو ترڪ منظور سيو.
٣- قطب ڪوڙ دنيا جي بازي، ڇڏئون موه مڪر لباسي
سڪ دوست ملڻ جو دستور سيو.

## ٤- سر مانجهه

چولي ڏس تون پنهنجو چاڻ، تن جو سائين توساڻ.
١- ”وفي (٣) انفسڪم“ سمجهه اشارو، تنهنجو توئي ساڻ پيارو
اهو اتيئي اهڃاڻ
٢- ”ونحن(٤) اقرب“ آهي نيڙي (٥) تبي ڏس تون پنهنجي ويڙهي
صحيح پاڻ سڃاڻ
٣- هر جاءِ آهي حق موجود، اڪيون ڪولي ڪر تون سجود،
تا سدا وسيئي پاڻ
٤- قطب سمجهي هڻ تون نعرو، توسان آهي نام نيارو
تا وسيئي وٿاڻ

(١) ٺاڪ، وٿاڻ (٢) اندروني، اندر ۾ (٣) ۽ اوهان جي نفس اندر
(٤) ۽ اسان ڪي وڌيڪ ويجهو (ساه جي رڳن ڪان) (٥) نزديڪ، ويجهو.

## ۵- سر پيروي

آهي دنيا ڪوڙي بازي، طالب نہ آهن تنهن تي راضي

۱- جن پاتي وجود ۾ جهاتي، تن ذاتـي ٿيو اثباتي
ڇڏي وينا آو سڀ ماضي.

۲- جن ڪيو لاوجـود ڪي، تـن پـايـو نـام سوُد ڪـي
سي هـردم آهـن غازي.

۳- جـي ويـا وجـود ۾ پيهي، نـام سان آهـن سيئي
تن ڪئي دمن جي سازي.

۴- قطب سمجهہ اشارو، تـو ۾ آهـي نـام نيـارو
ڪـر مـرشد اڳيان آزي.

## ٦- سر ڌناسري - جوڳـ.

نانـگا ٿيا نهال(۱)، دلـبـر ديـري آيو.

۱- ”لا“ (۲) سين لائي وهـم وڃائي، لاهوتي ٿيا لال

۲- دين درياہ دريچا(۳) کولي، ناهي چوڻ جـي ڳالهہ

۳- سامين سرَ سان سِرِ سڃاتو، ڇڏي خوديءَ جـا خيال

۴- قطب شاہ ويڙهي وري آيـو، ڪري پلايون پـال

## ۷- سر ڏنلگم

جڏانهن واس انالحق آئـي، بيخود ٿيا خـودي گنوائـي.

۱- خاڪيءَ جي تا ناهہ سنيالا، وحـدت وادي وهـائـي

۲- هٿڻ وڃائي حق سڃاتئون، تي پٺـي موج سپائـي

۳- انالحق جـو شور انـدر ۾، نـاهـي ٻـي ڪا وائـي

۴- دم قدم حقئون حق ٿٿڙو، رهـي ڪانہ جدائـي

۵- مستيءَ ۾ مخمور ڦـرن تـا، هستيءَ لاهہ وڃائـي

٦- چوراسيءَ ۾ سميع بصير تـون، قطب نـام سڏائـي

---

(۱) خوش. (۲) ڪلمي جو نفي وارو پاڱو، نہ [لا=لاالله]. (۳) دريون.

## ٨- سر تلنگ

آءٌ ڪيو تو آءٌ چوين، تنهنجي بندگيءَ ويلي آءٌ ڪٿي.

١- مون مون ڪيو تو مال ملائين، مرڻ وقت تنهنجي مان ڪٿي
٢- غفلت ۾ تو دم وڃائين، تنهنجو وحدت وارو ٿانءُ ڪٿي
٣- وقت نماز جي غافل آهين، تنهنجو روزي وارو نانوُ ڪٿي
٤- قطب ”ڪل شيءِ(١) قدير“ آهي، تنهنجو آءٌ جو ڪوڙو ڪانءُ ڪٿي

## ٩- سر تلنگ

رانجهي يار خاطر تو قران، جڳ ۾ اداسي دربدر.

١- بسي(٢) رمائي ويراڳي ٿي، ويو پرت ۾ پنجي پڌر
٢- هردم اکين ڪي سڪ اها، کهڙيءَ طرح ايندي نظر
٣- قطب ڪيچ ڪتب(٣) ڪينڪي، ڪر سڪ جي هادي سان خبر

## ١٠- سر رام ڪلي

لقاءَ جي لقا(٤) ۾ وڃي دل اڙي، فنا جي فڪر سان بقا تي ڪڙي

١- خوديءَ جي خيالن لڙي دل لڙي، اندر چنگ چوريو چري جيئن چڙي
دليان درس پايو دنيا تي ڪڙي
٢- بره جي پيڙ ۾ وڙي(٥) ويٺي وڙي، هڻڻ جي هلا ڪي سڙي ويٺي سڙي
سخن سان مرشد جڙي دل جڙي
٣- ”الانسان(٦) سري“ سڃاڻڻ پڙي، الڪم سان اورج هم دل گهڙي
نفي(٧) تيز هٿ ڪر نفس ڪي نڙي(٨)
٤- اصل باز آهين منجهي ٿشين چڙي، قطب ڪي سڃاڻ منجهون منجهه گهڙي
اندر تيغ(٩) هوهيءَ، پاهر ڪيپ مڙهي

---

(١) سڀ شيءِ تي قادر آهي (٢) رک لڳائي (٣) دلير ٿي (٤) ديدار
(٥) ٺهڪو ڪري ڪيري پيئي (٦) انسان ڳجهه يا راز آهي (ڌڻيءَ جو).
(٧) لا = لا إلٰهَ (٨) سير وهائي (٩) ترار. اندر ۾ ’هو هو‘ يعني ’الله هو‘ جي ذڪر جي ترار موجود هجي.

## ۱۱- سر ڏناسري

آهيان لڳو تہ تنهنجي لام(۱)، پيو تہ سجهي ٿو ڪينڪي.

۱- هن هن جڳ ڪي ترڪ ڪيائون، وٺي تہ تنهنجو نام
۲- تارون تن جون توڪي گهرن ٿيون، ڪين گهرن پيو ڪام
۳- طالب تـن ۾ تڪيو بنايو، ڪين پروڙيو عـام
۴- ڪرم قطب تي ڪرتون هادي، آهيان پيو تہ تنهنجي سام(۲)

## ۱۲- سر جوڳ- آسا- ڏناسري

سمرٽيون(۳) سورين، آڏيءَ رات آداسي

۱- نـاد(۴) نفليون(۵) سنکم سرت جا، ساڻ الک اوريـن
۲- تن جي تسبيح دل جو ڏاڳو، من جو مٽيو ڦيرين
۳- آتي آڏوتي(۶) تند طلب جي، لوڪ ستي چورين
۴- قطب ساڻ سخن مرشد جـي، هينئڙي ڪي هيرين

## ۱۳- سر پيروي

آهي دردوندن درمان، دين درياه منجهہ ڏوابي داتا.

۱- هادي آهي هدايت وارو، مرشد آهي مسيح(۷) سونهارو
ويٺو مشڪل ڪري آسان، سون سوالين مقصد پاتـا.
۲- ساڻ صفت اقطاب(۸) سونهارو، ذاتيءَ ۾ آه ذات نيارو
جنهن جي توجہ سان تڪرار، ڪئين عاشق لٿين عرشين لاتا
۳- سوئـي آ مهتاب حقيقي، نـور سندو آفـتـاب حقيقي
منجهہ نوري نور اظهار، ديدن سان جن درسن پاتا
۴- قطب آه مسڪين سوالي، هادي تنهن ڪي ڇڏج نہ خالي
جنهن ڪي سڪندي ٿيا آهن سال، بخش تنهين نام سان ناتا

---

(۱) پناري (۲) شرن ۾ (۳) مالهائون، تسبيحون (۴) ڪوڏ وڄائڻ (۵) پينسريون
(۶) فقير جـو قسم (۷) شفا ڏيندڙ (۸) قطب جمع اقطاب.

## ١٤- ڪلياڻ

رکين ٿو طلب جي دعويٰ - وتين وحدت وساريو تون

١- ڦٽا ڪر غير جا خيالا، آٿي پيءُ شوق جا پيالا
رهين مدهوش متوالا، الستي ٻول ٻاڙيو تون

٢- ڏٺي پاتار ۾ ڏيٺي، اصل ات لعل ڏس ويهي
ڪهي جن ڪاڻ ٻس سيئي، اهي سان سرت ساريو تون

٣- قطب چڏ ڪوڙ سڀ بازي، مرڻ مرڻون اڳي غازي
رکج تن طلب نت تازي، وتين برهين(١) ٻهاريو تون

## ١٥- ڪماچ

رانجهن آيو کهلي بهار، ڪير ڪتي هاٿي ڪير ڪمائي

١- آتڻ آن جو(٢) سون نہ سيبايو(٣)، يار رانجهن سان هي نينهڙو لايو
چوُرخ ٿيا چمڪار

٢- سرتيون سينگار جو ڪريو اوهين سعيو، چوٽو چندن مشڪ ملايو
عشق آيو الهار(٤)

٣- چرخي سان منهنجو چت نٿو لاڳي، پاند يون وجن ٿا ڪانگ آڏائي
ڀوٽيون ڏارو ڏار

٤- ڪرم قطب تي الله ڪري آيو، رانجهن سائينءَ پاڻ وسايو
"هُو هُو"(٥) ٿيا هڪار

## ١٦- حسيني

"هئي هئي سرتيون سور اهو، جو دوستن ڪان دم ڏار وڃن ٿا

١- سو دم سرتيون مون نہ سيبايو، جو دم جدائيءَ جو سر آيو
غم ڪري ٿو چور اهو

٢- سو دم سرتيون سهڻو آيو، جو دم صاحب ساڻ اٺايو
دل ڪيو منظور اهو

---

(١) برہ ۾ جدائيءَ ۾. (٢) اوهان جو (٣) وٽيو (٤) الله توهار= توآهر
(٥) 'الله هو'، 'الله هو'.

۳- دم دوستن ريءَ آهن خالي، اهڙا امل ڪيئن ٿين زوالي
ڪنهن‌سان ڳرهيان‌سان پور اهو
۴- قطب ٻاءِ دروني جهاتي، يار نفي سون ٿيءُ اثباتي
هردم وٽ دستور اهو.

## ۱۷- آسا، تلنگ، جوڳ

اندر ساز سينگار، وڃي منجهئي واڄو پورا
۱- چڙيا چينگاري، ڪويل پڪاري، تون جي سڀ ۾ تنوار
۲- انحد مرليءَ ڪيا ذڌڪارا، نائي نيڻ نهار
۳- اندر هو هو، ٻاهر هو هو، هو هو جا ٿيا هلڪار
۴- ڪرم قطب تي ڪري آيو، عين الحق اظهار.

## ۱۸- تلنگ

جنهن تي دين درياه جو ڪرم، تنهن ڪيءِ هتي هتي ناهي غم.
۱- رحمت جي درياه جي رحم، صحيح سڃاتايو دم
۲- سالڪ سوجهي سرصحيح‌ڪيو، ڇڏي دنيا جو ڪوڙو ڪم
۳- ڪوهه وڃي‌ٿو ڪرنگها سڪائين، تو۾ تنهنجو اسم
۴- هادي مهدي منجهه اخير جي، ڪيو قطب تي ڪرم

## ۱۹- ڌناسري، ڪوهياري، سارنگ

ڇڏ خام خوديءَ جا خيال ميان - تو ۾ لعل اندر گهڙي پال ميان
۱- هن جسم اندر جو اسم سمايو، ساڻ سرت جي سنڀال ميان
۲- شاه هزاري جو ويڙهي آيو، ڪه ڪيڙي جي ڳال ميان
۳- جنهن لئي آئين سوچو وساريئي، ٻول الستي ٻال ميان
۴- قطب عشق الله جي ٻاجهون، ٻيو مڙيئي ڪال ميان.

## ۲۰- ڀيروي

ڏسان مثل سيئي ۾ سڄڻ ڪي، ٻائي دروني جهاتڙيون
۱- گهمندي گهمندي ٿرن برن ۾، آهن سدا تنهنجيون تاتڙيون
۲- "لا" سين لائي غير وڃائي، تان ٿين " نفي" اثباتڙيون
۳- "و نحن اقرب" آهي اشارو، سمجهه قطب! هي ٻا تڙيون.

## ٢١- آسا

مهِ تون نمائيءَ جي آزي آزي، جدا ٿيڻ جي نہ ڪريو بي‌نيازي

١- ملڪ پرائو مائٽ نہ مت ڪو، تون هجين شل راضي راضي

٢- نام ٻنان ڪئي عمر اجائي، وس تان ناهي جو ڪريان سجائي
نفس لايو بيٺو آ بازي

٣- ڪرم قطب تي ڪريو اوهين هادي، نام ٻنان هئي دم نان واندي
ڪريو دمن جي اوهين سازي

## ٢٢- پوربي - آسا

سخي سڀاجهل ڀاجهہ ڪريو، فضل ڪريو اوهين هاٿي

١- در تنهنجي تي ڪئين سوالي، درتنهنجي تان ڪونہ ويو خالي
هيءُ بہ هيڪ نمائي

٢- درد منهنجي جو دارون تونهين، ٻئي درجي مان ناهيان سونهين
حال سپوئي تو چاٿين

٣- چرخ فلڪ جي گهڻو ستايو، دڪ ڪٽڻ جو ڪريو اوهين سعيو
مرشد تيءُ اڇي ساٿي

٤- ڪرم قطب تي ڪر تون خالق، تو ٻنان ناهي ٻيو ڪو مالڪ
دڪ ڪٽين تون پاٿيهين

## ٢٣- سارنگ

عشق ڪري آيو ڪوڙ - وحدت رنگ لايا

١- انحدڪڙڪاشهودن(١) چمڪا۔ ..............................
لٿي سختي سوڙه - محبت مينهن وسايا

٢- ”لا“ جا مينهن وسڻ لئي آيا - هئڻ هستيءَ جا گهرڙا ڍاهيا
عشق ڏني آهي اوڙ- وسڻ جا ٿيا سعيا

٣- آڙ نڪ عشق آگهم ڪري آيو - دانہ ديدان دل ۾ لايو
ويهي وجود ۾ ووڙ - اتي پرين آيا

٤- ڪرم قطب تي هاديءَ جو ڪيڙو - ڪام ڪروڌ وڇون ٿي ويڙو
اڳي عشق جي لوڙ - وحدت ونگ پايا.

---

(١) اهي لقاءَ، جي فقير پنهنجي اندر ۾ ڏسندا آهن.

## ٣٤- جوڳ

اي ٻندا ڇڏ ڪوڙا ڏنڊا - رهه تون هردم نام سان

١- نام بنان گئي عمر اجائي - ڪونه ڪمايئه سنڊا (١)
٢- رک تون نينهڙو نام سان (٢)- ڇٽي پوين ڪون ڦندا
٣- نام سمر تون تان سک پاوين - ڇٽي هلين هن هنڊا
٤- قطب عشق الله دي ٻاجهون - ٻيا سڀ ڪمڙا گندا

## ٣٥

متان پانيو ڪا جيڏيون، سائيهه ريءَ آءٌ سرهي
١- جنهن تان وطن وساريو، ڪوڙي ڪانڌ اڳيان آرهي
٢- جنهن تان سائيهه ساريو، محب اڳيان سا مرهي(٣)
٣- جي پانئين سهاڳڻ ڏيان، متان وسارين آرهي
٤- قطب جنهن ڪي عشق الله جو، خلق تنهن سان ڇو ڪرهي.

## ٣٦- پيروي

عمر اجائي ويئي، توکي ڪل نه نام جي پيئي
١- دم دم سان تنهنجي دوست وسي تو، ڏس تني وجود ۾ ڏيئي
٢- جنهن لاءِ تون جوڳي ٿئين، اندر وسن تنا سيئي
٣- دم دم سان رک ڏيان ڏٽيءَ جو، اها رمز سمجهه تون نيهي
٤- قطب ديدون لائي دل ۾، اِها سمجهڻ توکي پيئي*.

# سرائڪي ڪافيون

## ١- تلنگ

اپنا آپ پڇان، تا شه ويڙهي اندر آوي.
١- هووڻ وڃاوين تا شه پاوين - خودي نون چا گنواه
تا شه تينون نظري آوي.

(١) سنڊ واري ڳالهه يعني چڱو ڪم (٢) الله جو لالو (٣) بخشش ڪيل .
* چار پيون سنڌي ڪافيون حياتيءَ جي احوال ۾ اچن ٿيون.

٢- دوئي نون دور ڪرين چا دل تون، پيائي نون چا پار
تا شه تنڌي گهر پڌري آوي.

٣- جي پائين تان شه نون پاوين - جيتيئي هر جاء
تا شه تيري مندري آوي.

٤- قطب ڪوڙ ڪيڏين چا قلب ڪون - ڪميا نال گذار
تا شه اگڻ اڪٺري آوي .

## ٢- ڪلسيو - ٽوڙي

ڪت چرخا، تا شه نون پاويگي، تيڏي ننڊ نه شه نون پاويگي.

١- سنجهي ستي هئين پير ڊگهيري، تئين ننڊ نه جاتي اپنا ويري
شه نو پلا ڪي پئي هئين ڊيري، تون ڪيڪر شه نو سهاويگي.

٢- جتان مل سهاڳڻ آون، تتان ستيان مول نه جاون
تينون ڪيتي ننڊ پياري، آتان رو رو حال وچاويگي.

٣- مت موڙهل حال وچايوئي، بهه بهه ڪي شه نه ريجهايوئي
تينون مت اها ڪيون آيوئي، هڻ ڪيڪر شاه ڪن جاويگي.

٤- اٿان پيڪي جالڻ آئي هي، به شه دا فضل پلائي هي
تيڏي جاء نه اصل سائي هي، اٿان ڪيڪر سهاڳ ڪهاويگي.

٥- اٿي جاڳ سويلي آتڻ وچ آوين، به چرخي سين چت لاوين
گهن پانديان شه ڪن جاوين، اٿان اپنا ڀاڳ وڌاويگي .

٦- قطب ڪانڌ جنهائين ريجهايا، انهان نانوُ سهاڳڻ جڳ وچ پايا
شاه تنهان تي لطف هلايا، هردم شه ڪن جاويگي .

## ٣- جوڳ ڌناسري

درد خريد ڪتوئي، وحدت دا وڻجارا .

١- لڳي بازار بره دي، لايوني سؤدا سسيان دا
چايوني عشق اِزارا

٢- آء ڪي هٽ حبيبان، ڌتوئي دولت جيء دي
ڳڌو سي نام پيارا

٣- نئن دلال وي ميان، دل سودا گر سائين
كتوسين نام واپارا.
٤- هڪ سر سودا ڪتوئي، پوري قطب نهين پوندا
هادي دا ڪرم قرارا.

## ٤- ڪافي

تيرا شڪاري قرندا ماري، تون ڪيون غافل هو چردي.
١- ڪڙا آجل سرڪات لائيندا، و يک تنهين نو نهين ڏردي.
٢- آس ڪي سنبت ڪرلي سعيا، درد آسي وچ ره گردي.
٣- ”موتوا قبل الانتموتوا“، خبر رڪين آس ور دي.
٤- موت مقابل نال هميشه، ڪل قطب! آس نر دي.

## ٥- ڪافي

هئي شاه هزاري دا نيڙي تنهن نون سمجهه نسگهندي پيڙي.
١- رانجهن دم قدم وچ هويا، ڪهه گهتان اِهم ڪيڙي.
٢- رانجهن ساه پساه سين هويا، ڏي ڏکان نون نيڙي
٣- ”ونحن اقرب“ آک البيلي، آءُ پيني وچ ويڙهي.
٤- دين درياه دا ڪرم قطب تي، نت ناز ڪري پد چيڙي.

## ٦- جوڳ

ذا تي نال رليا ثيا ذات، پل ڳئي سڀ صفات.
١- هر جا ويکان رانجهن وسدا، ڏس دوئي دا ڪوئي نهين ڏسدا
هر ڪنهن وائي هڪوئي وات
٢- جان جان ويکان هڪوئي هويا، لنوُ لنوُ دي وچ سوئي پويا
وسر ڳئي هئي ہي سڀ بات
٣- ”ونحن اقرب“ سمجهه اشارا، سالڪ دا اِهو سير هئي سارا
”نفي“ وچون هويا ”اثبات“
٤- قطب سمجهه اهو سر سارا، اندر باهر نور نظارا
ڳئي پيائيءَ والڙي تات.

### ۷- پيروي

وهرواهچڙا تيڏا سهڻا واچا وچدا هئي، هوهو دي وچ هجدا هئي

۱- اناالحق آواز كريندا، كجهي نهين هڻ كجدا هئي.

۲- "لا" جي تار لكي تن اندر، "الا الله" كنون نهين رجدا هئي.

۳- آفاق اتي پرواز كريندا، تجهي نهين هڻ تجدا هئي.

۴- موج منصوري شور كيتا، تڏهان غير خيال سڀ پجدا هئي.

۵- قطب عشق الستي هويا، كالهه دا نهين آجدا هئي.

### ۸- ٽلڪم

اٿان پئيان وچ اٿان، جٿان "الا الله" ظاهر هويا.

۱- جت جهان ملك نہ آدم، ڏيان آٿان هڻ هويا.

۲- جڏهان جهان كتوئي جڳ فاني، تڏهان خالق هويا.

۳- "لا" كتوئي هكي لحظي، هڻ هكو حق هويا.

۴- كرم قطب تي اهو الستي، دين دريا دا هويا.

### ۹- ٽلڪم

تيڏي ويكڻ سيتي ماهي، ساڏي كئي اندر دي اوندا هي.

مرشد نال تيڏي همراهي، تيا روشن نام الاهي.

۱- تون هئين محمد مهدي، گهن آيو مشرب رندي
تيڏي دامن لڳڙي سندي، تيڏي مهر انهان تي آئي.

۲- تون آوين وچ عرب دي، اٿ آئين نال سبب دي
تيڏي هن عجائب عجب دي، تون ٿيوين دنيا دا واهي.

۳- گهن آئي عرض نمائي، تي دين دريا تون سائي
اها ويندي عمر وهائي، آ كي قطب سپا هي.

### ۱۰- جوڳ

متان چائي كو رانجهن چاك آيا، ڏكي ميم دا چولا حق پاك آيا.
ركي ميم دا اولا حق پاك آيا.

۱- كنهن رائي كنون ڏٺوال آيا، اوجهڙ گيا نون آڻ كي راه لايا

الانسان سري دارک رايا، مالک تي لولاک دا آيا
٢- اپنا باغ سنيالڻ آپ آيا، وچون باغ دي غير سپ پڳ جايا
"انا احمد" آءِ کي آپ سڏايا، اپني خواهش تي عشاق آيا.
٣- رانجهن تخت هزاري داشاه آيا، تي ظلمت دي وچ ماه آيا
کيتي ميان دليان دي ساه آيا، پوريل دران دي کولڻ طاق آيا.
٤- قطب رمز اهاتون کرسهي، کيئي وگر گئي اتون پل وهي
اها ڳالهه سڏائي آکي وحي، اپني رائي کنون افلاک آيا.

## ١١- کافي

تو کيون رانجها چڙ لائي هي، اتان کيڙي چا جنگ مچائي هي.
١- کيڙي واليان ڏيون آپ ڀاليان، سڙ مڙ هير ستاتي هي.
٢- رانجهن ميڏا ورد وظائف، اتان کيڙي کيون چاوت چائي هي.
٣- رانجهن لنو لنو دي وچ وسدا، کيڙي دي بات اجائي هي.
٤- قطب پينا سڳڻ منيدا، اينو ين دل سکائي هي

## ١٢- کافي

عشق اسير کيتي، دل ميڏي، ٻئي دا حکم نہ چلدا
هک سائين دا
١- رانجهن شاه هزاري دا سائين، کنهن راڻي کنون چاک سڏائيندا
پر مول نہ نهندا
٢- هير تہ گم هوئي وچ رانجهن، تون کنهن دي پار پڇائيندا
هير سيال دا
٣- آءِ کي نوکر چوچک دا هويا، پر صاحب پيلي مور نہ ٿيندا
نا کجهہ سهندا.
٤- آکي قطب فقير جن صاحب سڃاتا، سي جنم جنم وچ هوندا
مور نہ ويندا.

## ١٣- پيروي

هندو زوراور زوري، کيون لوٽي هي دل موري.
١- ابيچند دليان کو بند کيتا، گهت دام زلف دي ڏوري.
٢- رکن آباد کنا ري ڦرندي، کري دليان دي چوري.
٣- گڏون گام کنون جڏهان زير آوي، تڏهان ٿيوي قطب دي پوري.

## ١٤- تلنگ

رانجهن رانجهن ڪهي وال وال، ساڏي دلڙي هوئي بر حال
اندر رانجهن ٻاهر رانجهن، رانجهن ساڏي نال.
ڪيڙي پيڙي مول نه پاوي، رانجهن ساڏي سيني سماوي
رلمل رهيا رانجهن نال
ويکو ساليان ڪيڙي واليان، هڻ ڪيون قيريان ٻي حواليان
رانجهن شاه هزاري دا لعل
قطب ڏيان دروني ڏردا، هڏ چم رانجهن رانجهن ڪردا
لنو لنو هوئي نهال.

## ١٥- جوڳ

منهنجا جوڳيڙا ڪٿون آيا، اٿان آکي چاڪ سڏايا
ڪنون شاه هزاري آيا
١- اصل آها ظاهر ذاتي، پڇي آکي وچ صفاتي
اٿان محمد پاڪ سڏايا
٢- اصل آها لامڪاني، وچ خاڪي ٿيا مڪاني
پڇي خاڪي خاڪ سڏايا
٣- قطب سمجهه اهو سر سارا، سمجهڻ هيئي اِهو اشارا
اٿان آکي اوطاق بنايا.

## ١٦- تلنگ

ويڙهي عشق مچايو شور، پل ڳئي سب مسلي اور
١- ڪفر حقيقي هنگام اٺايا، حڪم بنايا اپنا هور
٢- درد ڪي ديمي دوڙ چلائي، لوٽ ليا دوئي زوران زور
٣- هير تي رانجهن هڪوئي هوگئي، وڃلا اٺ ڳيا آچور
٤- قطب رانجهن رنگپور دي وچ، ويک نه سگهندي ڪوئي ڪور.

## ١٧- ڪافي

عشق رکيندا عقل دا گهتيان، اسان عقل ڪنون منهن مٿياوو يار
١. هادي سائين رستؤن پلٽيندا، آب حيات ڏيان وٺيان وو يار

# باب ٹاڳون

## فقير روشن علي شاه (روشن) ۽ سندن ڪلام جو انتخاب

ويچارا واڊوڙ، سدا شاڪر سور سين
تاٿين متي توڙ، اوري ڪن نه آسرو. (شاه ڀٽائي)

سيد قطب علي شاه مرحوم جو وڏو فرزند سيد روشن علي شاه مرحوم جهانيان پڻ پنهنجي پيءُ ڏاڏي جي فقيرائي وات ونيو آيو.

فقير روشن علي شاه جي ولادت باسعادت سنه ١٢٧٠هه ۾ ننڊي جهانيان ۾ ٿي. شاه صاحب ننڍي هوندي ئي پنهنجي والد مرحوم جو طالب ٿيل هو. سندس شعر و شاعري انهيءَ ئي فيض پريءَ صحبت جي نشاني آهي. اهوئي سبب آهي جو نفس تي پورو پورو قبضو هوس. سچ چيو اٿن ته "سلو اهو، جو انگورين پلو." ننڍپڻ ۾ ڏنار سان مينهون چارڻ ويندو هو ۽ فقط کير يا ڪٽڪ جي رٻ تي گذر ڪندو هو.

شاه صاحب پنهنجي والد جي زير نگراني باطني بحر کي ته عبور ڪيو، ليڪن ظاهري علم سنڌي، هندي ۽ فارسيءَ تي پڻ چڱي دسترس هيس. اهوئي سبب آهي جو انهن ٽنهي زبانن ۾ سندس شعر ملي ٿو. اهو ڪلام فقيرانه ۽ رندانه هئڻ سان گڏو گڏ شاعرانه خوبين سان به پريل آهي، جنهن مان ثابت ٿو ٿئي ته شاه صاحب جو علمي معيار بلند ۽ مطالعه جو دائره وسيع آهي.

شاه صاحب وڏن جي پيرويءَ ۾ صوفي صافي مذهب ۽ مسلڪ جا هئا. ان ڪري بي تعصبي ۽ رواداري ته گويا شاه صاحب مرحوم کي ڪا ورثي ۾ مليل هئي. سچ آهي ته هو فقير بن فقير بن فقير بن ...... هو. اها بي تعصبي ۽ رواداري سچ پچ صوفين صافين جو ئي ورثو آهي. شاه صاحب جي بي تعصبي ۽ رواداري انهيءَ درجي کي پهتل آهي، جو جيڪڏهن عربي ۽ فارسي زبانن سان ناتو نباهيو اٿس، ته وري هندي زبان کي به نظر انداز ڪري، گهٽ ڪين گهريو اٿس، جيئن جو اسين انتخاب واري باب ۾ پيش ڪنداسين.

شاه صاحب ميان ميان روشن علي شاه مرحوم هڪ دفعي پنهنجي نوجوانيءَ واري وقت ۾ ٽنبڙي غلام حسين ۾ قلندر شهباز رح جي دونهين تي ويو، جتي ميلو لڳندو هو. شاه صاحب هڪ حسين و جميل ۽ نهايت خوبصورت نوجوان هو. چون ٿا ته ٽنبڙي غلام حسين واري ميلي جي موقعي تي هڪڙي مائي مٿس عاشق ٿي پئي. مائي کيس چوڻ لڳي ته "اوهين مون کي ڏاڍو وڻو ٿا." شاه صاحب پڇيس ته "توکي منهنجي خوبين مان ڪهڙي وڻي ٿي"؟ مائي جواب ۾ چيو ته "تنهنجا وار". تنهن تي شاه صاحب هڪڙي حجام کان پنهنجا وار ڪترائي ڪٽي مائيءَ جي جهوليءَ ۾ وڌا ۽ کيس چيائين ته "جيڪڏهن توکي منهنجا وار وڻيل آهن، ته پل ڪٽي وڃ." ڳوٺ واپس اچڻ تي ڪٽي ڪفني پاتائين. سندس والد صاحب اهو ڏسي نهايت خوش ٿيو ۽ چيائينس ته "ابا! شاباس اٿيئي، جو ابي ڏاڏي جي ڪار ڪئي اٿيئي."

## رهڻي ڪهڻي

شاه صاحب جي رهڻي ڪهڻي بالڪل سادي هئي. هو هڪ نهايت پرهيزگار صوم و صلواة جو پابند، صابر، شاڪر ۽ ڏاڍو سخي طبع هو. تسبيح گهڻي پڙهندو هو. عام رواجي نمازن کان سواءِ تهجد، اشراق ۽ زوال به پڙهندو هو. گهڻين نمازن پڙهڻ ڪري گوڏن ۽ پيشانيءَ تي پڻ اهڙا ظاهر ظهور نشان نمايان هوندا هئس. سخي ته اهڙو هو، جو يتيمن، بيوه عورتن ۽ مسڪينن بيواهن کي ماه به ماه وسعت آهر ڏيندو رهندو هو.

شاه صاحب مرحوم جو صبر ۽ تحمل انهيءَ حد کي پهتل هوندا هئا، جو جيڪو به ساڻن ڳالهائڻ چاهيندو هو، تنهن کي اڪثر اهو جواب ڏيندا هئا ته "ابا! آءٌ بيمار آهيان، تنهنڪري ڳالهائڻ جهڙو نه آهيان." ڏاڍيان ڳالهائڻ ۽ گوڙ بکيڙي کان پڻ ونئن ويندا هئا. ڳالهائڻ کان ايتري قدر نفرت هين، جو جيڪو فقير عام طرح سندن خدمت ۾ رهندو هو، ان کان پڻ ڳالهائڻ کان سواءِ اشاري سان ڪم وٺندا هئا.

طالب قصر، سونهن سر، ايءَ روميءَ جي روءِ
جنين ڏني جوءِ، تنين ڪچيو ڪينڪي." (شاه لطيف)

ڳالهائڻ کان گوشو انهيءَ ڪري هوندو هون، ته جيڪا گهڙي ماڻهن

سان ڳالهائڻ ۾ اجائي گذري، تنهن کي پڻ ياد الاهي سان سجايو ڪجي!

"صبر وڏو ست، سگها ميڙي سپرين." (شاه ڀٽائي)

جيڪڏهن ڪو سائل وٽن طالب يا مريد ٿيڻ جي غرض سان ايندو هو، ته ان کي مريد ڪرڻ کان نٽائيندا هئا ۽ پاڻ کي لڪائڻ خاطر ان کي چوندا هئا ته "ابا، مون ۾ ڇا آهي." مگر حقيقت اها هئي ته سندن پيشانيءَ مان نور پيو بکندو هو.

"شمس قمر نه پاڙيان، سيڻن جي شبيهه." (شاه ڀٽائي)

## وصال

"اولا ڪٽي او، ڀڳهه ڇوڙي ڀنڊ ڀيا
آيل سامونڊين جي، آهي اٺانگي جوءِ." (شاه ڀٽائي)

سچ آهي ته هر نفس کي موت جو ذائقه چکڻو آهي. هيءُ خدا جو نيڪ بنده تاريخ ٢٣ رمضان سنه ١٣٥٠هه برابر ١٩٣٢ع ۾ فاني دنيا کان سراءِ جاودانيءَ ڏانهن روانو ٿيو ۽ هن جهان سان پنهنجا تڳا ٽوڙي ويو (١).

هو پنهنجي والد مرحوم جي وفات سنه ١٣٢٨هه کان ١٣٥٠هه تائين، يعني ٢٢ سال درگاه قطب علي شاه جهانيان جو سجاده نشين ٿي رهيو. کين ٻه پٽ هڪ سيد هادي بخش شاه مسڪين ۽ ٻيو سيد غلام عباس شاه هئا.

ڪائن پوءِ سندن وڏو فرزند سائين هادي بخش شاه سجاده نشين ٿيو. سندن چوڪنڊي اڇي آڇي سنگمرمر جي ٺهيل آهي ۽ پاڻ پنهنجي والد سيد قطب علي شاه جي روضي ۾ مدفون آهن.

## ڪلام

شاه صاحب جو دستخط ڪلام موجود آهي. اهو سندن درگاه شريف تي سجاده نشين صاحب وٽ محفوظ آهي. سندن ڪلام "گلشن روشن" نالي ڪتاب ۾ سندن هڪ عقيدتمند مريد همتسنگ سجانسنگ جگتياڻيءَ سنه ١٩٤٠ع ۾ ڇپايو. ان ڪتاب ۾ ڪل ٨٦ صفحا آهن. ١ صفحه کان ٩ صفحه تائين ٦٢ ڏوهيڙا (بيت)

(١) "ياد رفتگان" (طالب المولي) ۾ سندن حياتيءَ جو عرصو ١٨٦٧ع کان ١٩٣٥ع ڏيکاريل آهي، جو درست ناهي.

ڏنل آهن، جن ۾ ۵۷ سنڌي ۽ ۵ سرائڪي بيت آهن. ڏهين صفحي تي هڪ سي حرفي، ۱۱ صفحي کان ۱۳ صفحي تائين ٻي سي حرفي (لولي)، ۱۴ صفحي کان ۱۶ صفحي تائين هڪ ٽئين سي حرفي اچن ٿيون. صفحي ۱۷ کان پڇاڙيءَ واري صفحي تائين ڪافيون اچن ٿيون، جن ۾ ڪل ۱۷۲ ڪافيون آهن، جن مان ۴۴ سرائڪي ۽ ٻيون سنڌي ڪافيون آهن. انهن ڪافين جي وچ ۾ صفحه ۲۵ تي هڪ مناجات ڏنل آهي، جا هر ماه پهرئين سومر ڏينهن ۽ ۱۷ ذوالحج تي سنڌن مرشد سائين فقير قطب علي شاه جي ساليانې ميڙي جي آخرين ڌمال کان پوءِ روضي مبارڪ اڳيان پڙهي ويندي آهي.

صفحه ۳۹ تي هڪ فارسي غزل، صفحه ۴۱ تي هڪ سرائڪي مسدس، صفحي ۴۶ تي هڪ اردو غزل، صفحي ۴۷ تي هڪ منقبت، صفحي ۸۷ تي هڪ سرائڪي فرد ۽ هڪ ساقي نامه، صفحي ۹۷ تي هڪ مخمس ۽ منقبت، صفحه ۸۲ تي سلام، صفحه ۸۴ تي قصيده پڻ اچن ٿا. سڄو ڪلام عبديت، هدايت، عشق، مجاز، صبر، درد، محويت، محنت، فاقه، وحدانيت، اثباتي ۽ ثنا خواني وغيره تي ٻڌل آهي.

## عجز ۽ انڪساري

صفحه ۲۶ سر پيرويءَ ۾ پيغمبر صلعم جي حضور ۾ عرض ڪري ٿو:

"اصل احمد ڄام جي آءٌ پيش پناري"!

صفحه ۵۶ ۾ وري اجهو هن طرح عجز ڪري ٿو:

"هوت نه ڇڏجانءِ هب ۾، او ٻيوڙي ٻـدڪـار
پيش تنهنجي پناري!

صفح ۷ جي بيت نمبر ۴۳ ۾ نوريءَ مثال تماچيءَ اڳيان ڪهڙي نه دلدوز ۽ جگرسوز صدا ڪري ٿو:

"تون ڄام تماچي بادشاه ۽ آءٌ ڪوڙي هيءَ ڪچي."

## عشق مجاز

صفحه ۳۳ جي ڪافيءَ ۾ شاه صاحب چوي ٿو:

"اڙايان زلفان ڪاليان وي، پيچ پيچ گهت دام دليان ڪون
آسدي چيلهه گنير دا چالا، مٺيان لبان ديان لعليان"

محبوب جي چيلهه کي اسدي (شير واري) سڏيو اٿس، جئن ته اسد (شينهن) جي چيلهه سنهي ۽ لڪدار هوندي آهي، تنهن ڪري پاڻ به محبوب جي چيلهه کي شينهن جي چيلهه سان تشبيه ڏني اٿس. گنير دا چالا مان سندس مقصد آهي ته جيئن گنير (هاٿي) مستانه وار هلندو آهي، تيئن شاهصاحب به پنهنجي محبوب جي هلڻ (لوڏ) کي هاٿيءَ جي چال وانگر مستانه وار تصور ڪري ٿو.

## سچاعاشق

شاه صاحب صفحه ٢٧ ۾ فرمائي ٿو:

"جيڪي عشق ڪيا انسان، صحيح سلطان ٿيا."

## عاشقن جي عيد

صفحه ٣٥ ۾ چوي ٿو:

"محبتي ميدان ۾ مچڻ، عاشقن جي آه عيد
مچ ۾ ٿي پروانو پچڻ، عاشقن جي آه عيد" (الخ)

## اردو ۽ فارسي شعر

شاه صاحب جو صفحه ٣٦ ۾ اردو زبان ۾ نمونه طور هڪڙو غزل ڇاپايل آهي:

" کربل کا سفر شه نے کیا راه خدا میں
شبیر کا سب کنبہ لٹا راه خدا مین." (الخ)

فارسي غزل صفحه ٣٩ ۾ آهي:

"بحر خدا صنم تورخت يک نظر نما،
تشنه شدم بديدن تو اى صنم بيا." (الخ)

شاه صاحب مرحوم شبد نمبر ٣٣ ۽ ٣٥ ۾ هندي ڀاشا جا الفاظ اهڙي بي‌تعصبيءَ ۽ ڪثرت سان استعمال ڪيا آهن، جي سندس صوفي‌صافي هئڻ جو زنده ثبوت آهن:

"ستگر ايسا گيان لگايا هے گيان لگتے پانچ تيا گيا،
من نرمل هوجاياے" (الخ)

نمبر ٣٥ ۾ چوي ٿو:-

"ستگر ايسا ڀيد بتاياے ڀيد بتاوت لنو جا لاگي،
دم دم درشن لايا هے" (الخ)

شاه صاحب جا بيت يا دوها اهڙا تہ پيارا ۽ لذيذ آهن، جو انهن جو انتخاب ڪندي دل ئي نہ ٿي چوي. سندس ڪلام ساميءَ جي سلوڪن ڪان گهٽ ڪنهن بہ حالت ۾ نظر نٿو اچي. حالانڪہ هيءُ هڪ مسلمان صوفيءَ جو شعر آهي، ليڪن جيڪڏهن نالو ظاهر نہ ڪجي، تہ جيڪر هرڪو سامي جي شعر سان تعبير ڪري. ملاحظہ لاءِ بيت نمبر ۱ ۽ ۲ پيش ڪجن ٿا:-

۱. سنتن جي صحبت ۾، آهي امرت جي اچل
لائي چت چرنن ۾، ٿي نام جپي نرمل
پوري گر جا پريم سان وچن ڪر واصل
هنثين سان تون هل، روشن انهيءَ راه ۾.

۲. سيا ۾ سنتن جي، وڃ وچائي وسواس
جنم جنم جا ڏکڙا، ٿين لحظي هڪ ۾ ناس
درشن ديالن جو، ٿو ڪاٽي جم جي ڦاس
روشن، ٿئي سو راس، جو اچي انهيءَ رنگ ۾.

شاه صاحب پيغمبر صلعم ۽ سندن آل اطهار جو ساري زندگي مدح گو ۽ ثنا خوان رهيو آهي. سندن شعر جو گهڻو حصو انهن جي عشق ۽ محبت سان ڀريل آهي.

صفحہ ۷۳، ۷۶، ۷۸، ۷۹ ۽ ۸۳ ملاحظہ لاءِ پيش آهن. پنهنجي والد مرحوم جي انتقال جو احوال بمع تاريخ، ماه ۽ سال هيٺينءَ طرح پيش ڪري ٿو (صفحہ ۸۱):

ڪامل اڪمل مرشد منهنجو، عارف هو الله جو - حق راه جو.

۱. دم دم مرد مراقبہ مائل، شغل اهو هو شاه جو - حق راه جو
۲. فيض فقر تي هردم جاري، داتا جي درگاه جو - حق راه جو
۳. قطب علي اعليٰ جي در تي، سودو هو سر ساه جو - حق راه جو
۴. عاشق جو ٿيو عروج فلڪ تي، سورهين ذوالحج ماه جو - حق راه جو
۵. تيرهن سؤ اناويهن ۾، مرتبو ٿيو ان ماه جو - حق راه جو
۶. روشن تي هٿ مرشد ڪامل، رهبر پشت پناه جو - حق راه جو

(۱٦ ذوالحج سنہ ۱۳۳۸ ھ)

# ڪلام جو انتخاب

## سنڌي بيت

(١)

آمليه نالو نام جو، سرت ساڻ سنڀال راتو ڏينهان روح ۾، جانب سان ڀيو جال
وسارج ڪين وجود مان، محبن جي مقال هڏ چم گڏي هوت سان، نسنگ ٿي نهال
جاڳي ڏس جمال، روشن ننگي نام جو.

(٢)

نماڻيءَ جي نجهري، آري جام اچيم ٿورياڻيءَ ڪي ٿرن ۾ مورون ڪين مٿيم
روشن ڪي هن راه ۾، ويل نه وساريم اچي ڀول ڀڪيم، پلوءَ سان پناه جي.

(٣)

ندوري ستينءَ ننڊ ۾، ڪيءَ جاڳڻ جي نه جفا سرتين سير سنباهيا، تو ڪتيا ڪين دڪا
پوندي ستڌصراف ڪي پوءِ ايندءِ ڪونه اپاءُ روشن رک رتا، ڪا اڳتي جي احسان جي.

(٤)

چوري چپر چو چلين، وڻ ڏاهي وارو ڏس هيڪاندي ٿي هوت سان، هاڙهي ۾ تون هس
ڳولي ڳالهيون ڳجهه جون، پرين پنهنجو پس ڳوڙن وارو ڳس، روشن ڏس تون روح ۾.

(٥)

جي پائين مقصود ملي ته صحيح سجائڻ دم چوراسيءُ جي چڪر سان پوءِ تنهنجو ڪم
مر جيءُ مرڻو اڳهين ته جو ڪو ڪري نه جم راتو ڏينهان رم، روشن تون هن راه ۾.

(٦)

جي پائين جوڳي ٿيان ته بڪري ڪڏي م ڀل منجهون منجهه وجود ۾ تون محبن سان مل
نعرو نسنگ نام جو ڪر رڳن ۾ رلمل روشن پٽي نه دل، پيهي پس تون پاڻ ۾.

(٧)

روشن ٿيا روح ۾ آرامي اصل عام نه سمجهي انجي قرب واري ڪل
مرشد پنهنجي مهرسان ڪئي عشق جي اچل ويرانا وسايا قرب سان ڪامل
جيءَ اندر ۾ جهل، مرشد واري مام ڪي.

(٨)

جڙي جوش جگر مان جاڳي پيا جهار عروج ۽ نزول جا وهندي ٿيا واهار
ڪليا ڪپاٽ قرب جا ٿيا انڪاسي اظهار ڪري نڪاس نڪيا وحدت جا ونجار
نامي ٿيا نروار، روشن راز رنديءَ ۾.

(٩)

سامي سدائين سرها، ڀاريا ۾ ٻڪ اٿن اڄ اندر ۾ سندي ساجن سِڪ
سدا وتن سرها عاشق ساڻ الڪ فنا جي فڪر ۾ ٿا آلي رکن اک
روشن تن جي رک، جاڳي پيئي جهان ۾.

(١٠)

آڇيا آيا آب لِيءِ، سڪي مان سراب پري آيا پاٽيءَ تي سي نهر پسي ناياب
صيقل هٽي سڪ جي من ماڃي ڪيائون مهتاب ساقي اڳيان سرڪ لئي ڪسي ٿيا ڪباب
سڪندن کي سخاوت سان ساقيءَ ڪيو سيراب ملڪن ۾ مشهور ٿيو پوءِ پيتن جو پرتاب
وڇندو ويو ولائت ۾ ايهو رمز رباب تنين جا تراب، جاڳن پيا جهان ۾.

(١١)

نس ڏن جهن نام کي، جودون جنگ جوان محو آهن محبوب ۾ هر دم سي حيران
عمر وڃائي اوچتي ناحق تو نادان مورک تنهن مرشد جي تي قدمن تان قربان
جنهن ڪر ڏنو هيءُ گيان، روشن راه رموز جو.

(١٢)

سارنگ چڙهيو سيج تي، گوڙين ڪيا گهمسان واحد مينهن وسڻ جا ڪيا عالم تي اعلان
مينهن وسايا مهر سان رزاق رب رحمان حيوانن کي همٿ ٿي، ٿيا آسودا انسان
روشن راضي رب ٿيو ڪيائين ان پاٽي ارزان سڀا جهي سبحان، ملڪ وسايو مهر سان.

(١٣)

ڪلجڳ ۾ ڪاهڙي اڃا ٻه آهين ڪامل پنڌ ڪابول جو ٿا پل پل پچائين
لوڪان لڪي وجود ۾ رنگ ٿا رچائين روشن رهن رمز ۾ پر ڳجهه نه ڳالهائين
اهڙا ڳڻ ڳائين، جنهن سان ڪسون لهن قلب جون.

(١٤)

ڏنڊا پنيندي — پيٽ جا لٿو سڄ سارو سنجهي ۾ ٻه سمهين رهين تان آپري ويو تارو
آلين تون جنهن ڪم لئي سو ڪيءَ وڃ ۾ ويسارو وحدت ويچارو، روشن ڪيو نه روح ۾.

(١٥)

دل ڳڏڻ دنيا ۾ چڱو ناهي چه ڪيرائيندي ڪهر تان ڳڏهه ڪري ڪه
خوديءَ واري خچر تان لانگ ورائي لهه پٺي ڏي پليت کي ته ڪڙيون چٽيئي ڪه
پوه رمز انهي ۾ رهه، گوشو ڪري ڳڏه ڪان.

(١٦)

"همه اوست" واري حال کي سمجهي ڪرصحي ڪتي سان ڪم ڪهڙو پوڻي توڙي بهي
چڙهي سرسوري ۽ تي مستان لکجي پوين لهي پولي پاروچن سان ڪهي سا رهي
نهڪر ناهي نهي روشن ، انهي راه ۾

(١٧)

ده دم ڏمج دم سان جئن مهي مانداٺي دورو لائي دم جو جئن ڪڙي ڪانياٺي
روشن راز انهي ۽ جو جي چاڻ ڪٽي چائي اڳ پڻ وهاٺي، تون هٿ ڪري وٺ حال کي

## غــزل

عاشقن کي آهي سڌ ساري سچي مذڪور جي
لوڪ کي ڪانهي خبر هن دائمي دستور جي
عاشقن پرواز ڪيو آهي سما ڪان تا سمڪ
باز سان ڪهڙي مجال آهي ڀلا عصفور جي
راز جو روشن سبق پاڙهيو اٿئي پير مغان
خاص کولي ڏس اندر نازڪ نبيدي هن نور جي

## سرائڪي بيت

(١)

جڏهان ، نام حسين دا دل کنون پاهر آوندا هي
سٺ ڪوهم پري ول دوزخ ٿي پهچ جاندا هي
ڦــڙ دامن تون شبير دي ، روشن دل دي نال
دشمن خوار خراب . ٿي تيڏا آپي سزا پاوندا هي

(٢)

محبت دي ميدان وچالي آون مــرد مــواليـي
دم دروني غوطه مــارن آئـي اک دي آلي
دم دم دل وچ جهاتي پاوڻ چـست تنهاندي چالي
مرد تنها دي هردم هوندي ، روشن رمز نرالي

## سنڌي ڪافيون

### (١) ڪوهياري

ٿل:— کهڙو سينو مان ماهيان - پانهي آهيان پاروچل جي

١— اصل آريچن جي، پولن پيڙي آهيان

٢— پنهل جي پورهيت ٿي، پوءِ سائڻ ڪيئن سڏايان

٣— شب و روز رهن مون، ڪانڌ ڪارڻ شل ڪاهيان

٤— روشن رئو پانهن جو، پاڻ ڏنئون سو پايان

### (٢) گجري، ڪنڀات، تلنگ

ٿل:— ڏسي سهڻل جو سينگار، اکيون اري مون آيون آيون

١- موءِ مسلسل ڪامل قهري، نسنگ لنڪ زوراور زهري
ونڪيو وجهن نيچي ٿي وار، پيچ پريت جا پايون پايون

٢- عين عجيبن ٿيهن نظارا، چوپيو چرا ڪن پنبڻيون پارا
لنڪهي پتون ڏوپنار، جڳ جهان ڪري جايون جايون

٣- اهي عجيب سدائين سهڻا، نين قريبن جا پڻي ڪهڻا
پکين پتون پڻهار، ڪيهڙيون ڏکيون تي گهايون گهايون

٤- روشن ره تون حب هرڪم، توسان هوت سدائين همدم
دوئي کي ڪر ڏار، وريون وصال جون وايون وايون.

### ڪلڙو

ٿل:- ڪنيا دم جي حق سان سي ماڻڪ هيرا - جيڪي ويا اجايا سي ڪوڙيون ڪسيرا

١- سواءِ دم قدم جي پيون ڪوڙيون کهاڻيون، خدا پاڪ آهي سميع بصيرا

٢- پڏائي پڻ ڪي سريو ڪاچ کهڙو، گجهون دل اندر مون از شهد و شيرا

٣- علي کي مڃايو نبي لمشر سارو، جنهين جو لقب هو بشيرا نذيرا

٤- رهو حب مولا حيدر جي روشن هميشه، امانت جو اصل ڪان علي دستگيرا

## ٤- تلنگ

ٽل:- جيڪو سيئي سياڪا سٺي سو مرد اچي ميدان ۾
١. چوڻ ڪرڻ ۾ فرق ٿيو ڏاڍو ڪري آهو جنهن کي قرب جو ڪاڍو
ڪول ڪلالن ڪٺي اچي مٺو رکي مئخاني ۾
٢. لوڪ ملامت سرتي سهائي جاڙون جنيون پلوءُ ۾ پائي
هڏ نه پوئتي هٽي پيري گام انهيءَ گذران ۾
٣. عشق جو بار آماڻڪ آيو مردن مرڪي سرتي چايو
لاڳا پا سڀ لٿي رهيا نفعي نڪي نقصان ۾
٤. روشن رمز جنهن سان لائي بره بهادر پاڻ پلائي
پوريل در تو پٺي پٺي جڏهن عشق اچي انسان ۾.

(٥)

ٽل:- صورت ۾ هوئي معنيٰ رکيل جنهن کان ملڪ مسجود ٿيا
سوسالڪن سر ڪيو صحيح تڏهن عشق ۾ آلود ٿيا
١. بيشڪ چڙهيا بازي فلڪ پٽ غير جو غمزو هٽي
صوفي صفائيءَ ۾ رهيا تڏهن برهه ۾ بهبود ٿيا
٢. هي هو ٻئي وچ ۾ ڇڏي وڃي ذات ۾ ذاتي ٿيا
سڀ ماسوا کي ترڪ ڏيئي هرجاء حق مؤجود ٿيا
٣. محبوب سان ملحق ٿيا ڇڏي سلسلا سنسار جا
جڏهن پاڻ کي پاسي ڪيئون بيشڪ سي لا مقصود ٿيا
٤. روشن رهبر هن راهه ۾ پيري مغان جي مام سان
جن رمز هيءَ روح ۾ رکي سي مرد سڀ مسعود ٿيا.

## ٦- آسا

ٽل:- اڱڻ تي دوست من محرم پلي آيو پلي آيو
دلاسو دل کي ٿيو دم دم پلي آيو پلي آيو
١. اچي محبوب اڄ مون کي ڪيو سرشار ڀر پياري
پيالا ڀرت جا پيهم پلي آيو پلي آيو
٢. ڳايان ڳڻ ڪيترا آئون پلي جي هن پلائيءَ جا
ولهيءَ تي وڙ ڪيئين هردم پلي آيو پلي آيو

٣- ڪيا ڪوڙئين ڪرم پنهنجا اڇي اڄ عشق عاصي تي
ڪيئين حيوان مان آدم پلي آيو پلي آيو

٤- پروڙي رمز هيءَ روشن جنهن دم سان لنوءُ لائي
وڃي ذاتيءَ ۾ ٿيا سي ضم پلي آيو پلي آيو.

(٧)

ٿل:- عاشق رهن صبوح و مسا فڪر فنا ۾ خود فنا

١- جي "لا" جي لهرن تي چڙهيا ڪين آر ۾ عاشق اڙيا
وحدت جي واديءَ ۾ گهڙيا پوڙي پيائيءَ جا پنا

٢- بيشڪ بقا بالله سي ۽ عارف الله سي
ڪن روز شب "لا اِلٰه" سي سر ڪي سدائين بر سنا

٣- دم سان سدا واڳيا وتن پي ڪار دنيا ڪانه ڪن
تي ماسوا دشوار تن توڙي ڪينوٽن سر تي ڪنا

٤- آگه جي هئا آواز جا روشن جي محرم راز جا
واقف وجودي ناز جا ويا پرت جا پاڙهي پنا

(٨)

ٿل:- لعلن لعل قلندر لعل تون آهين نوري مرد نهال

١- در تنهنجي تي ملڪ جا مالڪ روز اچن مجذوب ۽ سالڪ
تنهنجو آهه قرب ڪمال

٢. عشق جون تو وٽ آهن اوجون هردم آهن تو در موجون
ميلو مچي تو سالون سال

٣. اچن ٿا تو در سوين سوالي سائل ڪونه وڃي ٿو خالي
سائين سٽين تو سڀ جا سوال

٤. مست ملنگ ٿا نعرا مارن ڪوٽ ڪفر جا ڳاريو ڳارن
تنهنجو جاري آهي جذب جلال

٥. روشن روز ڪري پيو ڪارون صاحب منهنجون لهج سنڀارون
هردم بخشو خاص خيال

(٩)

ٿل:- رهنما جڳ جو ولي ِ خالق ِ اڪبر ڏنم
قاسم خُلد و سقر سو خواجۂ قنبر ڏنم

١. نائب خيرالورا هر مومنن جو پيشوا
سو ساڻ حڪم ڪبريا بر مسند و منبر ڏنم

٢. مخزن ِ رازِ الاهي خافقين تئين جنهن جي شاهي
قابض ِ تا ماه ماهي فاتحِ خيبر ڏنم

٣. ان جي سخاوت جي نہ حد قلزم بہ گويا جزر مد
ڏيندو شفاعت جي سند هردل جو سو دلبر ڏنم

٤. روشن نہ ڪر خوف و خطر گو راہ آهي سخت تر
آهي جو دست دادگر سو هادي و رهبر ڏنم.

## سرائڪي ڪافيون

(١)

ٿل:- درس دلاسا دلبر ڪيتا عشق والي ارشاد دا امداد دا
١- مرشد سائين مهر جا ڪيتي عزم ڏتس آساد دا آزاد دا
٢- دلبر دي دروازي وچون وهم مليا فولاد دا آباد دا
٣- نينهن جڏهان نرواري ڪيتي نعرا ماريس ناد دا اتحاد دا
٤- روشن راز مليا مرشد ڏنهون درس دلاسا داد دا دلشاد دا

(٢)

ٿل:- برہ پيڙ چا لايا هي خامي خطري سڙ ڳئي هن سڀ
١- جوت دا جلوا جاڳيا جنهن دم ڪام ڪروڌ وڃايا هي
لوڀ تي موہ اهنڪار ٿئي اٿليپ
٢- اوهنگ سو هنگ ڪل پئي ساري ستگر سبق پڙهايا هي
ڳگن منڊل دي ڪلئي لاڪب
٣- ستگر صاحب صيقل مارڪي سينا صاف ڪرايا هي
ڪلي ڪپاٽ خلاصي ٿئي تب
٤- روشن رمز اِنهين دا رستا پير مغان کول پايا هي
مطلب ملڳئي راضي ٿيا رب

(۳)

ٹل: پيچ نظم نثر دي چال کنون ٹي واقف دل دي حال کنون

۱- ست سيرکواکب ساري نون چا لوٹهه رمل دي لاري نون
گهن پير مغاندي اشاري نون کيتا واقف جنهن ته وصال کنون

۲- هڻ لوکاندي لک طعني سه وچ محبت دي مئخاني ٻهه
وت گهرا گس ايهوئي لهه نس ترت طمع دي تال کنون

۳- جي چاڻ اندر دا چاٹين تون تان من وچ محب نون ماٹين تون
ول خام نه خطا آٹي تون وت مام دي مخفي مقال کنون

۴- ايها روشن رمز نرالي هي آتي عشق دي منزل عالي هي
جهلي دست دليرکو دوالي هي ٹيوي آگه سو احوال کنون

(۴)

ٹل:- صورت وچ سماوين، سرچاوين ٻڇي عشق الله دا

۱. دم دي نال قدم کون رلاوين پير نه ٻچي پاوين ....
۲. راتو ڏينهان نام نه وسري سر وچ سرت ٻچاوين ....
۳. سن منډل وچ کرکي نکاسا پهلا عروج اٹاوين ....
۴. روشن رمز وجودي پاکي سر تون ساڏ سڏاوين ....

(۵)

ٹل:- کيڑي دي هڻ باس نه پاوي عشق اسان کول آيا هي
روز ازل کنون سر آهٹي تي مٹن مهٹا ماهي دا چايا هي

۱. نا مٹن مگي پرڻي نه پينگهي پار لڏايا هي
مٹن رانجهن دي تي رانجهن ميڏا ايهو رنگي رنگ بنا هي

۲. لوکان نال نه کم اسانڏا اپٹا هي يا پرايا هي
ٻاجهون ماهي دي نظر نه آوي هک سيني يار سمايا هي

۳. دلڑي لٹ نيتي رانجهن سائين کيون کيڑيان مغز کپايا هي
دل دي رمز نون سالک سمجهن لوکاندي بحث اجايا هي

۴. روشن رمز ڳجهي دا سبق مرشد پاک پڑهايا هي
صدق ٹيوان لک وار قدم تون جنهن صاحب سر سمجهايا هي

## (٦) تلنگ

ٿل:- ڪيتي ٻره پلائي پيال مارو دم دي ٻرس ڏمال

١. عشق جهنين ڪول آيا هي تنهن معنيٰ مطلب پايا هي
ول درس ٻروني لايا هي هڻ ڦيرو من دي مالهه

٢. محبت دي ميخاني آون ڪاڻ وتي ڪڏڪند ڪهاون
آپ گنوا مطلوب نون پاون ڪيتي ناز نهال

٣. خيال دي نال خيال نون ليندا خواهش پوري خيال ڪريندا
عروج و نزول ٻه خيال نون ٿيندا خوش ٿي هٿ ڪر خيال

٤. روشن راز رندي نون چاڻن مرد آهي ميدان ملهاون
سانگا سوره سر دا چاون واصل ڪرن وصال .

## (٧) آسا

ٿل:- پريم ننگر دا واسي ٿيوسي عشق ڪيتي احساني الا

١. پريم ننگر ديان گوڙهيان گليان سڌڙيان آنديان واٽ تون وليان
ويکن جيڪي پرت ديان پليان نينهن دي هي نيشاني الا

٢. پريم ننگر دا سؤدا اؤکا گهنڻ سر دي سواءِ نهين سؤکا
جيڪو ستيندا جيءُ دا جوکا سوئي ڪري سلطاني الا

٣. پريم ننگر وچ پرت پساري وحدت دي وچ ڪر وڻجاري
سوريءَ تي چڙه ڪر سرداري مرد اهو لاثاني الا

٤. روشن رمز دي ڪر منظوري دوست هٿون وچ سک دستوري
پرت تڏهائين ٿيسين پوري عشق هي راز رباني الا

## (٨)

جد چرخي سي چت لاوينگي تد اپڻا ڍول مناوينگي

١. طلب دي تاري پاوين تون ول گجهه دي رمز نون گاوين تون
جد مام دي مني لاوين تون تد آتڻ دي وچ آوينگي

٢. حال دا هٿيا لاوين ني تي جوٽا جار دا پاوين ني
ول من دي مالهه چڙهاوين ني پڇي دؤرا دم دا لاوينگي

۳. تنهنون آيا ساءِ سمهڻ دا سرتيان سمايا ڪيتا ڪتڻ دا
ويلا آيا هٿ دي هاڻ دا پڇي تون پڇتاويندگي
۴. سرتيان آندا سٽ سمورا تيرا هويا پاءُ نہ پورا
نالي چوڙيو ڪم اڌورا هڻ ڪيوين سک پاوينگي
۵. سرتيان سينگاں ڪيتي تياري تئن نون لڳگئي ننبد پياري
پوسين صرافان نون سڌ ساري هرگز تون شرماوينگي
۶. روشن راهہ رموزي والي تئي صرافسي هٿ دي حوالي
دم دي دام ڪنون جي پالهي وار انهان دي آوينگي .

(۹)

ٹل: آيا سر سبحان رنگي رنگ بتاوڻ ڪيتي
۱. "انا احمد بلا ميمؑ" اندر سارا راز رحيمي
امر "الاانسان سري" سر سمجهاوڻ ڪيتي
۲. "من عرف نفسه" دانعرا "فقد عرف ربه" دا اشارا
نينهن والا نيشان سارا سبق سکاوڻ ڪيتي
۳. هفت فلڪ وچ سر نہ سمايا تڏهان برقعا ميم دا پايا
ضعيفان دا ضمان عاصي خلق چڙاوڻ ڪيتي
۴. روشن راه تي رهہ تون محڪم مرسل ماڙ ڪريسين هردم
آوسين ڪر احسان تيڏي گنه بخشاوڻ ڪيتي .

(۱۰)

ٹل :- جنهنڪون عشق ڪري البيلا تنهن ڪون ڪون بڻاوي چيلا
۱- عاشق مست سدا متوالي چست تنهاندي شاهي چالي
واند ڪرن نا ويلا
۲- عاشق عام ڪنون هن عاليٰ بخت انهان دا بلند تي بالا
مرسون پڏن سر ليلا
۳- مرد معليٰ دي شاهي چاون توڙي دلق پرانا پاون
صاف رهن توڙي ميلا
۴- روشن رمز تنهاندي نرالي رهندي وحدت وچ لا ابالي
ڪاٽن وقت اڪيلا

(١١)

ٽل:- نوبت نينهن نقاري وڄندي — داتا دي دن رين ڏونهين

١- هندو مومن مل ڪر آوندي — ڳاون مل طرفين ڏونهين

٢- پير جهان دا در ڏٺوسي — ٿئي حاصل حرمين ڏونهين

٣- دولت دين دي دريا وهندي — جيوين هن بحرين ڏونهين

٤- رقص ڪرن مجذوب تي سالڪ — چوڙ ڏيون زلفين ڏونهين

٥- روشن دي اولاد سچي دي — ظاهر هن حسنين ڏونهين

# باب ڏهون

## سيد شمس‌الدين شاه (شمن) ۽ سندس ڪلام

"جرخو پنهنجي چت ۾، پئي پيريو جن،
توڻي ڪين ڪتن، ته به ڪانڌ انهين جو ڪوڏيو."

(شاه ڀٽائي)

سندس ولادت سنه ۱۸۷۹ع ۾ ٿي. سندس والد صاحب فقير قطب‌علي شاه جن جو مٿس راضپو هوندو هو. جيئن زبان مبارڪ مان پوليندو هو، تيئن ٿيندو هو. لا ولد ٿيو. سندس وصال سنه ۱۹۲۰ع ۾ ۴۱ ورهين‌جي عمر ۾ ٿيو. سندس‌وصال جو ڏينهن ۲۶ ذوالحج ملهايو ويندو آهي. سندس‌ڪلام گهڻو ئي چيل‌آهي، "شمن" تخلص هين. مگر جيڪو ڪلام هٿ اچي سگهيو آهي، سو هت پيش رکجي ٿو.

### بيت

(۱)

اچي ڪندو سهنج سيد سيئي سولا
پڌج سڪ جو سندرو ڪج هوت جي گولا
اچي ٿيندو اگ ۾ سونهون سو مولا
ويندا شمن پولا، لهي گوندر گولڻين.

(۲)

اٿي اور الله سان تون ڪيد نه ڪنهن جي ڪاڻ
هوت تنهنجي هنج ۾ تون صحيح پاڻ سڃاڻ
وڃين چو ٿي وندر ۾ هوت گولڻ ڪاڻ
ڏس شمن ولوڙي پاڻ، اٿئي هوت اندر ۾.

(۳)

هڏا سڀ هلي چڙڪي ٿيا چور
پلئه پاتا پرين سرجنديئي سور

سگهو ڏينهن شمن چوي ڏنو ڪونہ ضرور
اهي سنيها ٿيا سور، پرين پسايو پنهنجو.

(٤)

لايم جي سور، سا پاڇ نہ نڪري ٻاهر
سانڍيم سيئي سرتيون ذرو ٿيو نہ ظاهر
اچي وڙ وندر ۾ ڪندو ولهيءَ جي واهر
ڏيئي شمن ڪي آڌر، چاڙهيندو چاڙهہ تان.

## سرائڪي ڪافيون

(١)

ٽل:- سڪ ريت رانجهن دي ريجهاوڻ دي، ڪر خيال خودي دي ڪاوڻ دي.

١- راز رانجهن دا جو ئي جاڻن، سودا سر دا آڻ لڙاون
سُولي تي سر يار چڙهاون، رمز انهي دي سجاڻڻ دي

٢- هردم رک تون خيال هڪوئي، ساڻ نہ چلسين پيو نہ ڪوئي
اندر ٻاهر هُو هُو هوئي، سُرت انهين سان لاوڻ دي

٣- نڪري نينهن دا مار نغارا، هادي دا هي قرب قرارا
ڪر سيري وچ سير سارا، موج مستي دي آوڻ دي

٤- شمن شان هادي دا شاهي، تون ٻہ انهين دا هئين سپاهي
وات نہ وارج ٻي ڪا والي، قرب دي ڪر وڌاوڻ دي.

(٢)

ٽل:- ڪر ترڪ طمع دي تال، رک تون ذاتي نال خيال

١- جيسين ناهہ نگي نا ڍهسين، تيسين عشق دي چاڙهي مول نہ چڙهسين
جڏهان دفتر دوئي دا سيئي ڌوسين، تڏهن ٿيسي وحدت نال وصال

٢- لائم لائي يار تون ڪاتي، ڪري جدا تون ذات صفاتي
پائي دروني پوءِ ڏس جهاتي، لاهوتي آت ٿيسين لال

٣- دنيا دي هن ڏون ڍهاڙي، چوڙ تنهيندي تال ٻکيڙي
ماهي وسندا هي جو ويڙهي، سرت انهين ساڻ سنيال

٤- شمن عشق ڪيوين لڪي، هن نيابي نينهن دي هادي مڪي
هڻ تيسن ساوي سترَ سڪي، برہ ڪيا سي پاڻ بحال.

(٣)

ٿل :- رانجهن رمز عجب ڪا لائي، ڏيان دروني سُرت سڪائي

١- دم وڃان ڏيان ڏرائي دلبر، دم اندر هو دم ٻاهر
دم هي خيال خدائي

٢- سٽو سهيليان سرتيان لڪي، رانجهن نيتي دلڙي هڪي
وات اها هي سڀ ڪنهن وائي

٣- آون ويکن ڪيڙي والي، هڏ چم هو يا هوت حوالي
منهن ڪيڙيدي گهتان ڇائي

٤- ويڙهي شمن دي رانجهن آيا، سيئي ڪيتس سانگ سوايا
هويا حيدر هر دم واهي

(٤) جوڳ

ٿل- ڳالهه اهاتون ڏس ميان رانجها ڪهڙي اسان نون لٿون جا لائي

١- مست ڪري ميخاني محبت دي چاتئي دل کس ميان رانجها

٢- وچ وحدت دي وات بنائي ڪُهه ڪيڙياندا گس ميان رانجها

٣- تون شاه هزاري داچاڪ ٿي آئين چاڪ ڏتئي ڪيهي چس
ميان رانجها

عشق دي راه وچ رانجهن سائين ڪاهي شمن ڪون رس ميان رانجها

(٥)

ٿل :- سيڏي هادي رنگڙا لايا، جڏهان عشق اسان ڪول آيا

١- يار اندر دي کولي تاڪي، ذوق زياده ڪيتا ذاتي
سيني اندر ٻاتي جهاتي، خيال خودي سڀ ڪايا

٢- ٿيان مرادان سيئي ولي، بار بره دا آيا جهلي
پيان اندر ديان اکيان کلي، سيني يار سمايا

٣- رهبر سانون راه بتائي، عشق دي ٿيڙي سڪ سوائي
رانجهن جنهن ايها رمز رلائي، قطب نام ڏرايا

٤- پيام بره دي عشق ٻالي، هڻ هستي تنهن وچ ڳالي
آئي شمن هڻ تيڏي واري، برهين بار چوايا

Scanned by CamScanner

(٦)

ٿل:- سڻ سخن سچي ديان ڳالهڙيان، مين کهول کهتان سر مالڙيان
١- رانجهن جيها اور نه ڪوئي، سڻو سيئي سيالڙيان
راهه رانجهن دي رلمل ويسان، ڀن ڀيان ڪيڙي ديان مقالڙيان
٢- قسم چائين ويسه آئين، رک چاڪان دي چالڙيان
رانجهن شام هزاري دا سائين، جنهن دواهي لايان لالڙيان
٣- من وچ محب سليما سو ماهي، من دي قيرهن سالهڙيان
قرب جنهين دا ڪامل هويا، پلي ڪيتيان پالڙيان
٤- شمن شاه جنهين گهر آوي، ٿيوي وحدت نال وصالڙيان
آوي آباد ٿيوي گهر سارا، عشق جهلاوي جهولڙيان.

## سنڌي ڪافيون

### (١) ڪليات

ٿل:- پر پرين جي پار ضرور، وهڻ واجب يار اجايو
١- پر پرين جي آهي اهائي، ڪڻ ناپ ڪنول ڪان نام الاهي
ڪنت ڪنول وارو لنگهه تون پور، پنور غفا ۾ يار سمايو
٢- نام بنا ٻيو ناهي چارو، نينهن جي نوبت وڄائي نغارو
عشق الله جو ڪر منظور، خيال خوديءَ جا ڇڏ تون ڪايو
٣- سمجهه صحيح ڪر ساعت اهائي، ويئي ويندئي عمر اجائي
ڪر نه تنهن ۾ قصور، سڄڻ جيڪو سبق پڙهايو
٤- پار پره جو آيو باري، سمجهه شمن تون هي ڳالهه ساري
دوئي ڪي ڪر دور، پرينءَ پنهنجو پاڻ پسايو.

(٢)

ٿل:- اسين صرف سر جا سوالي، ٻي مايا نه گهرون مالي
١- دم دم دي وچ نال رهين تون، دم نه ٿيوي خالي
٢- نشو نينهن جو يار پياريئي، مست رهون متوالي
٣- دان ڏيارج دل سان دلبر، درگاهه سندءِ عالي
٤- سڻ صدائون يار شمن جون، آهين جڳ جو والي

## (٣) جوڳ

ٿل:- ماري عالم جا سردار، پوش پناه جو پني پينار.

١- سانگ سيد کي سپوني سڏائو، عشق جي منزل پنڌ اٿائو
پرين اڪاري کي پار

٢- دم دم رهي نام دلبر، راه انهيءَ سان لائي رهبر
وحدت جو تني واپار

٣- دردن ڏوم مچايو جهيڙو، سکهو سڌ سڻي تي پيڙو
ننگ سچائي ننگ پار

٤- ڍوليا ڍکي تون رکي ڍنگهرجي، ساري سنگت يار وڳر جي
ڍکي ڍکڻهار

٥- پڙي شمن جون سپ صدائون، ويهي ويجهو تي يار اورانهون
ڏي تنهن کي ديدار

## (٤) پيروي

ٿل:- سمجهه صحيح ڪر سر سبحاني ويهڻ واجب ناهي جاني

١- سڪسڻ جي رک من ۾ مدامي وينئي ويندءِ ويل وهامي
هي جڳ جوڙ مين واريان هي جڳ جوڙ آهي فاني

٢- ذات صفات سچائي ساڳي جانب ڏس تون جوءِ ۾ جاڳي
سائڻ سڏائي مين واريان سائي سڏائي اچي پانهي

٣- وکر وهائي اکر هيڪوئي علم عقل جا چڏ دفتر ڌوئي
رهي موج منصوري مين واريان رهي موج منصوري نينهن نشاني

٤- رک تون شوق شمن اهوشاهي هر دم حيدر رهندءِ واهي
وت وندر ۾ مين واريان وت وندر ۾ ڪندو احساني

## (٥) تلنگ

ٿل:- ڪر ڳالهه اها تون صحيح صحيح وي ميان، پولي پولي ڪير اندر ۾

١- خاڪي پجري دي وچ پولي ڏس تنهين کي اکيون کولي
رمز ڪنهين سان ويهي ويهي ڙي ميان، سيني واري مندر ۾.

٢- ”ونحن اقرب“ وارو اشارو سوجهي صحيح ڪر سر سو سارو
ڏس تنهين کي ڀيهي ڀيهي ڙي ميان، پره واري پڌر ۾
٣- ويهه وجود ۾ پائي جهاتي ساري ڳالهه پوي سڃاڻي
راهه انهي ۾ رهي رهي ڙي ميان، وحدت واريءَ وندر ۾
٤- راز انهيءَ کان واقف هادي، جنهن ته شمن جي ڪئي آزادي
عام خبر اِها ڪيهي ڪيهي ڙي ميان، آهي يار نوازيندواندر ۾.

## (٦) سورٺ

ٿل- زلفن جا زوري وڌئي ڏاڍا، دل کي دلبر توجي دام
طلب تنهنجي تن ۾ تازي روز شب رهي مدام
١- نينهن جا نامي نفعا، عشق جا ڏيئي انعام
پائي پيچ پرين هيو پنهنجي ڪئي غلامن جو غلام
٢- وئين ڪسي دل ڙي ڪٺي تار لائي تو تمام
آءُ اگڻ محبوب منهنجي ڏي اچڻ جو ڪو انجام
٣- منزل محبوب تنهنجي جن پروڙائي هيءَ مام
وار ويجها سي پرين جن وينجهايو هي ڪلام
٤- مهه منٺ تون شاهه شمن جي اچي مل خدا جي نام
پيار پيالو تون پنهنجو، واديءَ وحدت جي مان جام

## (٧) ڪوهياري

ٿل:- جنهن دوا پي لايو رنگ ڙي اديون، اهو عاشق ڏنو سين هڪ ڙي اديون.
١- عشق جنهن جو اندر اجاريو، سبق سڪ جو يار سيکاريو
وڏو قرب جنهن جي ونگ ڙي اديون
٢- گهمندي گهمندي عمر سيائي، صورت اهڙي نظر نه آئي
ڪريون جنهن سان سنگ ڙي اديون
٣- لوڪ لکين ڪن عشق جي ڪيٽي، پري رکن ٿا زرسان پيٽي
فقيريءَ وارو ڍنگ ڙي اديون
٤- اهڙو ٿيو نڪو پيو ٿيندو، اگڻ شمن جي يار سو ايندو
ننگي نياڻڻ ننگ ڙي اديون

## (٨) سورٺ

ٿل. جي چون ٿا سور سرتيون آهن ياد ڪيريون سي يار جون
نينهن آنديون هي نعمتون پرين سندي پار جون.

١- ميخون محبت جون لڳيون لا سندي لغار جون
شال پڙنديون سي پرين سان وحدت جي واپار جون

٢- ٿا ستون سورن جون سمجهون، سي وصل جي وار جون
سپ سڄڻ جون ٿيون سيبائن دلبر جي ديدار جون.

٣- آيون وسڻ بوندون بره جون عشق جي اسرار جون
صاف ڪن ٿيون سي سيني کي قرب جي قرار جون.

٤- پلؤ ۾ پيون جي پٽيون نينهن جي نروار جون
سرجنديون آيون سي شمن ازل جي اقرار جون.

## (٩) تلنگ

ٿل - پيا ذڪر فنا جا ڌهي، انهيءَ ذاتي واري ذوق ۾.

١- ذاتي اندر ذات سمائي، صورت حق جي سيني سمائي
راز انهيءَ دل رهي رهي

٢- رنگيءَ رنگ عجائب لايو، پرين پاڻ ۾ پنهنجو پسايو
ڪير ڪتي هائي ڪهي ڪهي

٣- نفيءَ نفس نمايو ناري، آئي وصل جي يار جي واري
ناهي پيا سپ ٿهي ٿهي

٤- شمن شاهي طبل وڄايو، اڳڻ عجيب تنهن جي آيو
نينهن نپائڻ نيهي نيهي



# باب يارهون

## سيد غلام شاهه
## ۽
## سندس ڪلام جو انتخاب

### سيد غلام شاه بن شير محمد شاه بن ويڙل شاه

پڙهي پروڙو جن، سي عاقل عقل جا ڏٺي
سي مؤتوا تي محبت ۾، ٿا پل پل پرين پسن
تن تحصيلون تمام ڪيون، محب جن جي من
روحل مٿون تن، لٿا حرف حساب جا. (روحل)

سندس ولادت سنه ۱۸۴۰ع ۾ ٿي. ۸۸ ورهين جي عمر ۾ سنه ۱۹۲۸ع ۾ وفات ڪيائين. سندس وصال جي تاريخ ۲۹ صفر ملهائي ويندي آهي. سنڌي زبان ۾ ڪافيءَ جو مشهور ۽ قادرالڪلام شاعر هو. ڪلام گهڻو چيو اٿس. سندس ۱۰۶ سنڌي ۽ سرائڪي ڪافيون، هڪ جلد پڌل ڪتاب ۾ لکيل، هٿ اچي سگهيون آهن. اهو ڪتاب درگاهه شريف ٽنڊي جهانيان تي محفوظ آهي. هت فقط انتخاب جي گنجائش آهي، جو پيش رکجي ٿو.

## سنڌي ڪافيون

(۱)

ٿل:- ڪوهيارل ڪاهيندياس، جيترجان بدن ۾ آهي.

۱- سڪ سڄڻ ڪان سور سرها، آڏو نيئي اچلائيندياس
ڪل ڪيچن ڪي تن ۾ آهي.

۲- هيءُ سر صدقو يار سڄڻ تان، گهوري گهوٽ تان گهمائيندياس
تهدل دست دامن ۾ آهي.

۳- "قيدالماءُ اشد من قيدالحديد" پيا ڳ پنهنجي ڪان پائيندس
ڪاجا ذات ڏکن ۾ آهي.

۴- ڪيچي غلام شاهه ڪڏهن ملندا، پاڻ وڃائي پچائيندياس
ڪيچ ڏٺي ڪک ٻن ۾ آهي.

(۲)

ٿل:- جــا ڳڻ وارن جس ميان رانجها، ڪونهي جس جــا ڳــڻ ري.

۱- جاڳي جنين پنهنجو يار سڃاتو، ڏور تني جو ڏس ميان رانجها

۲- ڀــوندي ڀاڄهه ڀــروچ ڪيي، ووڙڻ منهنجو وس ميان رانجها

۳- ڪاهي رسجانء ڪيچ ڏٿين ڪيي، ٿل ٻرڪين ترس ميان رانجها

۴- جنين غلام‌شاه حيدر حامي، سانگ تنين جو سرس ميان رانجها.

(۳)

ٿل- ٻون تہ ساهڙ سان آهي قول ڪيـو، گهڙان گهوريس جندڙي وقت ويو.

۱. ڏسي موج درياهہ جي ڪير مڙي، مر عشق اڳيون ٻہ ٿيي پير پري،
منهنجي ساهڙ سان شل پٽ ڀري، اهو ويلو تہ وڃڻ جــو پار پيو.

۲. ڏسي لس لهريون ڪڙڪات ڪنن، سڌ ساهڙ جــا ٿــا پــار سڄهن،
سٽي هنئڙي ۾ منهنجي چاڪ پون، سڌ ساهڙ ريء ڪري ڪير پيو.

۳. آڌي رات ڏســي نــا دهل هينئان، هڪ دم ساهڙ ريء هـٽ نـہ رهان،
متان قولن جي مان ڪوڙي ٿيان، اهو پيچ تہ پريت جــو قابو پيو.

۴. ٻڌي مولهيو محبت جو گهيڙ گهڙي، ڏسي لڙ لهريون سهٽي ڪين مڙي،
ڏس عشق غلام‌شاهہ ڪئي جا چري، گهڙي ساهہ سسيء ڪان لاهہ ڏيو.

(۴)

ٿل- جنهن ڪيي عشق اڪر هڪ پاڙهيندو، تنهن‌جو سوليء نيئي سر چاڙهيندو.

۱. ڪردن گفتن فرقــے دارد- ڪهن آهــي جيڪي ڪسن ريء ڪــارد،
ڪهي ڪلهئون ڪنڌ لاڙ يندو.

۲. شاهہ شمس جــي ڪــل ڪلائــي، آٽــي ٻــلاول گـهاٽــي پيڙائي،
نينهن آلٽي نت ناڙيندو.

۳. سپيٽي تـعـلق تــرڪ ڪــرائــي، شهرت جــا ســر واڇــا وڃائي،
چاڙهہ چڪيانئي چاڙهيندو.

۴. عشق غلام شــاهــہ آهي ارازو(۱)، جڻن جڻن ملامت تڻن تڻن تازو،
پنبـہ وانگي پڃاڙ يندو.

---

(۱) ارازو=قيمتي

(٥)

ٽل: نت تانگهه طلب حيدر جي آهي، سڪ شهنشاهه جي در جي آهي.

١. هر برگ شجر ۾ جوءِ علي، رخ ڪعبه جو ٿيو سوءِ علي،
سڀ خوءِ حسن ۾ جوءِ علي، جو جان ساري جوهر جي آهي.

٢. جنهن دامن شاهه درست جهلي، تنهن جي دين دنيا ۾ ٿي سولي،
چوي ساهه پساهه علي علي، جو معنيٰ سيڪنهن اکر جي آهي.

٣. ٿيان صدقي مبارڪ نام آتون، سچي دين سندس اسلام آتون،
سو بار قنبر غلام آتون، جو بينائي چشم بشر جي آهي.

٤. هر دم غلام شاهه حيدر حامي، جڳ سارو ٿيو جنهن جو سلامي،
"ما يہ لبن ڪي يحي العظامي"، جو ماڙ سدا محشر جي آهي.

(٦)

ٽل: هيءَ دنيا بي بقا ٿئي، آهي چار ڏينهن چٽڪو،
پن هن جي سونهن سقري، پن هن جو لاڏ لٽڪو.

١. بيزار ٿيءُ بريءَ کان، پهه هن جي پٽ بريءَ کان،
قارون ڪي نهوڙيائين، ڪري ناز وارو نٽ ڪو.

٢. حربا(١) جان هفت-رنگي، چڏ دنيا تون دورنگي،
دارا ڪٿي سڪندر، پورو نہ ڪيائون پٽ ڪو.

٣. تسبيح طمع جي چور يو، ڪڏ خام تون ڪٽين تو،
هن جي مڪر جو مورئون، جهدون جهلي ڪو جهٽڪو.

٤. جت محب سڀ مچائن، اُت عاشق پير پائن،
پيو ڪير ايندو ڪاهي، ساقين جو جاٽي سٽڪو.

٥. هن رن ڪيئي رلايا، اڄ تائين نہ توڙ آيا،
مانجهي غلام شاهه مورئون، نہ پئي مرد هن سان مت ڪو.

(٧)

ٽل: ڪي پنهنجو وجود ولوڙي ڏس، هاٿي ڏيهه پيا نہ ڏوري ڏس.

١. ساقي سرڪي صاف پيارج، "لايمو توا" جنگ جيئارج،
سرڪ آتان سرگهوري ڏس.

(١) حربا = جنگ

٢. "و نحن اقرب" سمجهه اشارو، تو ۾ تنهنجو سو سر سارو،
ساهه رڳن کان تون اوري ڏس.

٣. جي پائنئين تون هڪ هڪائي، ٻاري ڏي تون ٻن ٻيائي،
ايهو ترازو تون توري ڏس.

٤. وڻ ٽڻ ۾ وڃي وحدت واچو، سمجهه غلام شاهه هل هلاچو،
ايها تند طلب جي چوري ڏس.

(٨)

ٿل: پيچ وجهي پيوند يار، ونگيي دل ويڙهن سان.

١. سنجهي آيئي ساءُ سمهڻ جو، وسري ويڙهه وقت وڃڻ جو،
ڀوءِ پچائين ٻنڌ يار، لڏيءِ نا ليڙن سان.

٢. اوڪا اٽانگا گهيڙ ۽ گهاٽا، چيتا چرن تي ڪن چرڙاٽا،
حال نه ڏين سي هنڌ يار، تڙڪي دل ٽيڙن سان.

٣. پاند پيڙن کان پنڌ پچائي، آڇهي اونين ليءِ لڪين ليلائي،
روئي نهاري رند يار، گهورون ڏي گهيڙن سان.

٤. لاءِ غلام شاهه "لا" جي ڪاتي، ماري دوئي کي ضربت ذاتي،
سوجهي نهارج سند يار، پيڙو تي پيڙن سان.

(٩)

ٿل: ڏسان شال جهري، ڪي پاڳين جا پاٽا،
اڏين پر پٽن جي، ڪي ڀڪڙا ڀراٽا.

١. منهنجا مير مارو، آهن ملڪن جا مالڪ، جهڙو ڪونه جيڏيون، ڪو خلقيو آ خالق،
سدا راهه حق ۾ وطن سي وڪاٽا.

٢. سدا حق پرستي، سدا حق شناسي، خدا آهه خلقي سندن خوءِ خاصي،
هدايت لئي هر ڪنهن آهن سورهيه ساماٽا.

٣. دشمن ڪري برائي، ڏين ڀلائيءَ جو پاڙو، رکن پاس خاطر، پرس پنهنجو پاڙو،
سخا جي شهر جا آهن رند راٽا.

٤. غير غلام شاهه چوي، رچائين جو ويڙو، حق اچي مولا، اثبات ٽيڙو،
ڏنا سڪ سيد جئي اندر منجهه اولاٽا.

(١٠)

ٿل: قلندر لعل شهبازا، کولي ڏي دل جا دروازا.

٠١ ملنگ مستان ڪن مستو، اچي دستي مٿي دستو،
رموزي راز سر بستو، وٺي تلقين ٿيا تازا.

٠٢ وڄن وحدت سندا واڄا، سڻي سر باز ٿيا ساڄا،
لڳا تاهن سندا ٿاڄا، پتنگ ڪن پڙ ۾ پروازا.

٠٣ پڌي ڳل عشق جا ڳانا، نچن مستان مردانا،
صحن ۾ حور غلمانا، ملي منهن خاڪ ٿيا غازا.

٠٤ غلام شاهه درسنده سوالي، سنده درگاه لا آبالي،
سندو سوالي نه ڇڏ خالي، سخي سيد سرافرازا.

(١١)

ٿل: عمر آءٌ ڪڏهن پنهنجي مارن ڪي ملنديس،
سوين سوين ڪيون مون سڪائون.

٠١ ملڪ ساري جا مالڪ، ماروئڙا منهنجا آهن،
هٿ جني جي هر هڪا، توٽي اڏين توڙي ڊاهين،
رند رضا تي راضي، سڀڪا سر تي سٺائون.

٠٢ صبر وارن ڪي سختي، عمر ڪجي نا ايڏي،
بازيگر جئن بازي، ڪاهه رکي تو ڪيڏي،
ساڳ سنگهارن ڪائي، ڏکيا ڏينهن ڪٽيائون.

٠٣ سرنديءَ ترڻ سدا، وصف ويڙهيچن آهي،
ڏيڻ ڏاتاري تن جي، حاتم هٿ ڪنيو ڳائي،
سوالي ناهي خالي، ڪنهن پر ڪين ڇڏيائون.

٠٤ منهنجو مارن سان ٿيندو، پاڙي سان شل پاڙو،
مارو غلام شاهه مان ڏي، لعل ڪندا شل لاڙو،
پاڻ سڃاڻي پنهنجو، ڪندا عيبن وارا اڳاهون.

(١٢)

ٿل: عمر روئي دل ادا، مارن لاءِ مرندي
ماڙيچن جي ماتم ڳاراٿي ۾ ڳرندي.

١. سنگهارن جي سڪ ٿي جڏيءَ کي جياري
هيٺي حال وڃيس توسان وير واري
مارين توڙي جيارين، ويڙهيچن ڏي ورندي.

٢. پنوهاريون پٽن کي لڳين ڪين لائن
ڪٿيون ڪرڙ تنهين جو مرڪ مان آهن
پٽ پهري آهائي، جا ڪاهڙ ۾ ڪرندي.

٣. عمر مارن جو ملڪ باغ ۽ بهاري
چلڙ ۾ چوڙيليون چارن ڦر چوڏاري
غلام شاهه چوي انهن ريءَ ساعت نه سرندي.

(١٣)

ٿل: آوي منهنجي اندر ۾ ٻاري ٻاروچن
ٻاهر ٻاق نه نڪري توڙي ڏڪ ڏڪن.

١. سپيريان جي سڪ جا دونهان روز دکن
ماسوا کي مات ڪيو جيئي ۽ جيرن.

٢. نهائينءَ ڪان نينهڙو سورهيه هوند سکن
سارو ڏينهن سڙي پئي ڪل نه ڪنهن جي ڪن.

٣. سڙي جا سال ٿيا بنهه ڪين بچن
مرڻ تن مشاهدو جيٺي هٿ جنگن.

٤. ذاتي واري ضرب سان هستي ڪوٽ ڪرن
مرشد پنهنجي مهرسان ڪيو اعليٰ ڪوُن عرشن.

٥. غلام شاهه چوي غير جو آيو مسلو هٿ موچن
هنجه نه هيٺا ڪڏهن توڙي چلڙ منجهه چڳن.

(١٤)

ٿل: پڙهڻ پرت ري ڪوجهو ڪم، اصل عشاقن ايئن فرمايو.

١. عشق وارن ڪان ورق نہ ورندو، سڪ سندو جتي پارڻ پرندو
"فاذ ڪروني اذڪرڪم"، عشق اچي پنهنجو حڪم هلايو.

٢. راتيان ڏيهان اندر ہہ اورن، ڏينهان ڏوراهان ڏس ڏورن
سدا سڪاين سير عدم، محبت ڏاڍو مچ مچايو.

٣. سڌ سمجهڻ ڪان سير سوايو، اتي عشاقن پيرڙو پايو
لاهي دوئي جو سارو لحم، نانگن نات ڪي سرڙو نوايو.

٤. نينهن غلام شاهہ نڪتو پڙهايو، لڪ لڪوٽي اورڻ آيو
"لا" جي سيف ڪيا قرب قلم، وهم عقل جتي پير نہ پايو.

(١٥)

ٿل: سرتيون ري سنيار، چڙو ڪئن چري ٿو.

١. خطرا خيال خودي جا ڪائي، سيني اندر ڪئي آهي صاف صفائي
وحدت واري ٿي پجهي وائي، بيحد بي اختيار، پنيان تئن پري ٿو.

٢. ڪهنو ڪيف ڪلال پياريو، درد جي دور وجود وساريو
ساقي ڪوجو سبق سيکاريو، ڪيائون مستيءَ مان هوشيار، هينڙي حرف هري ٿو.

٣. عشق اچي جتي جهاتي پاتي، ذات صفات مون ڪئي اثباتي
صوفي غلام شاهہ هي ڳالهہ سچاتي، سرڏنو سالار، پريت بنان پنڌ پري ٿو.

(١٦)

ٿل: جڏهن دوست دلبر ٿو ديد ڪري، ري ناٿي دلڙي خريد ڪري.

١. جيئن حاڪم حڪم هلائن ٿا، تيئن دام دلين ڪي پائن ٿا
دلڙي ساڻ فريب ڦاسائن ٿا، شائق روز سچڻ ٿو شهيد ڪري.

٢. ڪٿي نازڪ نيڻ نهارين ٿا، ميون دلڙيون مسيم جيارين ٿا
پري جام جهان پين پيارين ٿا، ڪهيو عاشق اضحيٰ عيد ڪري.

٣. چڙهي موج عاشقن تي مستي جي، ڪن خاص خدا تي خستي جي*
ڪر ووڙ وجود جي وستي جي، لهن شاهہ طالب تاڪيد ڪري.

* خستہ= ٿني پوڻ يعني عاشقي

۴. خيمان عشق غلام شاہ ڪوڙي ٿو ، اچي عقل ٻئي هٿ جوڙي ٿو
رياست شرم حيا جي ٻوڙي ٿو ، سر شوق وارن جي شنيد ڪري .

(۱۷)

ٿل: عشق ٻڌا جڏهن سوڙ ، محبت رنگ لايا ،
ڇوُرخ ٿيا چمڪار ، اجهي پرين آيا.

۱. هڙ ۾ لعل لڄن لايو لعلي ، اچو ڏين سر مست موالي ،
عشق اچي ڪئي سوڙهہ ، عقل گهر ڊاهيا.

۲. جوان ٻڌن سر شملا شاهي ، اچو ٻيهن اڙ ٻنگ سپاهي ،
ڏين وڙهڻ جي ووڙ ، وطن ورسايا.

۳. عشق غلام شاہ ڪئي خونخواري ، مرد سوري تي ڪن سرداري ،
وجهي نڙين ۾ نوڙ ، لکين لڙڪايا .

(۱۸)

ٿل: اچي ڏي دان تون داتا ، ڪري سردار سرداري .

۱. پيغمبر جو آهين پيارو ، تنهنجو نو ڪنڊ ۾ نعرو
سخي سردار سو پيارو ، ڏنئي حق سڀ ڪا اختياري .

۲. منور مير مروند جو ، پيارو حيدر جي فرزند جو
خاصو آهين خداوند جو ، سندئي آهي ذات ڏاتاري.

۳. نفيلون ناد گهڙيالا ، وڄائن مست متوالا
چون شهباز لک پالا ، جيڪا آهي زبان واري .

۴. جلالي جوش جبروتي ، ملنگ ڪن موج ملڪوتي
غلام شاہ مهر معبودي ، وهي وادي وحدت واري .

(۱۹)

ٿل: آڏوتي نہ اندر سڪائين ، ٻاهر سڪائين ٿو ٻانهہ.

۱. محب چڙي محلات ۾ ، ڪنڌيون ڪوڙين ٿو ڪانهہ.

۲. طمع جي تپسات جي ، در لڪندي جي دانهہ.

۳. محبت جي مهراڻ ۾ ، نلهو نوڪين ٿانهہ.

۴. درٿون غلام شاہ دوست جي ، اصل تڙائي آنهہ.

# سرائڪي ڪافيون.

(١)

ٽل: نقارا نينهن دا لڳڙا ، عقل بستر آنا پڳڙا

١. خيما ڄتان عشق آ ڪوڙي ، چڙهيندا عقل سر گهوڙي
ريا ست شرم دي ٻوڙي ، پرتون پائيندا ڄتان پڳڙا

٢. همت هي حق پرستان دي ، آلتي هي مام مستان دي
شاهي هي دل شڪستاندي ، سور يندا سوز دا سڳڙا

٣. هنگامي لوڪ دي هڏڙي ، عشاقان سر سدا ڦلڙي
ملامت مرڪڻ ملڙي ، لاهيندا لوڪ نا جهڳڙا

٤. غلام شاه عشق اعلیٰ هي ، قدم آس ڪا دوبالا هي
نرالا خود خيالا هي ، نہ تڪدا غير دا تڳڙا

(٢)

ٽل: ڏکي ڏکي رين گذردي ، باري رين گذردي
تو بن پلڪ نہ سردي .

١. ڪٽ ويڪان ڪوئي حال دا پائي ، جنهن تن لڳڙي عشق دي لائي
لڳڙي نوڪ نظر دي .

٢. ملڪين طبيبان ڏيون پٽيان ، پٽيان عشق تي مول نہ پڙيان
توڙي ڪا ذات زهر دي .

٣. ويس مٽا ڪي جوڳڻ ٿيسان ، ڪاڻ رانجهن دي ملڪ ٻونديسان
بردي هان مئن در دي .

٤. آپ ويڪائي آپ ڇپائي ، نال غلام شاه نينهڙا لائي
صورت بن بشر دي .

(٣)

ٽل: آئي موسوم چيٽ بهاري دي ، سانون قدر پيا تيڏي ياري دي .

١. لڪندي ڇپندي نينهڙا لايا ، رانجهن آيا خلق هلايا
پئي ذم ڪيڙان دي خواري دي .

٢. خط پروانه لک لک ٽڪيان خبر پڇيندڀان پلپل پڪيان
رانجهي دي رمز نياري دي .
٣. مايوڙي عشق رانجهن دي ڦٽيان پڌ پڌ ٽڪيان وٽ وٽ پٽيان
لائي چشمان چوٽ چوڌاري دي .
٤. عشق غلام شاهه اوکا اٽانگا چاوڻ سيان سر دا سانگا
سانون عقل نه آيا اظهاري دي .

(٤)

ٹل: نت ناز ڪرڻ دي سخا هي تيري مارڻ مشتاقن ڪون وفا هي تيري
١. تيري تيغ ابرو دي ڪنڙيان دي تيڏي ناز نيڻن دي منڙيان دي
لهين يار خبر دل لنڙيان دي چاوڻ چشم اسانڏي شفا هي تيري
٢. سڻي حال حڪايت سوريان دي ول محبت دي مذڪوريان دي
ڪرين سار سنڀال رنجوريان دي اها عين اسانتي عطا هي تيري
٣. تيرا برهه برابر باري هي لون لڳڙيان نون سڌ ساري هي
تو به هي تو به زاري هي شب و روز اسانتي جفا هي تيري
٤. تيري چوڪ نيڻن دي دلچور ڪيتي تيڏي محبت چا مخمور ڪيتي
اسان جور جفا منظور ڪيتي جا رانول يار رضا هي تيري
٥. آ ڪي غلام شاهه غير ڳيا جڏهن آ مليا اهو ماهه لقا
تيڏي حسن دي ڪُنڙي شاهه گدا تيڏي ستم دي هرجا شاهي تيري

(٥)

ٹل: راتيان جاڳڻ پيان ماهي تيڏي ڪارڻ، راتيان جاڳڻ پيان
١. آنڻ پهڻ آرام نه آوي، ننبد نيڻان نون ڪين سهاوي
پندي دروني جهاتيان.
٢. رڻندي روز گذردا سارا، اندر وڄدا نينهن نقارا
لون لون دي وچ لاتيان.
٣. راتيان ڳڻيندي ڪتيان تاري، پلٹ پلٹ سر پوندي پاري
پرهه ڦٽي پرياتيان.
٤. سائين غلام شاهه ساعت سماني، آليان لڳيان ساهه ڪنعاني
طلب جهينديان تاتيان.



# باب ٻارهون

## فقير هادي بخش شاهه مسڪين بن سيد روشن علي شاهه جي سنڌي ڪلام جو انتخاب

"جنين سودو سچ سين، وکر وهائيو،
ان کي لالن لنگهايو، ساندارو سمنڊ جو". (شاهه ڀٽائي)

سنڌن ولادت با سعادت ١٥ ذوالحج سنه ١٢٩٧ هه مطابق ١٨٨٠ع بروز جمع ٿي. ڀهرڀائين نالو، سنڌن پڙ ڏاڏي پنهنجي فتح الدين شاهه رکيو ويو، ليڪن بعد ۾ وري هادي بخش شاهه لکيو ويو.

هنن جي ولادت جي خبر نهايت عجيب نموني بيان ڪئي وڃي ٿي. سنڌن والد بزرگ ڪنهن وقت ڀيٽاري طرف شڪار جو قصد ڪيو، ان وقت سنڌن عمر ٢٦ ورهيه بيان ڪئي وڃي ٿي. رات جو خواب ۾ پنهنجي ڏاڏي سائين فتح الدين شاهه جي صورت مبارڪ ڏٺائون جن فرمايو ته: اسين اوهان وٽ اچون ٿا ۽ اوهان وري هت پيا شڪار ڪريو. شڪار ڪي ڇڏي ڏيو، ورنه موتي ويندا سين. جواب ۾ چيائون ته: جيءُ اچو ڀلي اچو، اوهان آئي اکڻ سرها. اسان اڄ کان اهي ڪم هميشه لاءِ ڇڏيا. پوءِ ساري عمر وري شڪار ڪونه ڪيائون. اها ساڳي خواب جي خبر خوش اثر ڪين پنهنجي گهران به ملي.

سيد هادي بخش شاهه جن پنهنجي والده محترمه سان گڏ کٽ تي رات جو سمهندا هئا. ڪنهن وقت ڪان پوءِ سنڌن والده صاحبه ڏسندي هئي ته کٽ خالي آهي ۽ ٻالڪ هيٺ پٽ تي آرامي آهن. ڪين ڪٿي وري کٽ تي ڪندي هئي پر ٿوري وقت بعد وري ڌرتيءَ تي سمهندا هئا. اهڙي حالت هيٺ ڪين ڇڏي ڏنائون ته ڀل هيٺ سمهن.

"ساجن ميڙيس سور، سک نه ميڙيس سڄڻين" (شاهه ڀٽائي)
پوءِ ٻاٽاري جوڙي، ڪين هيٺ سمهاريندا هئا.

ابتدائي چار يا پنج درجا مس پڙهيا، ڇاڪاڻ ته سنڌن درسي ڪتابن سان

شوق وشغف ڪو نہ هو. اهين نہ تہ ذهن ۾ گهٽ هئا، ليڪن اها ازلي دلچسپي کان رهي، ذهن جي پرک ۽ پوجهہ جا مثال اڳتي هلي سندن ڪلام بلاغت انجام مان بخوبي ملي سگهندا.

سندن شادي ٿي تہ بہ مالڪ ڏانهن متوجهہ هئا. کين ٽي نياڻيون ۽ هڪ فرزند، جنهن جو نالو مولوي بخش رکيو ويو، عطا ٿيا.

شروعات ۾ زمين جو ڪم پاڻ سنڀاليندا هئا ۽ اتيئي کين استغراق وٺي ويندو هو.

"نڪا ابتدا عبد جي، نڪا انتها
سي وڃڻ ڪي ويا، جن سڃاتو سپرين" (شاهہ ڀٽائي)

سندن فرزند ارجمند ڏهن سالن جي اوستا ۾ هن فاني دنيا کي ڇڏيو. کين ويراڳ جون وٿيون، ونڊون ۽ ورچون تہ ورثي کان مليل هيون، پر هيءُ مڙس ڦوهہ جواني جي وقت ئي دنيا جا سڀ تعلقات ٽوڙي ڀيناري طرف ويو. ايڪيهو اتي ئي ڪيرايائون.

"سور جن کي سر يو، سري تن صحت،
مٿي مصيبت، آهي عاشقن کي". (شاهہ ڀٽائي)

تلقين ۽ راهہ راست جي هدايت تہ کين اڳ ۾ والد صاحب کان مليل هئي. اهڙي تنهائي گوشہ نشينيءَ جي وقت ۾ هڪ مائي کين ماني ۽ لوٽو پاڻيءَ جو اڳيان رکي ويندي هئي، پاڻ فقط پاڻي پيئندا هئا، باقي ماني واپس ڪندا هئا.

"ڪشي ساڻ ڪشي، ڏيل ڪيائون ڏيرا،
پيٽ نہ هير يائون پنهنجو، چوري ساڻ چشي،
ويـراڳين وسي، رام سدائين روح ۾". (شاهہ ڀٽائي)

ڪجهہ وقت بعد سندن والد شريف کين ڳوٺ گهرائي ورتو، مگر هنن کي چين ڪٿي اچي! پنجين اٺين ڏينهن سير و سياحت جي موڪل وٺي، ان ماڳ تي موٽندا هئا ۽ وري گهر روانا ٿيندا هئا. سير جا از حد شوقين هئا، جهر جهنگ جهاڳڻ، بر پٽ لتاڙڻ ۽ ڏونگر ڏورڻ پسند پوندو هون. سال جو اڌ تہ خير سان سفر ۾ ويندو هون، جماي ڏهاڪو سال ٻاهر گذاريائون.

"سڪن واري سڌ، مٿان ڪا مونسان ڪري،
انـدر جنهين اڌ، ڏونگر سي ڏوريندي يون". (شاهہ ڀٽائي)

انهي سفر جي دوران ۾ لاهوت لامڪان ۾ ست ڀيرا ڏٺائون، سارو سفر پيادل ڪندا هئا ۽ سفر ۾ اڪثر فاقو ڪيندا هئا.

هڪ وڏائون ٻگري، جوڳي ڪندا جيھ،
طلب نہ رکن طعام جي، اوتيو پيئن آڄ،
لاهوتين، لطيف چوي، من ماري ڪيو ميھ،
سامي جهاڳي سيھ، وسئن ڪي ويجهو ٿيا. (شاه ڀٽائي)

اوجاڳي سبب سندن نيڻ خماريل ۽ سرخ رهندا هئا. مخدوم جهانيان جي خاندان جا بي بها گوهر هئا. خلوت جا خواهان ۽ روحانيت ڏانهن رجوع هئا. سهڻي صورت ۽ نيڪ سيرت جا صاحب هئا. صبر ۽ تحمل تہ ڪانئن ڪو سکي!

پهريائين ڪين جيڪو هڪ فرزند ٿيو هو، سو جو گذاري ويو، تنهن ڪري وري ٻي شادي ڪيائون. ٻئي ديري مان ٻہ صاحبزادا: نور حسين شاه ۽ ظهور حسين شاه ٿيا.

تاريخ ۳ صفر سنہ ۱۳٦۰ هہ مطابق ۱۸ فبروري ۱۹۴۲ع سندن پجري جو پکي پنهنجي اصليت ڏانهن هميشہ لاءِ پرواز ڪري ويو.(۱)

”ويا اوهري اوءِ، مونکي ڇڏي ماڳهين،
جڳن جا جڳہ ٿيا، تئان نہ موٽيو ڪوءِ،
گوندر ماريندوءِ، ويچاريءَ وين جو“. (شاه ڀٽائي)

## ڪلام

سندن ڪلام اڻاهم آهي. ڪئين قلمي نسخا آهن، ليڪن هتي فقط اقتباس جي گنجايش آهي.

## ڪافي

پاءِ ڏوروني دم دم جهاتي، ڇوڙ مڪر علمات دا سر سات دا
ٿيوڻ فاني اپني پاجهون، سير ڪرين قلات دا حيرات دا
صاف سينا ڪر غير خيالون، تاب ويلين تجلات دا اصلات دا
خيال خودي دا ٽوڙ خيالون، تان واقف ٿين وصلات دا انجات دا
مسڪين مخفي ملڪ وڃائئون، جام پيتئن جسمات دا" عبدات دا

---

(۱) ”ياد رفتگان“ ۾ سنہ ۱۸۸۳ع کان ۱۹۴۴ع ڏيکاريل آهي، جو درست ناهي. پاڻ نهايت پرگو شاعر هئا ۽ مسڪين تخلص هئن.

منٿين ڪافيءَ جو گهرو مطالع ڪبو ته فقط هڪ ئي نام معلوم ٿيندي، جنهن تي عمل پيرا ٿيڻ لاءِ انسان ذات کي دعوت ڏنل آهي. اهو نڪتو هر هڪ جي اڳيان آهي، پر ڪو سمجهي! جيئري ئي پاڻ فنا ڪرڻ، دنيوي لذتن کي لتون هڻڻ، فقيريءَ وارو هول (ٽوپ) پهرڻ، پنهنجيءَ ۾ پورو رهڻ، پنهنجي سيني مان صاحب ۽ سائينءَ کي ڳولي لهڻ، اهي اهڙيون ڳالهيون آهن، جي انسان جي حياتي سجائي ۽ سڦلي ڪن ٿيون. شاه صاحب کهڙو نه عمدو نڪتو نروار ڪيو آهي، هڪ ئي ڪافيءَ مان سندن منزلت جو پتو پئجي سگهي ٿو. چوي ٿو: "دروني جهاتي پاءِ" يعني اندر نهار. پنهنجي سيني ۾ صاحب کي ڳول:

"نائي نيڻ نهار، تو ۾ ديرو دوست جو." (شاه ڀٽائي)

اڳتي هلي آکي ٿو ته علم جو مکر، ڦند ۽ ڦير ڇڏي ڏي. اکرن مان بازي ڪانه کٽبي.

"اکران دي وچ جولي اڙيا، عشق دي چاڙهي مول نه چڙهيا."
(بيدل)

عجز انڪساريءَ جي پهرين ضرورت آهي. ان ڪان پوءِ قلات وغيره جا سير ڪرڻ سان جڏهن سينا صاف ٿي ويا ته نور جي تجلي ڏسي سگهبي. تنهن ڪري ضروري آهي ته پهريائين قلب تان ڪٽ ڪوري ڪيجي. هڪ ئي ڪافي، شاه صاحب جي ساري ڪلام جي دلالت ڪري ٿي. مطلب ته شاه صاحب جو سڄو ڪلام اهڙن ئي نڪتن سان مالا مال آهي.

هي ته سندن سنڌي ڪافي آهي، پر هندي ۽ سرائڪي ڪلام به جهجهي انداز ۾ چيو اٿن، جو اقتباس ۾ ڏيکاريو ويندو.

## سنڌي بيت

١- سوجهي وڏم سر ير ۾، نرتي سان نگاه
نڪو ڪهر نڪو ڪن، نڪو واهڙ نڪو واه
نڪا سهائي سڄ جي، نڪو آب نڪو ماه
مسڪين انهي ملڪ ۾، نڪو سڌ نه پڙلاءُ
نه پيئي سڌ سماءُ، ظاهر ڪجي زبان سان.

٢- جوڳين ڪيا جيءَ، ڪالي موت مٿي ٿيا
مرڻ کان اڳي مري، اوڏي ڪري آڄ
مهِ تي مسڪين چئي، پڇي ڪيالون پُڄ
مري ٿيا مڄ، آديسي امر ٿيا.

٣- پاڻي ٻوڙي جڳ کي، هو پاڻ ٻوڙي پاڻي
ڏاڍو سيءُ ستايو، چيري ڪي چاڻي
ٿيو پسينو پون کي، سمو نه سڃاڻي
مسڪين انهي مام کي، سڻ ويسهه سان واڻي
ٻاتي چئي ٻاڻي، ڪريو ارٿ ان جو.

٤- ڏاهو چڙهي ڏار، ڪي جو ڪهي ڪانگ
ايندا اڱڻ تنهنجي، سهڻل سانجهي ٻانگ
جنهن جي هئي تانگ، سو مَنَهن آيو مسڪين جي.

٥- ڇهنب ڪي چوري، ڪهي ويٺو ڪاءُ
منهه تي مسڪين جي، آيو آلهي اوري
هلندو هوري، ڏي نياپو نينهن جو.

٦- ڪانگل ڪي ڪه، جو سڏي آئين سڄڻ کان
ادب ۽ انصاف سان، لاٿ چڳيري لڙ
راتو ڏينهان رهه، منهن هن مسڪن جي.

٧- ڏاها وڃي ڏيج، سنيهو سڄڻ کي
نياپو نياز سان، ڪانگل وڃي ڪهيج
پرين کي پيار سان، پرزو پهچائيج
مسڪين سان نه مٽيج، دوست پنهنجي دل کي.

٨- ڪه وڃي ڪانگا، ڏاها چڙهي ڏار
اڏامي وڃ ادب سان، پرين سندي پار
ساه نه منهنجو سڄڻا، اوهان جي اختيار
ساه وٺي سوگهو ڪيو، بت ٿيو بيڪار
مسڪين ڏي نهار، مولا پنهنجي مهر سان.

٩- ڏاها پرين ۽ پار، هي نياپو نيج
بي زر بردو تو سندو، ويل نه وساريج
مخفي هي مسڪين جو، پر زو پهچائيج
آنهين وجي چئيج، ته بندي تي بند گيون چيون.

١٠- تون ڏٺي آهه پانهون، مون ۾ عيب هزار
اهڙا ڏسي اطوار، متان مونکي ڇڏئين.

١١- تون ڏٺي آهه پانهون، مون ۾ گهڻا عيب
ڏسي ريب فريب، متان مونکي ڇڏين.

١٢- تون ڏٺي آهه پانهون، مون ۾ نڳين نام
اهڙا مون ۾ ڪام، متان مونکي ڇڏيين.

١٣- ڪمي آهي ڪان ڪا، سيڪي سنگر وٺ
آهي مون ۾ گهٽ، نه ته ستڪر سڀاجها گهڻا.

١٤- مسڪين رڪيئون من ۾، الف ڪي آٽي
پاڻ وڃائي پنهنجو، موج ڏٺئون ساٽي
نرت رڪيائون نام سان، سچي سڃاٽي
جڳتي پڇاٽي، وڌئون سم سرير ۾.

١٥- آٽي اور الله سان، ايت رکي آرو
ڪڍي چاوت چت مان، آٽ ساجهر سوارو
مسڪين سوچارو، ڪتڻ ري ڪين ٿين.

١٦- چرخو پلي چور، پر ڪن نه پوي ڪنهن جي
ڪري ماٺ مسڪين چئي، ڏاها ڪيج ڏور
سگهو سڳو سور، نه ته ڪتان ڪندين ۽ ڪپڙا.

١٧- ڪنبي ڪنبي ڪت، متان قورو نا قولين
عدل ۽ انصاف جا، تا اڳيان تر تورين
سگها نا سورين، مسڪين هن ميزان جا.

١٨- ڪر ڪتڻ جي ڪار، نه ته ڪتان ڪندين ۽ ڪپڙا

چرخي سين چاهه رکي، تکي ڪيڏ تون تار
چرخو ائين چور، جو پونهه نه سٽي پٽڪار
ڪيئون مهر مسڪين چئي، نه ته ٻه آهي اڳين جي اختيار
تون پئي آتڻ سار، رک نه طمع هڪ تند ٻ.

١٩- چرخو چورڻ خلق سان اورڻ، ڪوڙين جو هي ڪم
راتيون جاڳڻ صبح سٽائڻ، هي بيحد آهي ٻم
مخيتا ڪارڻ ملڪ مچائڻ، هٽن درويشي دم
مسڪين اهو پيو وهم، جن صبر سان ثابت ڪيو.

٢٠- پنگلو ڪري پنڊ، سا پڙهيل نا پروڙ
پڙهيا ڦولن پوٿيون، هو هو ٻه ڪري هنڌ
قاضي ڪوليو ڪتابن ڪي، ڪن ڪتائون ڏند
هو بنا ٻيگ پري ويو، جتي روڏ نه رند
مسڪين اهو منڊ، پيتو تن پروڙيو.

٢١- جي پائين جوڳي ٿيان، ته هردي هو هلاءِ
لا سين لائي وهم وڃائي، خودي ڪي ڪپاءِ
مسڪين پوءِ سڏاءِ، صاحب ٿئي سم جو.

٢٢- جي پائين جوڳي ٿيان، ڪي جوڳين سين جال
چوني سو رک چت تي، چڱي رکي چال
مسڪين ڪيڏ من مان، لالچ لوڀي خيال
اهڙي هلين حال، ته گر وٽ گلارو نه ٿين.

٢٣- چرخو پلي چور، چاوت ڪيڏي چت
ڪيڏي ڪروڏ قلب مان، قرب سان ٿي ڪت
مسڪين من اها مت، ڪانڌ ٻهرائي ڪپڙا.

٢٤- جبل جي جوش جو، ستن ناهي سماءِ
هڪ چرسحڻ جي سڪ جي، جو جاني ٿيم جداءِ
واڪا ڪيم واءِ، ته جبل جهوري جيءَ ڪي.

٢٥- سنجهي پيم نہ سماءُ، تہ ڪي آئندا آٿ اوطاق مان
سرپر سر واٽن جي، مون ماريندي ماءُ
پنهل ڪاڻ پياءُ، ڏورڻ ڏک ڏونگري.

٢٦- صبح ساريان پير نهاريان، ڳوليان گورن گس
پنهل ويو جنهن پيچري، ڏونگر ڏي سو ڏس
ووڙڻ منهنجو وس، ليڻ ڪم لعلڻ جو.

٢٧- اندر باري آگ، تيون ڏڪويل ڏورين
تہ هلن نہ هٿ هڻن، نڪي چپن ڪي چورين
مسڪين معنيٰ ملڪ ڪي، تيون اندر ۾ اورين
سوريتون سورين، تسبيحون پنهنجي تن جون.

٢٨- سڪ نيائي سيڪا، بار نہ ڪٽي بڪ
ڪچي ڦڪي ڪوڙي، پئي ماري جڪ
سڪن ڪي سرڪيو اچو پئي پئي هڻن پڪ
مسڪين سا پريندي وڪ، جنهن ڪي نا هي سانگو ساه جو.

٢٩- پيهي ڏنم پاڻ ۾، تہ آهي معنيٰ مڙيوئي
پاڻي مٿي باه ۾ سمايو سوئي
آهي آهوئي، قرب سڀ ڪلتار جو.

٣٠- جي گاذر ڌوئن گنديون، تن جا دهرا هن دڪان
وسيلي ويساه جي آئين جي ايمان
ميرائي جو مسڪين چئي، پر نہ لڳي پهران
شامل جن شيطان، سي ميرائي موٽائي ويا.

٣١- ولها سي وينجهار، جن لکيو نا لعل ڪي
ماڻڪ مٽيءَ ۾ پيو، ساري سڀ چمار
لوٽيا سي لوهار، جن پارس پرکيو ڪين ڪي.

٣٢- ويهي جان وجود ۾، ڪيم پرک پڇاڻ
تہ نڪي تيرٿ تڪيا، نڪا ڪعبي ڪاڻ
پرانن سان پڌري ڪر، تيرٿ پيا نہ تاڻ
مسڪين ان اهڃاڻ، تو ۾ تيرٿ تڪيا.

# سنڌي ڪافيون

(۱)

اچي مل مون ساڻ ميان، پل نہ مون کان پاڻ ميان
آءُ الله لڳ اوري

۱. راتيون ڏينهان روح ۾، روئڻ جي تہ رهاڻ ميان
ڏک جا ڏونگر ڏوري

۲. پلي پاڻ پري ڪئي، اڳ نہ ڪيڙهہ چاڻ ميان
چاڪ چڪيءَ جا وئين چوري

۳. مل تہ ماندائي لهي، پنهنجو پاڻ سڃاڻ ميان
جان جدائي تي جهوري

۴. ملين جي مسڪين سان، لهي من مانداڻ ميان
تن تو تڙقي توري

(۲)

اسان هر مذهب دي اندر هون
ڪڏان مسجد تي ڪڏان مندر هون

۱. ڪڏا مڪي هون ڪڏان متڙا هون ڪڏان حاجي بن هردوارا هون
ڪڏان صاحب سپ سنسارا هون ڪڏان صوفي صاف سڪندر هون

۲. ڪڏان ناري هون ڪڏان نوري هون ڪڏان زاہر ذوق ضروري هون
ڪڏان نيڙي تي ڪٿ دوري هون ڪڏان بي سر والا بندر هون

۳. ڪڏان پاپي تي ڪڏان پڃي هون ڪڏان شيعا ڪڏان سني هون
ڪڏان گياني تي ڪڏان گني هون ڪڏان مستو مست قلندر هون

۴. ڪڏان انگي تي ڪڏان ڊنگي هون ڪڏان ستگر تي ڪڏان سنگي هون
ڪڏان فالم فوج فرنگي هون ڪڏان مسڪين تي تونگر هون

(۳)

ٿل: جنهن پيچ پايو تنهين جي مان آهيان
ڏسي ويس ڳاڙها نہ لوئي لڄايان

۱. ڏسي ڪاج خاصا ملپدا ءِ مربا
منگها موٽ مڪليون، خوشيءَ سان مان ڪاوان

٢. ڪيو خـود ڪتائـون، آڇين بـاغ جنت
هجان سنگ سڄڻ جي دوزخ بهشت پانيان
٣. تڙي جي تڏي تـان ڪيي پـاڻ پيارو
مڙي من نـه ماسو، سچي تان سڏايان
٤. جنهين نينهن لائـي ڪيو ڪاتي خلاصو
جيڪو دم حياتي تنهنجا ڳڻ مـان ڳايان
٥. ڪري خـود ڪرامت مٿا لک جيئارين
مسڪين محب منهنجو اهڙو پيو نه چاهيان

(٤)

سانـول سريلي سـڏائـي
سڻ سکيا ڪيتي ترڪ تياري

١. مـدن موهـن شام سندر، بـي مـک بيـن بجائـي
٢. سڏي سـاز سريلا سرگم، سـڪيـن مـوج مچائـي
٣. بندرا بن وچ مين بيراڳي، لعلي عـجـب لڳـائـي
٤. مسڪين موهن والي مرلي، سـم ۾ در تي سمائـي

(٥)

ٿل:- وانهڻ ووڙيم ڳليون ڳوليم، ڪـيـن مليـو سـو يـار
سک ڇڏي پڌي سورن سندرو، سـفـر ڪـيـم اختـيـار
١. فوج فراق اجي موج ۾ آيس، سـوز ڪـيـو لاچـار
پري پانيم پاڻ ڪان پيارو، دوسـت مـٺـو دلـدار
٢. سڳنڌ سر منجهان تي ثابت، هـرڻ آئـي هـپـڪـار
جهنگل جبل سب جهاڳي آيم، ڪون مليـو ڪو يـار
٣. پيهي ڏنـم پاڻ ۾ پنهنجي، عـشـق سـنـدو آڪـار
ڳوليم ڦوليم ڳوٺ ڳلين ۾، منجـهـه ڏنـم مـنـٺـار
٤. مسڪين ڳجهه اندر ۾ ڳولي، سـوجـهـنـم سـو سـردار
منجهائين معلوم ٿيو من ۾، صـورت جـو سـيـنـگـار

(٦)

ٿل :- جبل جهاڳيم وندر ووڙيم، ڪون لڌم ڪوهيار
ڀليو سڀ ڀنڀور ڪي ڇاٽي، سوجهيم سرجڻهار

١- ننڊ اکوڙي ڪيڏي اکين مان، جاڳڻ سان رکي جار
ڪنيم ڀير ڀنهل جا ڀادل، چوطرف چوڏار

٢- ڏونگر ڏوريم، ننگر نهاريم، ووڙيم سڀ وڻڪار
آهي ڪانڌ تنهنجي ڪڇ ۾، نائي نيڻ نهار

٣- ڪرهه ڪنوات، سوات نه هلڻا، ڪيڏانهه ويئي قطار
نڪري شهر ڀنڀور ڪان ٻاهر، ڀوري ۽ ڳوليو ڀتار

٤- مسڪين هوت تنهنجي هنج ۾، اندر ڪي ته اجار
ڏيرو دوست جو توهه آهي، ڀهڳڻ نا ڀئي ڀار

(٧)

ٿل :- جي جوڳي ويا جبروت، سوامي سي ته صبور ۾

١- سوامين لاٿو سر جو سانگو، ڏسي عشق الله جو اڙانگو
سي ماهر ٿيا ملڪوت، گهوٽ گهايا انهي گهور ۾

٢- سدا خورش خودي ۽ جي ڪائن، هستي هوڏي هٽ نا لائن
لعل وڃي لاهوت، نظر وڌائون نور ۾

٣- جتي چنڊ جو ناهي چارو، آتي آڏوتن اڏيو اوتارو
حاصل ڪري هاهوت، محو رهن هن مذڪور ۾

٤- مسڪين ماڳ مهيسن وارو، آهي روپ ۽ رنگ ڪان نيارو
بانڪا ويا ٻاهوت، حاصل جال حضور ۾.

(٨)

عدم ڪان عرب ۾ آيو ڪري صاحب سرداري
ٻاتائين خاڪ جو خرقو رکي ڪا مام موچاري.

١- رهين ڪي راز جو رستو، سليائين سخن سربستو
احد ڪي ميم ڏيئي وچ ۾، ڪيائين عبد اظهاري

٢- اصل ٻاهوت بيرنگي، نه هو ساٿي نه هو سنگي
آيو قاصد ٿي ڪلجڳ ۾، ڏيڻ ڪا ڪل قرب واري

٣- بنايائين بره جي بازي، پليا پاڻهين ملا قاضي
دوئيءَ جي دام ۾ ڦاسي، ڏنائون نا راه رمز واري
٤- مسڪين هڪ ميم جي اولي، وڏو آهي خلق کي رولي
"انا احمد بلا ميم" چئي ڪيائين جوش کي جاري.

## (٩) آسا

چڱي وٺيئي توکي شال هن نمائيءَ جي حق ۾ هادي
١- آءٌ نمائي عيبن هائي، ڪيو پلايون پال
٢- چت چرخي سان ڪين مان لاتو، ڪهڙو سٽايان حال
٣- دم دم سان شال گڏ تون هجين، تونهين ڪنديم نهال
٤- مهر منگي مسڪين تو، بي مايا منگي نہ مال

## (١٠) ڪانڙو - پاڳهيسري

ڪر مهر نظر مولٰى هيٺي حال تي هادي
١. تو در آهيان سوالي، مالڪ چڏ نہ خالي
مايا گهران نہ مالي، ٿئي عشق جي امدادي
٢. خاڪي مان آهيان خاطي، کول تن اندر جي تاڪي
ٿيان محب سان ملاقي، وهي ورهہ جي وادي
٣. ٿئي خاص خيال دم سان، قائم وهان قدم سان
ٻئي ڪنهن ڪار نہ ڪم سان، اهڙي ٿئي ارشادي
٤. مسڪين جو تون مولٰى، لاهين پوءِ اندر جا پولا
لاهين اکين تان اولا، آهيان ملڻ لاءِ ماندي

## (١١)

آءٌ پيارل پڪڙي ويهہ اچي، توکي پيو نہ ڏسي ٻيا ويهہ اچي
١. اچي اکين ۾ اوطاقي ٿيءُ، تون يار تہ مون سان ياقي ٿيءُ
اچي محب تہ مون سان ملاقي ٿيءُ، هن تہ وچڙيل دل ۾ ويهہ اچي
٢. توکي ساهہ صنم نت ساري ٿو، هڪ پل بہ ڪين وساري ٿو
آهو واٽون روز نهاري ٿو، ڏي قتيل دل کي ريهہ اچي

۲. تون واقف دل جو سائين صنم ، مونکي تو ڪانسواءِ ٿا هي ياد جسم
مونکي آهي اوهان جي سڄڻ جو قسم ، ڪر سڙيل دل کي ليءَ اچي

۴. ڪر پيارل ڪا پوئواري تون ، ڪر مسڪين سان تہ سوچاري تون
مٽ يار نہ مون سان ياري تون ، تو ڇا ڪون ڪيو مون سان ڇيهہ اچي

## (۱۲) پيروي

ناپيد نالو نام جو ، طالب جهڙي ٿيءُ تون تيار

۱. سڪ سڏون سپيئي ڇڏي ، تهدل ايندو تنهنجي تڏي
ويهہ غمزدن سان گوڏو گڏي ، تون ڪا گهڙي تن سان گذار

۲. ڪن نچائي نفس گهر ، تون نچائج عشق نر
پوءِ پوئيئي عشق جي خبر ، هن امر تي ڪر اعتبار

۳. نفس گهمائي شوق کان ، ۽ عشق گهمائي ذوق کان
تون لڪائج لوڪ کان ، ٿئي عشق جو توتي اثار

۴. مسڪين ڳولج مام کي ، اڏو وچين نا عام کي
گهرو وڌائج ڳام کي ، ڪلجڳ ڪنان ڪر تون ڪنار

## (۱۳)

رک ڏيان سارو دم بہ دم ، ٿئي جاڳڻ جو جوش جسم ۾

۱. سهڻل سائينءَ سبق سيکاريو ، جاءِ ڳجهيءَ تي جانب آيو
ٿيءُ ڳولائو لڳ لحم ۾

۲. ٿي نفي ڪر اثباتي ، پاءِ دروني دم دم جهاتي
اٿي فڪر واري فهم ۾

۳. خوشان خاڪي خرقو پائي ، احديت مان عبد ٿي آئين
ٿي آئين اوچ اعظم ۾

۴. مسڪين موج ڪيو آهہ ماهر ، ذوق منجهان ٿي آيو ظاهر
ٿي آئين اوت آدم ۾

## (۱۴)

هر جا حق موجود ، ڇا ڪي آهہ ساهہ سڪايان

۱. هم تم ، تم هم هڪ ٿيو ني ، غير ٿيو نابود

۲. ”انا احمد بلا ميم“، محض تيو مقصود
۳. ”ونحن اقرب“ حق سڃاڻي، صافي سير سجود
۴. جامع جامه جلوه خدائي، ويڙا وهم وجود
۵. مسڪين موج مڙ پاڻي معنيٰ، رڳ رڳ تي آسود

(۱۵)

آئي جاڙون جاڳ، چڙهي ساءِ سهڻن جو
۱. ذاتي واري ذوق سان، جاڳي جاڳي پيو جاڳ
۲. نفي ٿئي اثبات سان، پسي صورت ساڳ
۳. آئي ويهه ادب سان، ڪري ربوبي راڳ
۴. مسڪين مخفي ماڳ جو، جهاڳي جبل جهاڳ

(۱٦)

سامي جهاڳي سور، ويچها ٿيا تن وصال کي
۱. پاڻي منهن مونن ۾، مانجهي ٿيا مخمور
۲. اوري الف اندر ۾، ڏيل ڪيائون ڏور
۳. کهي ويا کوه ڪاف ۾، پهه پچائي پور
۴. مسڪين معنيٰ ماڪ ۾، پهتا پهرين پور

(۱۷)

آئي جبل جهاڳ، پولي ڪو ڏس ڏيرن جو
۱. ويراڳڻ ٿي ور لئي، چڙهي محلا ماڳ
۲. ڏونگر جي ڏورڻ لئي، پختي پهري پاڳ
۳. لڏوئي جي ور وندر ۾، تن پوري پاڻهي پاڳ
۴. مسڪين پارج من تي، عشاق الهي آڳ

(۱۸)

جوش جبل جا جذبي وارا، غازي ٿي لنگهه گهارا، ٿي نيارا
۱. پختو رکي پيچ پنهل سان، وندر ڏس وڻڪارا، ٿي نيارا
۲. ’هو‘ جا هوڪا جام جبل ۾، پل پل سڻ پوڪارا، ٿي نيارا
۳. دم قدم ڪر پيش پرين جي، ذاتي سڻ زونقارا، ٿي نيارا
۴. مسڪين ملڪ انهي جا مليا، پار پرين ڪون سارا، ٿي نيارا

## (۱۹) پيروي

تنهنجي ديد ڪيس ديواني، سو محب ملي لاثاني

۰۱ جنهن جي نينهن ڪئي آهيان نانگي، ويڙهي وره ڪئي دل وانگي
سي ساريان ٿي سانگي، جنهن جي عشق ڪئي عرياني

۰۲ آئون ساريو ويٺي ساريان هڪ پل پڻ ڪين وساريان
رويو روز ٿي راه نهاريان جند جان ڪريان قرباني

۰۳ جنهن لئي ڏونگر آءٌ ٿي ڏوريان سوريو سورن تسبيحون سوريان
ڪنهن سان حال اندرجو اوريان جنهن ڪاڻ ٿيس سيلاني

۰۴ مسڪين محب اگڻ تنهنجي ايندو، هي ڏول ڏکن جو ويندو
ڪڏه ڏينهن وصل جو ٿيندو تنهن لاءِ وتان حيراني

(۳۰)

گهڙيون گهاريجا، پاروچا چڏيو ڪين چپر ۾

۰۱ رهي رات پنهور ۾ جڏي جيار يجا، پاروچا
۰۲ ولهي ڪي ته وٽڪار ۾ ساجن سار يجا، پاروچا
۰۳ لڪن جي لوڏن ڪان آري آڪار يجا، پاروچا
۰۴ وعدا ڪئي نه وڃڻ جا پڪا پاڙ يجا، پاروچا
۰۵ ملن شال مسڪين سان پرين پار يجا، پاروچا

(۳۱)

ڏسي آرا سي اڪڙن جا ويا ڪوها لڪين ڪنجي
پسڻ سان پيچ پنبڻن جي سوبن سوره ويا سنجي

۰۱ اڙن ٿيون هو جتي اکيون، امالڪ پاڻ سان پکيون
وتن بازن مثل بکيون، ويا ويرم ۾ ڪٿين ونجي

۰۲ اهي ڪجليون اکيون ڪاريون، اچن ڀهگڻ سي ڀهار يون
ڪٿين ڪن ڪوس ڪوهياريون، لکين ويا خان هت ڪنجي

۰۳ ڪرن جت فير ٿي فالم، ڪٿين ات علم جا عالم
سوبن سوره سنوان سالم، ڪٿين لحظي ۾ ويا لنجي

۰۴ مسڪين اکيون جتي اٽڪن، لکين لائق اتي لٽڪن
ڏسي بانور يون سوبن پٽڪن، ڪٿين ويا فير ۾ ڦنجي

# سرائڪي ڪافيون

(۱)

مرشد دي ميخانہ وچون جام پيتوسي جاري، ٿي هوشياري

۱. ملياڪيف ڪلال دي هٿون عشق ٿيا اظهاري، بيحد باري

۲. نينهن نشي نروار چا ڪيتا ويکيم صورت ساري، ٿئي عتباري

۳. پيوڻ نال پسار چا ڪيتا وهم گيا لنگهہ واري، ترت تياري

۴. مي ءِ ڪيتا مسڪين کون ماهر ويکيم حسن هزاري، باغ بهاري

(۲)

دم قدم رہ نال مؤلا دے رکہ چست رندان دے چالي، بيحشالے

۱. جو دم جيوين نال قرب دے ڪيتا قول چا پالي، ول نہ وسالے

۲. دم دا سير بہ نال قدم دے سچا کر سنڀالي ٿي، خوشحالے

۳. آڻ سري رک اوت اڏي دے کوپا کنڌ کپالي، ٿي موالے

۴. مسڪين محب دے ميخانے دے پيتي پرت پيالي، ٿي وصالي

(۳)

زلفان دي خم خام ماهي چا مئن قيد ڪيتا

۱. مسجد چوڙ مڙهيان وچ جاون اي ديدان دي دام

۲. ديدان نال جي ديدان اڙيان بره ڪيتي آ ذم ذام

۳. ڪري ناز نقاب چا کوليس ڏتڙي محب ڪا مام

۴. مسڪين محب دي ميخاني وچون پيتم جوش دا جام

(۴)

بدل بره دا برسي آيا ڪر کي مينگهہ ملاري دا

۱. آڙنگ عشق آگهم ڪر آيا وچڙن چا چمڪار مچايا
ويس ڪري وسڪاري دا

۲. بوند بره دي برسڻ آئي آوڻ نام ٿي سرت سوائي
ڪليا واءُ بهاري دا

۳. بارش بره دي ڪيتي بهاري باغ برابر ڪيتي گلزاري
حسن ويکو هبڪاري دا

۴. مسڪين مام دا مينهن وسايا راز رهبر دي رنگ لايا
قدر پيا تيڏي ياري دا

(٥)

تسان چاٹو متان مهوال آيا شاهي چوڙ چاكردي كرچال آيا

١. رانجهن تخت هزاري دا شاه ويكو تسان تار يكي دي وچ ماه ويكو
آوڻ رنگ دي وچ انهيدي كاه ويكو سانگا سٹكي جهنگ سيال آيا

٢. جيوين بڻ قاصد سردار آيا كنهن قرب دي كيتي چاوڻ بار آيا
كائي مام ڈيوڻ مهندار آيا ڈيوڻ طرف نشان احوال آيا

٣. بي رنگ كون چوڙ رنگ چا آيا "الانسان سري" دا رنگ لا آيا
باري بار بره دي چا آيا ست خود كون بن مثال آيا

٤. خوشيان خاك دا خرقا آ پايس آكي درد غمان دا بار چايس
مسكين انا احمد دي لاگهه آيس مولاڻ كون سڈ تي مثقال آيا

(٦)

جهيندي نال علي همراه تهنون كون كري گمراه

١. حيدر جنهندي نال حمايت دم قدم دي كرن قناعت
پارس هے تان كيا پرواه

٢. فيض فقيري حب حيدر دى صاف سلوكي سك صفدر دي
جنهن صدق كيا سر ساه

٣. مولا مظهر دا هے مالك جنهن سجاتا سو ٹيا سالك
علي دي نال اڑيا اراواح

٤. مسكين دا هے مالك مولا صاحب كيتا كل كم سولا
هو يا حامي حيدر شاه

(٧)

كعبا تيرٹ تيڈي نال اور قرين تون كيهي خيال

١. تيهه ۾ گنگا تيهه ۾ جمنا ليا پاوين ديگر لعل

٢. اپنا روپ پچهائے آپے سر صورت كون آپ سنڀال

٣. دم دم ويك دروني درشن قادر دا هے قرب كمال

٤. مسكين پا دروني جهاتي ترك طمع دا سارا تال

(٨)

صوفي نام سڏاوڻ سوکا اوکا قدم اٺاوڻ آپ پڇاوڻ

١. ديک شمع پرواني وانگر کوري وچ آ ڪامڻ آپ سڙاوڻ

٢. عاشق تي انصاف تبي ارڏا تي ات آوڻ ڪنڌ ڪپاوڻ

٣. دم دا حال پوي جنهن دم وچ اپنا نينه نچاوڻ چير يان پاوڻ

٤. مسڪين مام انهي تي محڪم جوشان جوش جڳاوڻ نينه نڀاوڻ

(٩)

اپنا روپ پڇاني انساني سارا سبحان هے سر سبحان هے

١. ”الانسان سري و انا سره“ فرمودا فرقاني - انساني

٢. ”انا احمد بلا ميم“ ظاهر نبي دي زباني - انساني

٣. ”فثم وجہ الله“ فڪر ڪماوين راز رحيم رباني - انساني

٤. ”ونفخت من روحي“ رايا اي بي قول قراني - انساني

٥. مسڪين من وچ سوجهي معنيٰ آدم اعظم ثاني - انساني

(١٠)

لوک سچا لهوارا شاه عشق چلي او پيارا

١. لوک ڳوليندا بخت بشارت عشق ڳوليندا ملڪ ملامت
نينه دا ملڪ نيارا

٢. لوک هي منگدا شانا شاهي عشق ڪر يندا گذر گدائي
قردا مست متارا

٣. لوک منيندا تاج ڪلنگي عشق ڪر يندا مست ملنگي
گوندر غم گذارا

٤. مسڪين ڏونهين آپ نہ تهندي هڪي گفتي مول نہ رهندي
الت ڪريندا آرا

(١١)

انهي پيچ پيارل دي پاوڻ تون صدقے ننگي نينه ناتے نڀاوڻ تون صدقے

١. ڏس جام جوشي جهان مين جاني پريمي پيمانے پلاوڻ تون صدقے

٢. هوڻ دي هلاڪي دا مادا متي گيا سهڻي ساک سالم سڏاوڻ تون صدقے

٣. جا تن جوت جانب جودون جڳائے انهين عشق انوردي آوڻ تون صدقے

٤. مسڪين موج معنيٰ دا موقعہ ملهايا اناالحق آوازين الاوڻ تون صدقے

# هندي ڪافيون

(۱)

پولا من ايسا جڳ ۾ چلنا    ايسا جڳ ۾ چلنا پولا من
۱- کهيا مانو جوٽ نہ بولو    پر ناري ڪا سنگ نا ڪرنا
۲- ست شاستر کو ساکي جانو    گر ڪهني ۾ رهنا
۳- گر گياني انتر يامي    ڌيان چرن ۾ ڌرنا
۴- مسڪين گر ني پيد بتايا    چم آسي ڪا چرنا

(۲)

دم مارڪي ديد لگا ڪي ويکو    سارا سير تمهين ۾ سمايا هے
۱- دم دا ڪر ڌيان ويکو    ڪر گهونگهٽ وچ گيان ويکو
ڪر نقش ڪون نظر نشان ويکو    اِيوين نينهہ عشاقان نپايا هے
۲- تن دا طبلا وڄاڪي ويکو    هڪ گيان دا گيت گاءِ ڪي ويکو
"لا" دي نال ترلونڙي لاڪي ويکو    اِيوين پيد عشاقان بتايا هے
۳- تو اپنا روپ پڇان ويکو    هي محب دا ايهي مڪان ويکو
پيڇي گهٽ وچ سارا جهان ويکو    اِيوين من وچ محب بنايا هي
۴- مسڪين مرشد دا فرمان ويکو    عهد امر الست بيان ويکو
کول دفتر دا ديوان ويکو    ڪيوين آپ ڪون آپ ڇپايا هي.

(۳)

تيري عشق مجکو جاني يون بے صبر ڪيا    حيران هو چڪا هون دل دربدر ڪيا
۱- تيري فراق مين تو دل دردناڪ هے    خواهش خوشي ڪي چٽڪئي غم
نے اثر ڪيا
۲- جس دن تمهاري عشق ڪا شعلا جو پڙ گيا    جيسا مثال طور ڪو نوري نظر ڪيا
۳- ايسا پريمي پيالہ مسڪين ڪو ملا هے    پينے سے ايڪ پل مين قالب قمر ڪيا

(۴)

ستگر سر سمجهاو ينگا    شبد سنو ري سوئي سنتا
۱- کهيا مانو جوٽ نہ بولو    استري انگ نہ لاوينگا
گر نے پيد بتايا اس سے    ڦر جنم نا پاوينگا
چال چلاوت چت ۾ چنتا

٢- ناپ ڪول سون نام اناوت ڪنٺ ڪول ۾ ڪاهينگا
پـور غفا ۾ پيد بـرستا سـن محل ۾ گاوينگا
پران پران ۾ گياني گنتا

٣- سر ڪا ساز بجائو ساڌو دسوني دواري جاوينگا
ساس سمود آڪاس ۾ آڪي سم ۾ آپ سماويگا
طبل بجائون تون تون تنتا

٤- ڪن بچ ڪنڊل مک بچ مرلي سـوهـن مندر آوينگا
ساول صورت والا ساڪي چـوڪا شبد سنـاوينگا
سوئي مسڪين ماهي منتا



# باب تيرهون

## سيد غلام عباس شاهہ ۽ سندن ڪلام

"سر جدا، ڌڙ ڌار، دوڳ جن جا ديگ ۾،
سي سر ڪن پچار، حاضر جني هٿ ۾." (شاهہ ڀٽائي)

سائين روشن علي شاهہ جن جا ننڍا صاحبزادا ۽ سائين هادي بخش شاهہ جن جا برادر صغير هئا.

سندن ولادت تنڊي شاهہ جهانيان ۾ تاريخ ۲۹ مهيني صفر سال ۱۳۰۱ھ ڌاري ڏينهن ٿي، سندن ولادت کان پوءِ جلدئي سندن والده شريف رحلت ڪري ويئي، اِن ڪري سندن پرورش ننڍي هوندي کان ئي وٽي سندن والد سڳوري جي شخصي نظر هيٺ ٿيندي رهي. پنهنجي والد سڳوري جي نظر کان پري اصل نہ ٿيا ۽ سندن زير سايہ تعليم ۽ تربيت حاصل ڪيائون. درسي تعليم گهٽي ڪانہ ورتائون. چار درجا سنڌي مس پڙهيائون، مگر ذهن ۽ ذڪاءَ اعليٰ درجي جو هون. اوڻٽيهن ورهين جي عمر ۾ شادي ڪيائون. کين ٻہ فرزند ارجمند، غلام سرور شاهہ غلام قادرشاهہ تولد ٿيا. پويون صاحب پنهنجي والد صاحب جي وصال کان ستٽئي پوءِ ۱۹ ورهين جي ڄمار ۾ راهہ عدم ڏانهن راهي ٿيو، وڏي فضيلت منجهس سمايل هئي ۽ نياز ۽ نئڙت جي مورت هو.

"ڪاتيءَ نہ ڪانهن، نڪو ڏوهہ قلم جو،
انگ آتيئي لکيو، جتي نہ رسي ٻانهن،
ڪنهن کي ڏيان دانهن، جڏن قضا قلم وهائيو." (شاهہ ڀٽائي)

سائين غلام عباس شاهہ قد جا پورا پٽا هئا، پيشاني چمڪندڙ ۽ ڪليل هئي، اکيون آهوءَ جي عين وانگر وڏيون ۽ نماڻيون هئڻ، چهرو ٻهڪندڙ ۽ ريش مبارڪ گهاٽي، ڇمڙي سفيديءَ ڏي مائل هئڻ، اوائل ۾ سهڻي ۽ وڻندڙ لباس ۾ گذاريندا هئا، مگر پنهنجي مرشد ۽ والد شريف جي انتقال بعد رسول صلعم ۽ آنجي اصحابن وانگر سادي حياتي رهڻ لڳا، قناعت جي ڪنڌ ۾ گذارڻ لڳا، گم نامي ۽ خلوت جا خواهان ٿي پيا ۽ روحانيت ڏي رجوع ٿيا.

سندن بزرگوار برادر سائين هادي بخش شاه جن نـنيڍي هوندي کان وٺي، اڪثري دنياوي ڌنڌن کان پري رهيا، ان ڪري ڪين دنياوي ڪمن ڪارين ڏانهن گهڻي قدر متوجه ٿيڻو ٿي پيو. حويليءَ جو سڀ ڪم ڪار سندن ٻلي هوندو هو. سڀاءُ بلڪل حليم ۽ مانيڻو هوندو هون، ڪڏهن ڪنهن سان ڪهرو نـه ڳالهايائون، رمضان شريف ۾ ٽيهه ئي روزا رکندا هئا ۽ نماز پنج ئي وقت پڙهندا هئا، بلڪل سادو ۽ ٿورو کائيندا هئا، رات جو ته بنهه ٿورو کاڌو، جئن سندن خاندان جي ننڍي توڙي وڏي جو دستور آهي، کائيندا هئا، سو به رب ۽ ڪير.

” قوت ڪڙايا ڪاڙهي، طعام نه طمعدار. “

مرشد سائين جن جي روضه شريف جـي اندر جڏهن تشريف آور ٿيندا هئا، تڏهن اڪثر ڏسبو هو ته والد شريف ۽ مرشد موچاري جي مزار شريف ڪي چهٽا پيا هوندا هئا ۽ اهائي التجا ڪندا ايندا هئا تـه ”يا پير مغان پاڪ، منهنجو سر قبول پوي، منهنجي بزرگ برادر عزيز ڪي بارگاه الاهي مان جهجهي عمر بخش ٿئي!“ ٿيو به ائين.

”لڳي آتر هير، ساموندين سر سنبايا.“ (شاه ڀٽائي)

”من بجا گر فنا شدم چه غم است غرض الله ميان سلامت تو است“

سندن انتقال اوچتو ٿيو. صبح جي پهر دستور موجب والد صاحب جي مڪان ۾ وينا هئا، ڪي مريد ۽ سوالي به حاضري ۾ ويٺا هئا. جئن ئي هڪ سواليءَ ڪي تعويذ لکي هٿ ڊگهو ڪري ٿي ڏنائون، تئن ئي ڪنڌ ڪڏي هيٺ نمايائون سندن دم پرواز ڪري ويو. آن وقت سندن عمر ۵۸ ورهيه هئي، تاريخ ۱۰، مهيني جمادي الاخر سنه ۱۳۵۸ ھ برابر ۲۸ جولاءِ سنه ۱۹۳۹ع جمع جي ڏينهن رحلت ڪيائون. سندن بزرگ برادر سائين هادي بخش شاه جن ڪي پنهنجي هر دلعزيز برادر جي اوچتي انتقال پر ملال سبب سخت صدمو رسيو. سندن وفات حسرت آيات جي ٻئي ڏينهن سائين هادي بخش شاه جن ڪي هڪ لقاءَ ڏسڻ ۾ آيو. منجهند وقت آرامي هئا ته هڪ خواب لڌائون. ڏٺائون ته غلام عباس شـاه جن روضي شريف مان نڪري اچي، سندن اڳيان بيٺا آهن. ڪين سر مبارڪ تي سفيد پٽڪو ٻڌل آهي ۽ بدن تي پيو لباس ساڳيو اهو هون، جـو هميشه جي دستور موجب پائيندا هئا. سائين هادي بخش شاه مرحوم صاحب ڏانهن مخاطب ٿي چيو تـه

”والد سڳوري جي وصال کان پوءِ اوهان سر مبارڪ تي هميشه سبز رنگ جو پٽڪو ٻڌندا هئا، اڄ هن طرح سفيد پٽڪو ڪئن اوڍيو اٿو؟“ ان تي مرحوم صاحب وراڻيو ”قبلا، اوهان جو ڪفن مٿي تي ٻڌو اٿئون.“

سندن مزار شريف ”مخدوم شاه جهانيان“ جي وڏيءَ خانقاهه حضرت سائين فتح الدين شاه جن جي روضي شريف اندر رسالي روڊ تي سول اسپتال هيٺان آهي.

”رب محب واهه شهه غلام عباس،
مرتضائي مذاق هُس مقباس.
وار جيئن ويو مڪن منجهان ولهو،
حسنہ سيرت سان طبل رنگ عباس.“

پوئين سٽ مان سنه ١٣٥٨ هجري نڪري اچي ٿو.

سائين هادي بخش شاه جن فرمائيندا هئا ته ”مرحوم صاحب هڪ لڪل لال هئا.“ سندن وصال بعد سندن دستخط ڪي نصيحت آميز گفتا هٿ آيا، جن مان هر طرح سندن بزرگي ۽ لائقي پيئي بکي. انهن انوار بخش ملفوظات ۾ توحيد روپي خزانو سمايل آهي. مصنف جي والد صاحب ٻ يهن صفحن جو هڪ ننڍڙو ڪتاب ”هڪ لڪل لال“ نالي ١٩٣١ع ۾ ڇپايو هو، جنهن ۾ اهي ملفوظات ڏنل آهن. سندن ڪلام نموني طور هيٺ ڏجي ٿو.

## بيت (سنڌي)

اي نار، تو هيءَ تنوار ڪئن پرائي پرين ڪان؟
ڇي وجهي ڪرٽ ڪپار ۾ ڪيائون ڏارون ڏار
لٽ پانڊو ٻه ڇڪريون جملي تڪر چار
سل ڪيي سونهڻ هٿي رکيائون مالهه مدار
ڳوڏا ڳاڏيءَ ۾ وجهي ڪيائون ڳاڏي تي ڳنڪار
اهڙيءَ طور تنوار، سون پرائي پرين ڪان.

## ڪافي (سنڌي) پيروي- تلنگ

واه واه ناز نيڻن جي نزاڪت ڏس لحظي ليئڙو پائن، سا لياقت ڏس

١- ڪڏهن جهٽڪ ڏيئي ڪن نهارن ٿيون دک درد دلين جا لاهن ٿيون
پاڻ سهڻيءَ ريت سيبائن ٿيون اها صاف سندن آهي سخاوت ڏس

٢. هلي حسين اهي ڪن جنهن حملا جيءَ جان وجهن تنهن جر جلا
تڙ ڦڙ ۾ مچائن ترٿلا لنو لرزش فيض فصاحت ڏس
٣. جي راض رڪن ڪٽي سهٽيون اکڙيون ڪڍهن ڪنهن نہ پڌيون سي ڪي مڙيون
ڏيئي آچل اشاري ڪن دست دليون اهڙي باجهہ پري تن عنايت ڏس
۴. نشان چٽو تن اڳيان چا هي ڏيئي گهور وجهن تيون دل گهائي
ايهو عجب غلام عباس آهي ڪارن ڪجلين جي تہ ڪرامت ڏس.

## سرائڪي (ڪافي)

ميندي شاه قاسم دي لاوڻ تون صدقي
تنهندي سهٽي سهري دي پاوڻ تون صدقي
١. بٽي شب ڪون شادي صبح دا وچوڙا
سهران نال سر ڪون ڪپاوڻ تون صدقي
٢. هوئي ڏوم شادي ڪي اج رات ڪون
صبح سر ڪون نيزي چڙ هاوڻ تون صدقي
٣. ونڙي بال ڪولي شهادت دي روز
شادي رات سر دي گندواوڻ تون صدقي
۴. چاچي ماچي ساري تي قربان ڪس گئي
رهيا نا دفن دي ڪراوڻ تون صدقي
٥. جيهي شاه شادي ايجهي نا سٽيو سي
لوهو وچ گاني سات لڙهاوڻ تون صدقي
٦. ويران وسندا مدينا شهر ڪر
ڪڙم سارا ڪربل ڪهاوڻ تون صدقي
٧. منگن بچي شربت دي بدلي پي آب
تسيان ڪون نہ پاڻي رساوڻ تون صدقي
٨. ننڍي بال معصوم دي موڏئيان وچ
تيران نال تنجڙي چڙاوڻ تون صدقي
٩. راه حق ۾ صدقا ڪيتا سر ڪون سورهہ
جشن جواني جوبن جلاوڻ تون صدقي

۱۰- شهادت هوئي شاه مثل قيامت
عجب اجل عاشق تي آوڻ تون صدقي

۱۱- آمت ڪيتي صدمان سنوني اي سر پي
مانجهي محب ميدان ملهاوڻ تون صدقي

۱۲- زوار حسيني غلام عباس
سخي تيڏي مشڪل ڪٽاوڻ تون صدقي.



# باب چوڏهون

## فقير مهدي شاهه (مهدي)

"مون سي ڏٺا ماءِ، جنين ڏٺو پرين کي،
تنين سندي ڪاءِ، ڪري نه سگهان ڳالهڙي." (شاهه ڀٽائي)

سيد غلام مهدي شاهه عرف مهدي شاهه بن امام بخش شاهه بن حامد شاهه بن ڪامل شاهه بن سيد ويڏل شاهه شاهه پور جهانيان (تعلقه مورو) وارن جهانيا پوٽن مان آهي. هيءُ رند درويش هن وقت اٽڪل نوي ورهين جي وڏي عمر وارو آهي. جڏهن اجا ٻار هئا تڏهن پنهنجي والد صاحب سان گڏجي پهرئين دفعي حيدرآباد ۾ فقير قطب علي شاهه صاحب جن وٽ ويا. فقير صاحب جن نينگر کي ڏسي فرمايو ته "نينگر وڏي مٽيا وارو آهي."

سائين مهدي شاهه اول ۾ صاحبزادا ٿي نپنا. گهوڙا، نوڪر، ٻانهيون ۽ عيش عشرت چوڌاري هئا. پوءِ هڪ شخص سان ملاقات ٿين، جنهن چين ته "تون اسان جو رستو نٿو وٺين." اِتي ويراڳ لڳن، پوءِ خير پور ميرس جي اوير ۾ ٽڪرن ۾، شادي شهيد وغيره هنڌن تي اڪيلي سر گذارڻ لڳا.

"لڳي جن لوري، ڏونگر سي ڏور ينديون" (شاهه ڀٽائي)

اها جا ٽپي ڏنائون، جو چار پنج سال گم هئا، رچي لال ٿيا.

"چشم بند وگوش بند و لب بند،
گر نه بيني سر حق، بر من بخند."

پوءِ اچي ڪوٽ ڏيجيءَ ۾ اوتارو ٺاهيائون، آتي چلا ڪيڍيائون ۽ نفس کي وڌيڪ نمايائون.

"ڏيکاريس ڏکن، گوندر گس پرين جو." (شاهه ڀٽائي)

لنگ نڪتل هوندو هون ۽ عشق جو جوش رهندو هون. هڪ دفعي اونهاري ۾ ٽاڪ منجهند جي وقت، هڪ جوان گهوڙي تي چڙهي اچي اگهيان بيٺن ۽ پنهنجن راهين جو ڪانئن سوال ڪيائين، فقير صاحب جواب فرمايو ته "سائين! پيسا ته اسان وٽ ڪين آهن، باقي سر حاضر آهي خدا جي نالي تي."

"اصل عاشقن جو سر نہ سانيڻ ڪم." (شاه ڀٽائي)

سوار چين تہ "تڏهن هليو آءُ". فقير صاحب جي ٻانهن ۾ ڪري سڳو ٻڌائين ۽ ڀڄاڙي پنهنجي هٽ ۾ جهلي، چيائينس تہ "چڱو تيءُ گهوڙي جي اڳيان. توکي خيرپور ۾ هلي نيلام ڪبو ۽ پيسا وصول ڪبا"

"هيءُ هڏو چم، گهوريو محب ميهار تان." (شاه ڀٽائي)

عشق ۽ محبت جو جوش مٿن اهڙو چڙهيل هو، جو ڏينهن تتي جو اهڙو ڊوڙندا پيا هليا، جو گهوڙو بہ پويان پئي آيو. اٽڪل ٢١ ميل پيدل ڪري اچي خيرپور پهتا. فقير صاحب کي وهاري گهوڙي وارو آڏو تي بيٺو، ايتري ۾ عبدالمجيد جمعدار جو مير امام بخش خان جو عام مختار هو، اوتاري تان حال معلوم ڪري، گهوڙا ڊوڙائي، اچي خيرپور پهتو ۽ پئسا ڏيئي فقير صاحب جي ٻانهن آزاد ڪرايائين.(١)

"ثابت لنگهيا سير، لهرين لوڏيا ڪينڪي." (شاه ڀٽائي)

گلابي جامون پهريل، چيريون پيرن ۾، ڏاڙهي صاف، وارن جو پويان وانگوڙو، واه جي صورت آهي! پيدائش هوندي بہ ڏاڍي ڦڙتائي. اکين ۾ رونق ۽ گنڀيرتائي عجب نموني جي. نياز جي مورت آهن. نياز بہ پختو:

"نڪي ڪٽن پاڻ سين، نڪو ساڻن پاڻ"( شاه ڀٽائي ).

اڪثر خاموشيءَ ۾ رهن ٿا، گفتگو ڏاڍي سنجيده. چوندا آهن تہ "ڳالهين ڪرڻ ۽ سمجهڻ وارا سنگتي گذاري ويا، هاڻي آهي هر ڪنهن سان هام ۾ هام ملائڻي."

هڪ خاص رنگ جا ملنگهہ آهن، گيڙو ڪيائون ۽ تولا ناهيائون. عشق جون مهميزون کاڌيون اٿن ۽ عشق کي مهميزون ڏنيون اٿن. ڪيئي ماڻهو ملڪيتون ترڪ ڪري سندن پويان نانگا ٿيا آهن. امير سندن پويان آهن. هاڻي ڪجهہ عرصو خيرپور طرف گذارين، خدا جي فضل سان اڃان حيات آهن.

مشهور شاعر آهن. سندن ڪلام گهڻو چيل آهي، هتي رڳو انتخاب جي گنجائش آهي. سندن ڪيترائي ٻالڪا فقير پڻ شاعر ٿيا آهن، ڪن ٿورن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا.

١- صفر علي ڦل پوٽو وينئل ڪوٽ ڏيجي. پهريون پهريون طالب درويش ٿيو.

٢- ديدار علي وڳڻ، رهندڙ ڳوٺ جاڙو لڳ جعفر وڳڻ تعلقہ مورو، هيءُ بہ هڪ سچو درويش ۽ طالب هو.

---

(١) هن ڳالهہ جي تصديق فقير صاحب جن پنهنجي زبان مبارڪ مان مولف سان ڪئي.

۳- مشتاق علي هاري و يٺل ڪانڙي تعلقه مير پور خاص، جو فقير صاحب جن جو دل وارو فقير ۽ نسنگ ۽ پروانو هو.

۴- نور علي لاڪو، ڳوٺ لاڪا تعلقه گنبٽ. ذهن ۽ علم وارو هو، قرآن شريف ياد هوس. تخلص "مظهر علي"، سندس شعر ۽ ڪلام ڪافي چڱو آهي. فڪر پختو هوس ۽ عجيب خيالات اظهار ڪيائين.

۵- صادق علي ڪنير ڳوٺ لاڪا تعلقه گنبٽ تخلص "صادق".

۶- عاشق علي ميربحر، صوبي ديري جو.

۷- رزاق ڏنو فقير مڱڻيجو، ڳوٺ مڱڻيجا لڳ سيٺارجا تعلقه گنبٽ.

۸- بخش علي ڪونئريجو، ڳوٺ محمد مشائخ تعلقه گنبٽ.

۹- سچڻ فقير ياٺي ڪوٽ ڏيجي.

سائين غلام مهدي شاه جن راه سلوڪ ۾ سيد روشن علي شاه "روشن" جا طالب آهن. فڪر ۽ فڪر جي تعليم ڪانئن حاصل ڪئي هئائون.

## سندن ڪلام جو انتخاب

## سنڌي ڪافيون

### ۱- جوڳ

ٿل:- اونڌي ڪنڌ اداسي الله سان اورين

۱- پائي منهن مونن ۾ الله سان اورين

۲- عدل ۽ انصاف جا وينا تر تورين

۳- مهدي ۽ جي ميلاپ لاءِ ڏک اندر ڏورين

### ۲- جوڳ

ٿل:- پلي ويا پنهنجو پاڻ مسافر هن ماڳ تان

۱- وساياڻون ويراڳ ڪي وصل وارو وڻاڻ

۲- ساڻ نہ نيائون ساٿ سان چڏي ويا چاڪاڻ

۳- راتيان ڏينهان روح ۾ روئڻ جي تہ رهاڻ

۴- مهدي مون مسڪين سان سيد سدا ساڻ

## ٣- جوڳ

ٹل:- پڌل آهيان پول پول پنهنجي محبوب سان
١- ڪالهہ ڪلهوڙي ويڙهيل وچہ ڪري آيس قول قول
٢- مک ميزان جي منصف وچہ تريل آهيان تول تول
٣- موج مدامي مهديءَ ميلي گهڙي گهڙي ٹيان گهول گهول

## ٤- ڪلياڻ

ٹل:- دم ريڊا وٹئون دم دم سان، ڪارناميون پئي ڪم ڪم سان
١- عشق امر جا عاشق آهيون، صورت واري سم سم سان
٢- نانگا نبارا آهيون نوري، جوڙ نہ آهيون جم جم سان
٣- معرفت آهي ماڳ اسان جو، حقيقي هم هم سان
٤- مهدي واري موج ۾ ماهر، گڏيل نہ آهيون غم غم سان

## ٥- مالڪوس

ٹل:- سر جو سانگو لاهہ، پلي پوءِ عشق کي هٿڙو لاءِ
١- اڳ ۾ لاهج سر جو سانگو، گوڙ گلا جو پائج گهانگهو
ڪڏي ڪنڌ ڪپاءِ
٢- ڪار قتل ڪان ڪنڌ نہ ڪيائج، ڪربل وارو قرب ڪمائج
اتي اک اٹڪاءِ
٣- منصو ر مرڻ ڪان مور نہ مڙيو، سير سوريءَ تي ساجهر سهڙيو
انــالـحــق الاءِ
٤- چڙ غلامي ٹيءُ تون غازي، رمز رنديءَ ۾ رهہ تون راضي
مهديءَ محب ملاءِ

## ٦- پيلو

ٹل:- عاشقن اثبات ڪئي آهي امانت ڪنهن ڪنهن
ثابت صورت سير جي آهي سلامت ڪنهن ڪنهن
١- زاهد زماني ۾ ٹيا قيدي ڪروڙ ين ڪيترا
حقيقت هن حال جي آهي هدايت ڪنهن ڪنهن

٢- الله کي اثبات ڪيو اصل ڪان عاشقن
انحدي اقرار جي آهي عنايت ڪنهن ڪنهن
٣- نور کي نروار ڪيو نانگن نظاري نام سان
مهدي او مهندار جي آهي مجاوت ڪنهن ڪنهن

## ٧- زلو

ٿل:- جيڏو شاه مردان جو شان ڏنم ايڏو پئي نه ڪنهن جو شان ڏنم
١- چٿن چوڏهن ۾ آهي چهرو پنجن ٻارهن ۾ آهي پڌرو
ڇو نه ڳايان سندس سهرو ضعيفن جو ته زمان ڏنم
٢- هيڪلي هردم ڪري هسواري چوڌ ڪنڌين چوطرف چوڌاري
نالو سندس آهي نر نرواري صوبن ۾ سلطان ڏنم
٣- عاشقن ۾ عاشق اعليٰ بيسر بيخود بيشڪ بالا
ڪٿي مظهر ڪٿي موليٰ هر جاءِ سندس آستان ڏنم
٤- احد تي احمد انور مهدي آهي محمد منور
ثابت ڪيائون سراسر سرور صافي علي سبحان ڏنم

## ٨- وهاڳ

ٿل:- پنهنجي پاڪ پسيائون پيشاني، وياخوف خطر خفقاني
١- رنگ چڙي بي رنگ رهياسين، لاحق ۾ لاثاني
٢- هٽي ويو حجاب هڪدم نور رهيا نوراني
٣- ساهه صدق سر گهورڻ گهوران مهديءَ اڳيون مهماني

## ٩- ڪوهياري

ٿل:- بره بهادر ڪيو احسان ڪونه پڙهيوسين ڪلمون قرآن
١- ”لا إله“ وارا لٿا لاڳاپا ”إلا الله“ واري ايوان
٢- مسجد مندر هڪ هيڪڙائي سجدو صورت آ سر سبحان
٣- ذڪر فڪر جي جاءِ نه ڪائي آندوسين مهديءَ تي ايمان

## (١٠)

ٿل:- لائي لاحد لڪ لڪايم، عشق ڪري اظهاري، حد حقداري
١- حد لاحد جو مالڪ آهيان، سوزه سر سرداري، خيال خماري

۲- جذب منجهارون جامو پاتم، جيڏن ۾ جنساري، حال هزاري
۳- ڪربل ڪاهي قدم ڪڏائي، آيس تي اختياري، قول قراري
۴- نيهي ناتو نيهن نباهي، مهدي ءَ جي مهنداري، مٺي مختياري

## ۱۱

ٿل:- الله آهي پرواه ناهي، قالو بليٰ ڏس قول ڪي ڪاهي
۱- انحد عشق الف اشارو، لاحد وارر لاهم آهي
۲- صحيح سچائي انهي ءَ سخن ڪي، بيرنگ بره بقائ آهي
۳- طالب توڪل توحيد ترهو، وحدت ري ءَ بي واه ناهي
۴- ظاهر زيب زماني مهدي، قائم قرب ڪلام آهي.

## ۱۲

ٿل:- جامو پهرايم جن، آءَ قرباني تيان تن
موهي من مستان ڪيو، مرڪي محبوبن
۱- پائي پيشوازي، ڪيوسين روح راضي
بره بي رنگ بازي، چيريون تيون چمڪن
۲- نورا نند گيدار، گهنگهرو ڪن گهڻڪار
پانهين پيڙيدار، بازو بند پڏن
۳- منديون مند هٿن، خوشي سان پيرن ڪڻن
ڪنگڻن جون قطارون، پانهن منجهه پهڪن
۴- مهدي شاه سان ملن، ڪليو خوش تين
باهيون تيون پڙڪن، اگڻ محب اچن

## ۱۳

ٿل:- سوگهو ساهه ٿيو آهه تو سان صنم، مون ڪان نٿو وسري تنهنجو اسم جسم
۱- پيوند پيچ پريت جو پڙجي ويو، قابو قرب اوهان جي ڪڙجي ويو
آهي سر اوهان جي جو يار قسم
۲- لکيو لوح قلم ۾ لکجي ويو، اهو انگ الستي رکجي ويو
چونه لاهي لڳن تان ڏيان لحم
۳- موج مدامي ماڻهن تون، طرف نه ٿئي ڪنهن تائين تون
مهدي مام انهيءَ تي رهه محڪم.

١٤

ٽل:- پٽ پرين جا پياريو نشا نينهن جا چڙهيا
جن جي نظر نور ۾ نه آر ۾ اڙيا

١. شوق جا شيشا شرابي ڀره پياريا ٻي حجابي
نانگا ٿيا ناياب لاحد ڏي لڙيا

٢. ڪيفي ڪيف ڪلال تي جذب جوش جلال تي
وحدت تي وصال تي اهي مانجهي ڪين مڙيا

٣. ڏني ساقيءَ سرڪ سوائي عطا عشق ٿيو الاهي
مولا مهديءَ ساڻ ملائي مئي موج ۾ مڙهيا.

## سرائڪي ڪافي

ٽل:- بني هاشمي نور نرمل نرالي ڏيون آٽ قطارون بيشڪ بخشڻ والي

١. پنجان وچ جو پدرا علي مرتضيٰ اهي خيبر هڪ هڪل نال اتائين اڪيلي

٢. حسن دي زهردا آکان ڪيا قهردا حسينڻ حيدر دا ڪٽا ٻا قبيلي

٣. عابد دي بيماري عاشق دي اظهاري هٿان اٿ مهاري سنبريا سوز سويلي

٤. حقي حق چاڻي پارهن ڪون سڃاڻي ميءَ جي موج ماڻي مهدي واري ميلي.



# باب پندرهون

## سيد نجف علي شاه (كمتر)

سيد حسين علي شاه بن ثابت علي شاه بن قطب علي شاه جو وڏو فرزند ارجمند آهي. ولادت ٢٣ شعبان اربع جو ڏينهن، اپريل ١٩٢٣ع. اجا نون مهينن جو ٻار هو تہ فقير قطب علي شاه جن جي وڏن معصومن پنهنجي حوالي ڪيس. نهالڻ، ناتڻ، سنڀال ۽ تربيت، سندن نگرانيءَ هيٺ ٿيندي رهي.

درسي تعليم مئٽرڪ تائين ورتل. حليم الطبع، سنڌي زبان تي عبور، ۽ ڪافي چوڻ تي قادر. نموني طور سندن ڪلام پيش ڪجي ٿو:

### ڪافي

ٿل:- ٿهري ڪجل جون ڪانيون بي گمانيون وو يار
سي تہ سڌيون سينی ۾ سنڪن

١- عين انهن جا آهن عنابي، خاصا خماريل گهرا گلابي
هڏيو ڏين حيرانيون، پريشانيون وو يار
شل اکيون نہ ڪنهن سان اٽڪن

٢- ٿهرڪيو آهي ٿهري ڪارن، ٻاڻ ڀريل ڀر ڀين ڪي ٻارن
جام جلائين جانيون، جنگ جوانيون وو يار
جيڪي لڙون ڪلهن تي لٽڪن

٣- مژگان تير ۽ ابرو خنجر، سرڪش سارا نين زورآور
تيز سندن تابانيون، ڪان ڪمانيون وو يار
اهي جنگ جدل جهٽ پٽ ڪن

٤- قرب جو آهي طالب ڪمتر، مطلب مقصد سڀ ٿين بهتر
سوَ ملن سلطانيون، ڪامرانيون وو يار
شل دفن پنهنجي در وٽ ڪن

## واقعه ڪربلا جي متعلق مسدس جا ٻه بند

( ١ )

ايمـان جو امتحان آ جذبه جو احتسـاب
لشڪر قليل آه پـر همت آ بي حساب
هر فرد ڪاميـاب ۽ هر فرد انتخـاب
ڪردار بي مثل ۽ هر قـول لاجواب
مشعل ٿه وردِ شڪر آ رب الا نـام جو
چـا شان آ حسين عليه السلام جـو.

( ٢ )

فتح و شڪست جنگ جي لشڪر تي منحصر
بيٺا مقـابلي ۾ هزارن جي پـاهتر
پر جوش پر خروش آهـي فـوج مختصر
واري لڻ پنهنجي هرهڪ بي چين و منتظر
خواهان آهي هرڪو شهادت جي جام جو
چـا شـان آ حسين عليه السـلام جـو.

### رباعي

حال ڪريـان اظهار خدا يا رات وڃي تـي جلد گذرندي
آه ڏکـي گفتـار خدا يا رات وڃي تـي جلد گذرندي
هاڻـي تصور فرقت وارو دل ڪي ڪري ٿـو پـاره پـاره
وقت ڪي ڪجهه بيهار خدا يا رات وڃي تي جلد گذرندي .



# باب سورهون

## سيد لطف علي شاه (منظور نقوي)

سيد حسين علي شاه بن ثابت علي شاه بن قطب علي شاه جو ٻيو نمبر فرزند ارجمند ولادت ٢٧ مئي ١٩٢٣ع مطابق ٢٢ ماه شوال ١٣٤٢ هه، ڏينهن اربع .

تعليم :- مشترڪ تائين تعليم حاصل ڪيل . ٻوءِ طب فارسي پڙهي، طب جو امتحان دهليءَ ۾ ڏيئي، ڪامل الاطباءُ جي سند حاصل ڪيل . تصوير ڪشي ۽ پيڪرگري ۾ به چڱي مهارت . ازانسواءِ ٻيا ڪيترا علم حاصل ڪيل . سٺو مقرر، ڊراما نگار ۽ فصيح شاعر (١)

نموني طور سندن ڪلام پيش ڪجي ٿو .

### فارسي بيت

بهر زاويه با تو کردم خطابے      گهے با سوال و گهے با جوابے
عيان راز قرآن ست از هر اشاره      نهان يک زبور است اندر نقابے .

### اردو بيت

الفت کے زمانے میں اکثر سجدے بھی روا ہو جاتے ہیں
اعجاز محبت کیا کہئے بندے بھی خدا ہوجاتے ہیں
بس ہے نہ زباں کی باتوں پر قابو ہے نہ دل کی حالت پر
میں قصد شکایت کرتا ہوں الفاظ دعا ہوجاتے ہیں
سایوں سے مخاطب ہوتے ہیں زنجیروں سے باتیں کرتے ہیں
زندان کی فضاؤں میں رہ کر دیوانے بھي کیا ہوجاتے ہیں
منظور ستم پرور سے بھلا اس غم کی شکایت کیا معنی
جو دل سے نکلتے ہیں نالے گنبذ کی صدا ہوجاتے ہیں

---

(١) ادب جي هر صنف مثلا رزميه، بزميه، مداحيه، مرثيه وغيره نظم ۽ نثر جي لکڻ تي قادر آهي. ٻه کو شاعر آهي، سنڌي، اردو ۽ فارسي زبانن ۾ شعر چئي سگهي ٿو. گيت ۽ نثري ڊراما ۽ ڪلاسيڪي موسيقيءَ ۾ سنڌيءَ زبان ۾ خيال جا ٻول لکڻ وارو پهريون سنڌي شاعر آهي .

## قديم سنڌي بيت

(۱)

هلو هلو جيڏيون، هلو ڪيچين وٽ
هن ڪلاڙڪي هٽ، سرو آهي سستو.

(۲)

آءٌ پرين گھر گھوريان، صدقي ڪريان ساھ
چائي هڪ الله، تہ سو سڪن ٽيون ڳالھڙيون.

(۳)

ڪي ڪجھ مون ۾ مير، ڪي هاجو هوتن ڪئو
اڳيان وڃن اوٺيا، پشيمان ڪريان پير
ڏير مڙوئي ڏير، پر ڪيچين جھڙو ڪين ٿئو.

(۴)

جيجل نہ جيڏي، آءٌ اندر ڪنهن سين اوريان
ڪني ڪميڻيءَ سين ڪوهياري ڪيڏي
هيڻن سين هيڏي، شل ڪوهن ۾ ڪونہ ڪري.

(۵)

ڍولي ڍڪيياس، نہ تہ آءٌ اڳھاڙي اڳھين
پڌر ٿي پياس، پر ڍولي ڪنئي ڍڪ ڪئو.

(۶)

چيري چراٽي، سڪ نہ سهي سنئي
وتي گھوماٽي، هنئين رکيو هٽڙا.

(۷)

اڏر نڏر سنئي، سورن ساماٽي
چوريءَ ڪي چپر ۾ ٽيو سات ڏٺي ساٽي
ڏڪن ڏڪاٽي، وڃي ٿي هيڪاندي هوت سين.

## جديد سنڌي غزل

هستي غم جانان ڪان سوا ڪجھ به نه آهي
افسانو هي عنوان ڪان سوا ڪجھ به نه آهي
ديواني جي دنيا به ڪا ديواني جي دنيا
آهي به ته زندان ڪان سوا ڪجھ به نه آهي
ساحل جي دعا مون ڪان پڇي ڪيئن ائي همدم
تقدير به طوفان ڪان سوا ڪجھ به نه آهي
منظور حيات آهي مگر زلف پريشان
بس زلف پريشان ڪان سوا ڪجھ به نه آهي.



# باب سترهون

## جهانيان خاندان جون ٻيون شاخون

جهانيان خاندان جون شاخون ساري هندستان ۽ پاڪستان ۾ تمام گهڻن هنڌ پکڙيل آهن(١). مثال طور ڪي ٿورڙيون هت ڏجن ٿيون:

هڪڙي شاخ ڪشمير ۾:- سيد جلال الدين سرخ بخاري- سيد احمدڪبير ثاني- سيدعلي - سيد احمد - سيد تاج الدين- سيد نورالدين - سيد حسين - سيد حسن - سيد فضل الله - سيد نعمت الله- سيد محمد- سيد علي- سيد حسين- سيد محمد- سيد عبدالفتاح- سيد محمد قاسم - سيد محمد خورد - سيد محمد امين - سيد محمد سعيد - سيد امدالله- سيد عبدالله - سيد نجم الـــدين منطقي- سيد بهاوالديـــن - قاضي سيد احمد شاه- سيد محمد شاه ضيا.

سيد محمد شاه ڪشميري هو، تخلص ضيا - بمبئي ۾ رهندڙ هو، صاحب علم و فضل ۽ ماهر طب هو- "الف لفياح ۽ اخلاق ضيائي" ڪتاب تاليف ڪيا هئائين. سندس والد سيد احمد شاه ڪشميري، جماعت المسلمين طرفان بمبئيءَ جو قاضي مقرر ٿيل هو ۽ سنه ١٢٨٠ھ ۾ انتقال ڪيائين ۽ حيدرآباد دڪن ۾ مدفون ٿيو. هن خاندان جا وڏا علماء ۽ مشائخ ڪشمير ۾ ٿي گذريا آهن.

ٻي شاخ قنوج ۾:- سيد جلال الدين - سيد ناصرالدين محمود - سيد حـــامد - سيد رڪن الدين - سيد جلال - سيد راجو شهيد - سيد جلال الدين - سيد تاج الدين - سيد ڪبير - سيد آچي - سيد لطف علي - وغيره. مخدوم شيخ اخي راجگيري، مخدم جهانيان جو خليفو به قنوج ۾ هو.

ٽئين شاخ ڀوپال ۾:- مولوي سيد صديق مرحوم جـــا فرزند مولوي سيد علي حسن ۽ سيد نور الحسن.

چوٿين شاخ برهانپور ۾:- سيد عبدالله صاحب.

پنجين شاخ ناسڪ ۾:- سيد راجُ شهيد.

---

(١) تذڪره الانساب (سنه ١٣٢٢) ص ١٣٥، تذڪره اولياء هند جلد ٣ ص ١٠٥.

ڇهين شاخ ڪتاڻ ۾ ٻڙودي پرسان :- سيد علاءالدين، سيد محمود بخاري شهيد، طاها قطب الدين.

ستين شاخ سورت ۾ :- سيد ميران.

بيجاپور، گلبرگ، مرتضيٰ آباد وغيره ۾ ٻه شاخون موجود آهن. شيخ سماءُ الدين سهروردي جو مخدوم جهانيان جي پوٽي سيد ڪبير الدين اسماعيل جو خليفو هو ۽ جنهن جي تصنيفات "مفتاح الاسرار" آهي، سو دهليءَ ۾ هو. سيد عثمان شاه جهولا بخاري ۽ ميران محمد شاهه موج دريا بخاري جي مخدوم جهانيان جي اولاد مان هئا، سي لاهور ۾ هئا.

سيد عبدالڪبير، جو مخدوم جهانيان جي پوٽن مان هو، سو هستناپور ۾ هو.

## تمت بالخير



## فهرست مطالع ڪيل ڪتابن جي

### (الف) انگريزي


1. Gazetteer of Sind, B, Volume III by Smith.
2. Gazetteer of Sind Province, Volume A, by Aitken (1907).
3. Gazetteer of Bombay Province, Volume 9 and 11, part 2 (1899), by K.B. Fazalallah Lutufallah Faridi.
4. Gazetteer of Province of Sind, B, Vol. II, Hyderabad Distt., 1927.
5. Encyclopaedia of Islam, by A. Th. Houtsma. T. W. Arnold, R. Basset and R. Hartmaun, Vol. I (1913) (London).
6. Sind and its Sufis by Jethmal Parsram (1924).
7. History of Gujrat by Commissiariat.
8. History of Kathiawad by Wilberforce. Bell (London 1916).
9. Report of C.N. Mehta I.C.S. on Hyd. Sind Cantonment, dated 15th June 1909.
10. Mirat-i-Ahmadi (Supplement) translated from the Persian of Ali Mohammad Khan by Syed Nawali, M.A. (1928).
11. "Mirat-i-Sikandari i.e. the local Muhammadan dynasties". Gujrat. by Sir Edward Clive Bayley, K.C.S.I. (London 1886).
12. Ahmedabad and other places of interest in Gujrat.
By Ratnamani Rao. B. Ghote (Gujrat Vidya Sabha Ahmedabad).
13. Muslim monuments in Ahmedabad through their inscriptions by Abdullah Chaghtai (An aid to the study of Gujrat) (1942).


### (ب) سنڌي


١. تحفته الڪرام تصنيف مير علي شير قانع ٺٽوي مترجم مخدوم امير احمد مرتب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (١٩٥٧)

٢. تاريخ معصومي مترجم مخدوم امير احمد (١٩٥٣)

٣. قديم سنڌ از مرزا قليچ بيگ

٤. تاريخ تمدن سنڌ رحيم داد مولائي شيدائي

٥. جنت السنڌ از رحيمداد خان مولائي شيدائي (١٩٥٨) (ڇاپو پهريون)

۶. آئينہ قديم سند از شمس الدين رڪن الدين قريشي ( ۱۹۵۶ )
۷. يادرفتگان از طالب المولىٰ.
۸. ڪچڪول طالب المولىٰ از محبوب علي چنا ( ۱۹۵۵ )
۹. سائين قطب شاه پروفيسر جهامنداس پاتيا ( ۱۹۴۷ )
۱۰. لواري جا لال ڊاڪٽر گربخشاڻي ( ۱۹۳۴ )
۱۱. گلشن روشن
۱۲. هڪ لڪل لال از جيوترام متائي ( ۱۹۴۱ )

## ( ج ) فارسي

۱. تاريخ فرشته جلد دوم
۲. اخبار الاخيار
۳. جنات الخلود مطبوع سلطان المطابع مصنف محمد رضا بن محمد مومن ( ۱۲۶۶هه )
۴. خزينه‌الاصفيا جلد اول و دوم
۵. راحت القلوب
۶. مراة الاسرار
۷. سفينتہ الاوليا در مطبع نامي منشي نولڪشور
۸. فوائد الفواد
۹. سير الاوليا
۱۰. سيرالاقطاب
۱۱. سير العارفين
۱۲. مراه" احمدي
۱۳. تحفتہ الكرام
۱۴. معراج الولايت

## ( د ) اُردو

۱. تاريخ سندھ از مولانا سيد ابو ظفر ندوی احمد آباد ( ۱۹۴۷ )
۲. بزم صوفيہ مرتبہ سيد صباح الدين عبدالرحمن ايم - اى ( ۱۹۴۹ )
۳. عرب و ھند کے تعلقات از مولانا سيد سليمان ندوي ( ۱۹۳۰ )
۴. آب كوثر از شيخ محمد اكرم ( ۱۹۵۲ )
۵. موج كوثر " "
۶. رود كوثر " "

۰۷ تاريخ اوچ از محمد حفيظ الرحمن حفيظ (۱۹۳۱ع) (دهلی)
۰۸ اذکار ابرار از محمد و ا ے چهتاری
۰۹ تذکره الانساب (سنه ۱۳۲۲ هه) مولف سيد امام الدين احمد بن مفتی سيد عبدالفتاح
۰۱۰ تذکره اوليائے هند از محمد اختر صاحب دهلوی
۰۱۱ ياد ايام تاريخ گجرات از مولانا حکيم سيد عبدالحی، مرتبه مولانا حکيم ڈاکٹر حاجی سيد عبدالعلی ندوی
۰۱۲ نوائی ادب سه ماهی رسالا (جنوری و اپريل ۱۹۵۱) (انجمن اسلام آردو ريسرچ انسٹيٹيوٹ بمبئی)
۰۱۳ سفر نامه جهانيان جهان گشت از بهوانی پرشاد دهلی، مطبوعه سيد محمد بريلوی تاجر کتب -
۰۱۴ منتخب التواريخ از عبدالقادر بدايونی
۰۱۵ اسرارالاولياء جمع کرده حضرت خواجه بدرالدين اسحاق
۰۱۶ اخبار اردو (سه ماهی) مرتبه عبدالحق
۰۱۷ تاريخ تصوف اسلام از رئيس احمد جعفری
۰۱۸ تاريخ الاوليا مولف سيد امام الدين احمد بن مفتی سيد عبدالفتاح (۱۲۹۱هه)
۰۱۹ برکات اوليا " " " (۱۳۲۲هه)
۲۰ نفحات الانس
۰۲۱ بهاءُ الدين زکريا از مولانا نور احمد خان فريدی (۱۹۵۴ع)
۰۲۲ الدر المنظوم (دهلی) (ترجمه ملفوظات مخدوم جهانيان).

## قلمي نسخا

## سنڌي

(۱) ديوان روشن علي شاه (دستخط خود)
(۲) ديوان غلام شاه
(۳) ديوان هادي بخش شاه (دستخط خود) ۽ نقل ڪليات سيد حسين
(۴) ديوان قطب علي شاه
(۵) ديوان مهدي شاه
(۶) قلمي خزانو، سجاده نشين درگاه شريف ٽنڊي جهانيان وٽ رکيل، جنهن ۾ ڪلام غلام عباس شاه، شمس الدين شاه وغيره جا پڻ درج ڪيل.
(۷) شجرو جهانيان خاندان، سجاده نشين درگاه شريف ٽنڊو جهانيان وٽ رکيل.
(۸) درگاه جهوڪ شريف جو احوال.

## فارسي

۱. دیوان فتح الدین شاه

۲. سفینه السادات بخاریه در حالت سادات بخاریه مصنف سید محمد قاسم بن سید عبدالرحمن بدر بخاري مرتبه سنه ۱۰۷۶ھ مالک قاضي سید نورالدین حسین بروچ (۸۴۶ صفحا)

۳. شجره بقام سید محمود شاه بخاري بن سید امیر شاه بخاري (حیدرآباد سنڌ) (۱۲۵۰ھ) از جعفر شاه سجاده نشین مائین نئو شاه درگاه کوٽڙي

۴. اسرار فاتح

## اردو

۱. ملفوظات خواجه بهاءُ الدین زکریا ملتاني.



ماستر ويسومل جو جنم ۱۹۰۸ع ۾، ڏارو شاهه ۾ ٿيو. سندس پيءُ جيوترام، جيڪو سائين قنبر علي شاهه جهانيان جو خاص فقير ۽ درگاهه جي هندو عقيدتمندن، سرگروهه هو، ۽ هڪ درويش صفت انسان هو. ماستر ويسومل ابتدائي ۽ ثانوي تعليم اباڻي شهر ۾ ورتي ۽ پاڻ هڪ هوشيار شاگرد هو. مئٽرڪ بمبئي يونيورسٽيءَ مان ۱۹۲۴-۲۵ع ۾ پاس ڪيائين. نواب شاهه ضلعي جي هاءِ اسڪولن مان، سنڌي مضمون ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ پهريون نمبر آيو. ڪاليج جا چار سال ڪراچيءَ ۽ پوني ۾ پڙهيو. ۱۹۲۸-۲۹ع ۾ بي-ايس-سي پاس ڪيائين، ۽ تعليم کاتي ۾ گهڙيو. پهرين مٽياريءَ ۾ سائنس ٽيچر ٿيو ۽ پوءِ قنبر هاءِ اسڪول جو هيڊ ماستر ٿيو، جتان ۱۹٦۷ع ۾ رٽائر ڪيائين. انهيءَ عرصي ۾ اسڪولن جي ڪارڪردگي سٺي رهي ۽ پاڻ شاگردن ۾ مقبول رهيو. هيڊ ماستريءَ واري عرصي ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان سنڌيءَ ۾ ايم-اي ڪيائين ۽ فرسٽ ڪلاس فرسٽ آيو.

سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب سان کيس بيحد چاهه هو. هيءَ تصنيف سندس انهيءَ چاهه جو ثمر آهي. پاڻ هيءَ تصنيف سنڌيءَ ۾ ايم-اي ڪرڻ وقت ٿيسز جي طور پيش ڪئي هئائين. جهانيان خاندان بابت هيءَ هڪ مڪمل ۽ جامع تصنيف آهي، جيڪا ماستر صاحب جي محنت ۽ عقيدت جو جيئرو جاڳندو ثبوت آهي.

ماستر ويسومل ۱۹٦۷ع ۾ هندستان هليو ويو، ۽ هن وقت ٻڙودي (گجرات) ۾ آرام جي زندگي گذاري رهيو آهي، ۽ پنهنجو وقت تصنيف ۽ تاليف ۾ صرف ڪري رهيو آهي.